

بسم الله الرحمن الرحيم

# سنڌ سونهاري



## حضرت پير ابراهيم جان سرهندي فاروقي مجددي رحمته الله عليه



الله سُبحانه وتعالىٰ وٽ مقبول دين (صرف) اسلام
آهي اسلام کان سواءِ ڪو به جيڪڏهن ٻيو ڪو
دين ڌرم چاهيندو يا پيش ڪندو ته اهو قبول
نه ڪيو ويندو. (قرآن مجيد مفهوم)

## ڪتاب لاجواب

# سنڌ سُونهاري

سنڌ ڇا هُئي ۽ ان کي ڇا بڻايو پيو وڃي؟

سنڌي ادب جو بي مثال شاهڪار.


تصنيف

حضرت مولانا پير محمّد ابراهيم جان خليل سرهندي



ناشر

محمد صالح راهو- گلزار خليل- سامارو ضلع ٿرپارڪر- سنڌ


ن ڪتاب جي فوٽو ڪاپي ڪرائجي

. بسم الله الرحمن الرحيم

السلام عليكم ورحمتہ اللہ وبرکاتہ

الصلوة والسلام عليک يارسول الله صلي الله
عليه وسلم
الحمد الله جي ايم پگت ۽ شيخ اياز جي
كفر جي رد ۽ ارتقائي الحادي مزهب جي
رد تي مشتمل هک بهترين كتاب جنهن
كي اسان پي دي ايف فائل ۾ كرڻ ۾ قامياب
ٿي وياسين منهنجي خواهش هئي سوشل
ميديا تي ارتقائي ملحدن جون كاروايون
ڏسڻ كان پوء ته هن كتاب كي هرهک تک
پهچايو وڃي چوته هن وقت هي كتاب
أهم ضرورت هئي پر كتاب تي پابندي جي
كري هن كتاب كي هٿ كرڻ سيپ كان
وڏيک پريشاني هئي بحرحال الله جي كرم
سان كتاب ملي مگر فوٽو اسٽيٽ ۾
فوٽو اسٽيٽ جي كري كجه صفحن جو
رزلٽ خاص ناهي پوء به كوشش كئي آ

ته جيترو ٿي سگهي ڪتاب جي لفظن کي
بهتر بنايو وڃي ڪافي صفحن جا نمبر
موجود نه هئڻ ڪري هر هڪ صفحه تي نمبر
لڳايو ويو بحرحال مون پنهنجي طرفان
ڪتاب کي بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آ ته
ڪتاب پڙهڻ ۾ جيتري آساني ٿي سگهي بس
عرض اهو آ ته هن ڪتاب کي توهان جيترو
اڳتي شيئر ڪري سگهو ضرور ڪجو ڇوته اڄ
ڪله فتنن جو دور آ ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ قوم
پرست جيڪي سياسي سمجهيا وڃن ٿا در
اصل هي هڪ فرقو آهن انهن جا نظريات
اوهي آهن جيڪي جي ايم سيد جا هئا ۽ هن ڪي
ذنهان ۽ هن ڪتاب ۾ هنن جو مڪمل رد
موجود آهي

طالب دعا * سلام شاهاڻي ڪراچي

# فهرست

عنوان

| صفحه | عنوان |
| --- | --- |
| ٧٤ | لازگ اگهو |
| ٧٧ | عيد ماڻهاڻي |
| ٧٨ | وجود باري تعاليٰ |
| ٧٩ | تخليق ۽ تڪوين |
| ٨٠ | حرڪت |
| ٨٤ | نظام ربوبيت |
| ٨٧ | عبرت انگيز |
| ٩٣ | ذخيره اندوزي |
| ٩٦ | سچا خواب |
| ١٠٠ | هڪ مثال |
| ١٠٤ | شاهدون |
| ١٠٧ | انسان |
| ١١١ | ديرائنون |
| ١١٣ | دوائنون |
| ١١٤ | موسمون |
| ١١٨ | ٻه جنسون |
| ١٢١ | حسن ۽ جمال |
| ١٢٣ | عقل ۽ سمجهه |
| ١٢٦ | نبوت ۽ مذهب |
| ١٢٨ | مذهب ۽ نبي جي اچڻ جو ڪهڙو ضرور هو |
| ١٣١ | قرآن پاڪ |
| ١٣٢ | قرآن ۽ ويهين صدي عيسوي |
| ١٣٦ | معجزا |
| ١٣٨ | صورت ۽ سيرت |
| ١٤٢ | قصون |
| ١٥١ | علم |
| ١٥٥ | اسلام |
| ١٦١ | مناجات بدرگاه قاضي الحاجات |

هو (جل جلاله)

شڪريه ادائي

منهنجي ڪن ڪرمفرما دوستن من ڪتابڙي جو مقرر ڪيل نالو بدلايو سرورق تي منهنجو رتبل ۽ چٽيل منظر هٽائي ڇڏيو. منهنجي نالي سان جتي ناچيز حقير هيچميرز جهڙا الفاظ لکيل هئا. اتي منهنجي نالي سان حضرت ۽ مولانا ۽ جان جهڙا. مون سان نه ٺهڪندڙ القاب چسپان ڪيا. سرورق تي بي مثال ادبي شاهڪار جهڙو ان سهائيندڙ اکر اکري خلق آڏو گويا منهنجي واتان پاڻهي پاڻکي ميان مٺو چوائي مونکي ڪم ظرف ۽ فضولي ثابت فرمايو. ايهو سڀ ڪجهه مون لاءِ ڪيتري قدر به ناگوار. پر چاڪاڻ ته هنن مونکي پنهنجو سمجهي ايها حج هلائي آهي. انهي پنهنجي سمجهڻ واري هنن جي جذبي تان آئون ڪل!؟ گوهر ٿو گهوريان ۽ سندن انهي هلان جو بجائي برهمي جي ٻاڻ شڪريو ٿو ادا ڪريان

جيڪي ڏنائون سو سهه، منهنجا هنڌڙا
م چئو چنائون اي ٻن ڪنديو سجڻين
(شاه)

ناچيز خليل سرهندي

5

غلام رسول خاصخيلي

انتساب

خاصخيلي ٽنڊو الهيار

آئون هي ڪتاب سنڌ جي ڪوهه نور هيري سنڌ جي [illegible]
آفتاب شهري ستاري سنڌ وارن کي انسانيت اخلاق تهذيب تمدن
مهمان نوازي ۽ ايثار سيکاريندڙ معلم اول سنڌ تي اسلام جي نعمت عظمي
ڪرڻ جهڙي سخاوت سان نوازيندڙ سنڌ کي ايمان جي دولت ڪبريٰ
سان دريا جهڙي جوادي سان مالامال ڪندڙ سنڌ جي سڀ کان
وڏيڪ متاع عزيز سنڌ جي محسن اعظم فخر سنڌ حضرت غازي
محمد بن قاسم رحمة الله عليه جي نام نامي ۽ اسم سامي سان معنون
ڪريان ٿو جنهن لودي ۾ دريا خان ۽ هوشو ۾ سنڌ جي هزارن
مانجهين مجاهدن کي جهاد ۽ سرفروشي جو سبق سيکاريو جنهنجي
بدولت سنڌ کي هزارن غوثن قطبن عالمن عارفن علم جي امامن
جي ابدي آرامگاه بنجڻ جو شرف حاصل ٿيو جنهن سنڌ کي خير
۽ ڀلائي جو منبع ۽ مخزن بڻايو جنهن سنڌ ۾ سامراج جو خاتمون
آندو جنهن ڏاهر جهڙي ظالم ڄنگهڙ جي پنجهه استبداد کان سنڌ
وارن کي نجات ڏياري. جيڪو ڏاهر سڪي ڀيڻ جو پرڻو لئيندي
ٻڏي نه مئو انهي جي عهد اقتدار ۾ عام سنڌين جي پيڙهن ۽
نياڻين جو پرڻو لاءِ مثال دريا جي ڪپ واري ڌار ڏکي وبل پيڙهي تي
اجهوڪ اجهو واري حالت ۾ ڀيل نه هوندو ته ٻيو ڇا هوندو.
جنهن جي خون آشام ترار سڪي پاءُ جي ٽڙي جي رت پيڻ لاءِ
بل کاڌا ۽ ڦٽڪي انهي عوام جي ٽڙي جي رت مان پيون جهڙا
خوب چڙهه نه ڪيا هوندا ته ٻيو ڪهڙو اجو مٿهن ڪيو ؟؟
هوندو. اهڙي درندي جانور کي جنهن غازي مرد (سنڌ جي غازي
اول) پامال ڪيو ۽ ڀليو انهي تي لک لک رحمتون هجن.

يا رب انسان ۽ هر قسم جي جانورن جي بدن تي جيترا
وار خلقيا آهن ابن قاسم تي اوتريون رحمتون موڪل. يا الله هن تي
آسمان جي تارن جيتريون رحمتون موڪل يا رحمان هن تي ازل
کان ابد تائين وسندڙ مينهن جي ڦڙن جيتريون رحمتون موڪل.
اي معبود سنڌ وارن کي هن جي خوشبو سونگهڻ لاءِ صحيح ۽
حساس قوت شامه ۽ هن جي روشنائي ڏسڻ لاءِ روشن ۽ باريڪ بين
اکيون عطا فرماءِ يا مولي ابراهيم جا ابهي عرض اوناءِ. والسلام

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله العلي العظيم والتحية و الثناء لمن لا شريك له في الذات و لا في الصفات و هو الحكيم الكريم والصلوٰة والسلام علي من هو بالمؤمنين رؤف رحيم و ذاته نور و روح و ريحان لكل قلب سليم و علي آله و اصحابه و اولياء امته الذين فازوا منه بحظ جسيم و اوصلوا انفسهم بمحبته و متابعته الي مقام كريم و جنات النعيم.
اما بعد

## ❀ ڪافر ڇو ❀

(١) نماز، روزا، حج، زڪوات جو ترڪ گناه ۽ انهن جي فرضيت کان انڪار ڪفر آهي، جي، ايم سيد پنهنجي رسوائي عالم ڪتاب ________ ۾ دين جي انهن چئني ٿنڀن جي فرضيت کان مسلسل انڪار ڪندو ۽ انهن کي مسلسل دَور جاهليت جا يادگار ۽ فرسوده رسمون لکندو ويو آهي.

(٢) قرآن پاڪ جي هڪ آيت جي ۽ ڪلام الاهي هئڻ کان انڪار ڪفر آهي جي، ايم سڄي قرآن جو منڪر آهي هو بار بار قرآن پاڪ کي پراڻن مذهبن مان گڏ ڪيل ناڪاره مواد ۽ قديم قومن جي رسمن رواجن ۽ توهم پرستين جو واهيات مجموعو لکندو ويو آهي ۽ هنڌ هنڌ اهو تاثر ڏئي رهيو آهي ته قرآن خداوند تعاليٰ جو موڪليل نه پر پيغمبر پاڪ جو هٿرادو ۽ جڙتو ناهيل ڪتاب آهي.

(٣) اسلام جو سارو دارومدار آخرت تي آهي آخرت ۽ اخروي زندگي تي ايمان آڻڻ اسلام ۽ اخروي زندگي (قيامت

دوزخ، بهشت) کان انڪار ڪفر آهي جي. ابن شيد نه فقط انڪار پر قيامت، دوزخ، بهشت تي ٺوڪون ٺٺولين ڪندي پنهنجي ڪتاب کي ٽوڙ پڄايو آهي.

(۴) حضور سرور ڪائنات سردار شافع دو جهان ﷺ جي رسول ۽ معبوث من الله هئڻ کان انڪار ڪفر آهي. جي. ابن پنهنجي انهي ڪتاب ۾ سندن رسالت ۽ بعثت ۽ سندن الله جي طرفان موڪليل هئڻ کان مسلسل انڪار ڪندو رهيو آهي.

(۵) الله ۽ رسول ۽ پاڪ دين جي حڪمن تي آخري درجي جو ۽ ڪامل يقين رکڻ ايمان ۽ انهن ۾ ذرو به شڪ آڻڻ ڪفر آهي جي. ابن شيد پنهنجي انهي ڪتاب جي شروعات ئي انهي اقرار سان ڪئي آهي ته اسلام جي عمارت جيڪا منهنجي ذهن ۾ اڏيل هئي تنهن ۾ اول شڪ جا ڏار پيا پوءِ ڍهي پٽ پئي گويا پاڻ ياسي ٿو ته اول مسلمان هئس هاڻي مسلمان ناهيان بلڪ منڪر اسلام ۽ ڪافر.

(۶) بيون ڪل خبرون خير هو اگرچه سڌي طرح سان وجود باري تعالي يعني الله جي هئڻ کان انڪار جي جرئت نه ڪري سگهيو آهي پر هو چوي ٿو ته دنيا قانون ارتقا مطابق پاڻهي ٺهي خدا نه ناهي دنيا جو انتظام ازخود پيو هلي دنيا کي هلائيندڙ ۽ سنڀاليندڙ رب جي ذات ناهي جيڪڏهن دنيا (ڪائنات) جو پيدا ڪندڙ ۽ ناهيندڙ ۽ سنڀاليندڙ ۽ هلائيندڙ الله ناهي ته پوءِ آخر الله ڇا آهي؟ انڪار کي سنگ ٽيندا آهن ڇا؟ الله جي مالڪ ۽ خالق هئڻ کان انڪار اهو سندس وجود ۽ سندس هئڻ کان انڪار ناهي ته پيو ڇا آهي؟ ۽ الله کان انڪار ڪفر ناهي ته پوءِ ڪفر ڇا کي ٿو چئجي؟

(۷) جيڪو ڪتاب لکيو ويو ئي آهي اسلام جي رد ۽ ڪفر جي حمايت لاءِ انهي جي لکندڙ لاءِ ڪافر کان سواءِ بيو ڪو اکر هجي ته ڪٿي ڪو ٻڌائي.

# زبان

مون کي اعتراف آهي ته هن ڪتابڙي ۾ منهنجي لکيل زبان بجائي مٺي جي ڪٿي ڪٿي ڪڙي ٿي وئي آهي. اسانجو اصول ته اهو آهي ته دشمن کي به ويهه جي وٽيءَ جي بجائي گيهه جو ڏک ۽ ساوڻ لونگي مرچن جي بجائي سنگهاڻ مصري وات ۾ وجهجي. حسن اخلاق جي تقاضا به ايها آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنيل ڇاڻيل ايرو زبان تي جام ٻرڪي ڏڙي ۽ داڦي ته ۽ زبان تي ماکي مکي پوءِ هن کي لذيتو جواب ڏيڻ گهرجي.

هو چوڻي تون م چئو واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي وڃو ڪيني وارو ڪينڪي.
(شاهه)

اهو سڀ ڪجهه ٺيڪ پر سو تڏهن جڏهن ڪو بد زبان اسان تي حملا ڪري پنهنجي پسوري پڌري ڪندو هجي. پر هتي ته قصو ئي اور آهي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته ڪتو ڇتو ٿئي ته به ڏڻي کي سڃاڻي ٿو. ڪتو ڇتي ٿيڻ ڪان پوءِ به پنهنجي مجازي ڏڻيءَ کي سڃاڻي ٿو. ماڻهو اڄڪله ڇتو ٿئي ٿو ته پنهنجي حقيقي ڏڻي پنهنجي منعم ۽ محسن رب ۽ انجي رسول ۽ ان جي موڪليل دين تي ڀونڪي ٿو ۽ وات ڦٽي رومڙ ڪري انهن کي به چڪ هڻڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري ٿو. ڀلا جيڪڏهن ڪو ماڻهو خدا ۽ رسول ۽ مذهب تي گند اڇلائي پوءِ ٿوڻي جو اهو گند موٽي سندس منهن تي ڪرندو هجي ته به اسين ماڙي ڪري ويهي تماشو ڏسون اسين پوءِ به هن سان ادا پائو. سائين منهنجا. حضور والا. جناب عالي، عالي جاه، عالم پناه، غريب پرور، بنده نواز، جيئندا قبلا، حضور جن ۽ سائيجن ڪري خطاب ڪريون ته نه ائين نه ٿو ٿي سگهي؟ جيڪڏهن ڪو مسلمان اڄان به انهيءَ اهڙي بي ادب جي آداب جو لحاظ رکي ٿو ته اهو مسلمان با اخلاق ۽ شرافت پنهان نه بلڪ انتهائي درجي جو سڄو بي غيرت بي همتو ۽ نڪ وڍيو آهي. پوءِ چئبو ته هن جي وجود ۾ ايمان جي ڪا به حرارت باقي رهيل

ناهي. جنهن محبوب ڪريم ﷺ تان سر صدقو ۽ سندس پاڪ نالي تان امان، ابو قربان انهيءَ تي ڪو شقي القلب چوڪ چندبو حملہ آور ٿئي ۽ اسان سندس در جي ڪتن جي پيرن جي خاڪ کي ڪحل الجواهر کان وڌ جلابخش ۽ نور افزا سمجهندڙن کي پوءِ بہ ضابطءِ اخلاق جي دفعات کي سنڀالڻ جو هوش سلامت رهي سگهي سا ڳالهہ عقل کان پري ۽ وسهڻ کان ٻاهر آهي. پوءِ اسانجو اسلام ڪهڙو پوءِ اسانجي مسلماني ڇاجي؟

خدا ۽ رسول ﷺ ۽ اسلام جو منڪر آهيان ته مڃان ڦري ويو آهيان جي- ايم شيد جيڪڏهن انهن اکرن تي اڪتفا ڪري ها تہ مون کي هن ڪاغذن ڪارن ڪرڻ جو ڪوبہ ضرور ڪونہ هو وچي ڏرڙ ۾ پئي. ته مڃي تہ نہ مڃي. اسانجي بلا.

پر افسوس تہ هن ظالم جيڪو گند ميو آهي ۽ خدا ۽ رسول ﷺ ۽ اسلام تي جيڪي سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح سان اڻ سهائيندڙ اعتراض ۽ رڪيڪ حملا ڪيا آهن سي ڏسي اندر سڙي ويو آهي. هن اسانجي هينئين تي پنهنجي قلم جي زهر آلود نشتر سان ڳائيتي ڪان ٻاهر چوڪون ڏنيون آهن ۽ انهن چڪندڙ ڇهڪن تي ڪافور سان مليل مڪڻ جي ٺاريندڙ پهن رکڻ بدران ڪچو نوشادر ڪتي ٻرڪيو آهي. اسان رئو ڪري رڙيون ڪونہ ڪيون آهن. رڙيون اسانجي اندر مان بي اختيار نڪتيون آهن. ۽ نڪرڻ گهرجن.

ڪجي ڪاني جنئين لـو سندي لاتيون ڪري،
اچـــي تينئن اوچـتـي درد پريـــان جـــي دانـهـن.
وڃ ڏنين ڇـو ٻـانـهـن، سـورهـيـمـن ڪـي سامهان.
(شاهہ)

پلا ڇئو تہ انهي حالت ۾ اسان تي ڪا ميار تي سگهي ٿي. رڙيون اسان ڪيون ناهن گوناگون عذاب ڏئي اسان کان رڙيون ڪرايون ويون آهن.

دل هي تو هے نہ سنگ و خشت درد سے بھر نہ آئے کیوں،
روئینگے ہم ہزار بار کوئی ہمیں ستائے کیوں۔

الحاصل ته مون جيڪڏهن ڪٿي ڪو پنهنجي خصم کي ڪنڊ جي چاش چٽائڻ بدران انگوري سرڪي جو ڏيک پرايو آهي ته آئون انهي تي نادم ناهيان. آئون انهيءَ ۾ حق بجانب آهيان بلڪ اڃان به حق ايهو هو ته سرڪو نه پر سرڪي جي تيزاب (ايسڊ) جو شيشو هن جي وات ۽ نڙي ۾ نايان ها پوءِ ڀلي ڪو ڊاڪٽر زور لائي سنڌس ڦٽان ڀيو چوٽائي ها.

ڪاش جيڪڏهن مونکي معلوم هجي ها ته حيدرآباد جي مڇي مارڪيٽ جو ڪو ساٿي يا مئنجر جو ڪو مهاڙون لکڻ جاڻي ٿو ته جي. ايم شيد جي جواب لکڻ لاءِ انهيءَ کي ٿي عرض ڪريان ها هو پنهنجي مروج ٻولي ۾ ڪبس جوڳو جواب ڏئي ها. ڪاش جيڪڏهن سائين عباس علي شاهه مرحوم لاڙائي جي حياتي هجي ها ته ماڳهين جوابدهي جو هي ڪار خير انهي جي سپرد ڪريان ها. ڇو ته انهيءَ قبله عالم جا مهاڳا به آنڪي پرينٽرز هئا. ڇون ٿا ته اهو بزرگ اڻ ٿي چڙهيو ٻئي ويو. ڪنهن ڏراز کي ڀڄا نه ڳاڇا پٽي گار ڪيڍائين ڏراز کي کهڙي خبر ته هي ڪو سائين آهي يا سادات آهي يا اهل بيت آهي هن سنگ جو بدو سنگ اهو اصول ملحوظ ڪندي گار جي بدي ۾ ڪا اهڙي خوبصورت ڀيونر خالص ۽ نئين نياري ۽ ٺلهي مٺاري؛ گار ڦهڪائي ڏني جا قبلي صاحب اڳي ڪڏهن ڪانه ٻڌي هئي. پاڻ ايڏا ته قدر شناس جو انهي ڏراز کي اڻ انعام ۾ عطا فرمايائون. افسوس جو اوهي مور مري ويا نه ته اڄ جي. ايم کي جواب ڪو جوابن جهڙو ملي ها. اصلي اهڙو جو سڻي ٻڌي ڏري هيم ٿي پوي ها. مون ته پاڻ ترڪي جو جواب ترڪي ۾ نه بلڪ ترڪي جو جواب سلوٽي سنڌي ۾ ڏني پاڻ کي ”حق تو يہ ہے کہ حق ادا نہ ہوا.“ جو مصداق بڻايو آهي ۽ حق ادا ۾ قاصر رهيو آهيان. جي. ايم پنهنجي ذات ڪڏهوڪو ڇڏي ڏني پر اسان کي وري به هر هر سنڌس ذات اکين اڳيان اچيو بيهي اهو به هڪ وڏو سبب آهي حق ادائي ۾ قاصر رهڻ جو ورنہ سائين عباس علي شاهه مرحوم کي قبر مان اٿاري آڻڻ ۾ به دير نه ڪريون ها.

# سبب تاليف

هن اڍائن سالن کان هڪ پڻي پڌي سين ته جي. ابر شاهه کو ڪتاب لکيو آهي (____________) انهيءَ ۾ هن پاڪ دين پاڪ نبي ۽ پاڪ رب تي آهي حملا ڪيا آهن جو ڪافر به ڪر ڪونه ڪري. هو مسلمانن لاءِ موشي داہان ساماڻو آهي. هن پنهنجا مائٽ موڪيا آهن. هن پنهنجين ستن پيڙهين کي سونان نڪ وڌا آهن. هن پنهنجن اکين جو رنگ اجاريو آهي ۽ پنهنجي تيلن ۽ تيندڙن پوين جي منهن کي قلعي ڪري صاف اڇو بنايو آهي سلطان صحافت مجاهد اسلام رشيد احمد لاشاري جي مزار پر انوار تي لک لک رحمتون نازل ٿين هنجو لکيل اردو ڪتاب (ادب کی آڑ میں) ڏنو ويو. جنهن ۾ جي. ايم جي لکيل ڪتاب جا حوالا پڙهي حيرت جي حد نه رهي عقل چرخ تي ويو. هڪ هڪ حوالي جي عبارت پڙهيو اکيون پٽيل جو پٽيل رهجيو وڃن ايتريقدر جو اکين ڇنڀڻ جي به سرائي نه ٿئي. يا خدا هي ڦريو ته ڦريو پر هيتري قدر دشمن ڇو ٿيو؟ هن ولين جي اولاد ۾ نئو ۽ شرڌانند جي روح ڪٿان اچي واسو ڪيو. هي سنئون سڌو ماڻهو صفا اهڙو خاني مان ڪيئن نڪري ويو. جيوسين ته نه ڀيلي اصل ڪتاب ڏسبو. متان عبارتن کي اڳ پوءِ ۽ ڪاٽا ڪوتا ڪري لاشاري مرحوم شاهه صاحب جي نند ۾ ستي ڏاڙهي ڪوڙي ويو هجي. ٿي سگهي ٿو ته بروچ ڪنهن پرائي وير پارڻ لاءِ شاهه صاحب کي خواه مخواه ڪٺي اڏٽيو ۽ واوريو هجي. ممڪن آهي ته نلهي وهم جو شڪار ٿي تترن جي طالبو توبچي وانگر لاشاري صاحب چاڙهيڪا جانچيندي پنيرکي سبب پير ۾ ڪنهن دڪ کي تتر سمجهي دونالين جو وسڪارو لائي ڏنو هجي ۽ ڳالهه ۾ هجي ڪجهه ڪونه الحاصل ته اصل ڪتاب جي اشتياق اوي سوي کان پڇائن ڪرڻ تي آماده ڪيو. ڇهه اٺ مهينا ڪتاب جي انڌي گهورپ هلايم ڪڏهن پراڻان پير لتن ريتي تي چڙهيا. ته ڪڏهن

وري نوان پير ڪڙيندو (١) رهيس ٿي. سيڪنهن ادبي مهانڊي کي
پوءِ اهو سينڌو (٢) هجي يا اڻ سينڌو (٣) ابتدائي خوش مرحبا ۽ تعارف
کان پوءِ منهنجو اهو سوال ضرور ڪنائون پيو ٿي ته انهيءَ
ڪتاب جي ڪا خبر پانيو ٿا ته اهو ڪتاب ڪٿان ملندو. نيٺا نيٺ
ويجهن سي پسن جڏهن تڏهن پرينءَ کي ڏوريندي ڏسن اکين عجيبن
جا، اهو شاهه جو بيت ظاهري صورت ۾ نمودار ٿيو. يعني ڪراچي
مان هڪ ڪرمفرما بجائي هڪ جي ٻه ڪتاب پارسل ڪري موڪليو
جو جس ڪنيو ڪتابن جي پڙهڻ بعد ڪتابن بابت ذهني فضائن
۾ ترندڙ حيرتن جا نيا نيا بول ۽ چمر (٤) صاف ته ڪونه ٿيا پر
پاڻان ڪڪر بنجي ڪاري ڪارونڀار (٥) جي صورت اختيار ڪري
ويا. ويساه ٿي نه پيو اچي ته انهيءَ ڪتاب جو لکندڙ هڪ مسلمان
۽ ان سان گڏ سيد زادو به آهي. عقل ۽ دماغ کي بار بار درست
ڪري بار بار ويچار ڪيو ويو نيٺانيٺ جنهن ڳالهه تي ويساه ٿي
ٿي آيو سا وسهڻي بڻي ۽ محقق ٿي چڪو ته جي. ايم شاهه
مرتد ٿي چڪو آهي. هنجي ايمان جو چنڊ اڃان الهه تهار ناسويو (٦)
هو ته گرهڻ جو نذر ٿي ڪارو ٿي ويو. هن جي مذهب جو سلو
اڃان موربوني مس هو ته موراهي هن کي لوهائي پٽ تي هنيو.
اسانجي چاتل سڃاتل شخصيت ۽ اسانجو ڏهن هنين وارو سورهيه
يڪ سخنون اصول پرست محترم جي. ايم سيد اسان کان هميشه لاءِ
ڌار ٿي ڪفر ۾ ڪري دوزخ جي باه جو ٻڪ (٧) بڻجي ويو.
انا لله و انا اليه راجعون.

سنڌي ۾ چوندا آهن ته ناڻون نرن کي ٿو چٽو ڪري. نئي
(ندي) پنهنجي تيز وهڪري ۾ ڳرا پٿر به وهايو وڃيو سمنڊ ۾
اڇلائي. مڙس ته برابر مهمير (٨) هو پر هندن جي نائي جي تيز وهڪري
مڙس کي پير پٽ تي ڪوڙڻ ني ڪونه ڏنو ۽ مٿان ئي مٿان

(١) پير ڪڻندڙ پيريءَ جو پير جي چو طرف ليڪو ڪيڻ. (٢)
واقف يا دوست (٣) اڻ سينڌو، ناواقف. (٤) نيا نيا ڪڪر
(٥) سمنڊ (٦) چنڊ يا سج اڀريو (٧) ٻارڻ (٨) وڏو همٿ ڀريو

ڪٽي وڃي ڪفر جي قلزم جي ڪنهن عميق ۽ اگاهين (١) اوڙاهه ۾ اهڙي طرح ٻوڙيو جو هاڻي هن جي هڏين جو هٿ اچڻ بـ يا نصيب. اوهو ساڳيو ماڻهون جنهنکي اسلام جو سرويچ سپاهي ۽ مذهب جو جانباز ۽ جري سولجر ٿي سمجهيو ويو، سو ٻاڻ اڄ مذهب کي مارڻ لاءِ مڏمارڙي (٢) جون کهاڙيون ٺاپيو ڪلهي تي رکيو ويٺي سو ٻـاڻ اڄ اسلام کـي ڪک ۾ هڻڻ لاءِ ڪاتيون سراڻ تي چاڙهايو گهمي ضروري هو تہ اهل اسلام مان ڪواهنڊ ۽ اڻ موٽ جوان اڳتي وڌي پنهنجو سينون سپر ڪري اسلام تي تيندڙ آلرن کي آڏو ٿي بيهي ۽ دشمن جي قلمي نيزن کي پنهنجي قلم جو ڀالو سامهون ڪري. آئون ڪو ميدان صحافت جو شهسوار ڪونہ آهيان پر جيستائين ڪو ڪٽ مست انهي ميدان ۾ اچي پنهنجو ڪميت ڪڏائي ڪفر جو ڪنڌ مروٽي ۽ ڪرنگهو ڀڃي ۽ منڪرن کي ماري مات ڪري تيستائين مناسب نظر آيو تہ آئون پنهنجو اپرو ٻڏو ٻوڙائي اڳتي وڌان ۽ ڪاٺر (٣) ٿي ڪنڌڻ پاسن ۾ ڪنڌ لڪائڻ بدران ميدان ۾ اچي موذين منحوسن کي منهن ڏيان بس ايهوئي ڪارڻ ٿيو هن ڪتابڙي کي قلمبند ڪرڻ جو. ابوالڪلام آزاد ۽ علامہ شبلي جو قلم مون وٽ ڪونهي جـو فصاحت ۽ بلاغت جا واه وهائي ڇڏيان. مون پنهنجي جهڙي تهڙي قلم سان آڏا ڦڏا ليڪا ڪڍيا آهن. سنهون ڪتڻ مون سکيوئي ڪونہ. البتہ من ۾ محبت رکي رنيا روڙيا (٤) اٿم منهنجون ايهي ڪين جهڙيون قلمي ڪاوشون شال قادر قدير قبول فرمائي. ڪو خوشي جو موقعو بہ ڪونهي جنهن لاءِ طرب خيز ۽ نشاط انگيز تحريڪ ضروري هجي. هتي تہ هڪ بيرحم ظالم جي ظلم سبب ڏسڪڻون ۽ اوڇنگارون ڏنيون آهن ۽ اوڇنگارون هڪ اضطراري شي آهي البتہ جيڪڏهن اختياري امر هجي ها تہ پوءِ ڪو ڏوراپو ڏئي سگهي ها تہ ڏسڪا سر تي برابر ڇو ڪينهي هن صورت ۾ اميد تہ ڪو منصف مزاج مضمون جي موزون نہ هئڻ جي ميار ڪونہ ڏيندو.

---

(١) پري (٢) ڳوٺ يا شهر جو نالو آهي جنهن ۾ بهترين کهاڙيون گهڙجن[redacted]تيون (٣) بزدل ٻڇڙو (٤) ست خراب ڪتڻ

## علم يا اپاڳ (١)

كتاب جي ابتدائي انهن
علم جو وڏن سبب ٿيو
جي، ابم پنهنجي تہ منهنجو علم جو آهي اسلام كي
عمدن اكرن سان كٺي آهي بہ عجيب منطق آهي الفاظ ديگر تہ
منهنجي ترڪ اسلام جو. هي بہ علم جو وڏن. جاهل هئس
الوداع كرڻ جو سبب بڻيو آهي جنهن كي جيستائين
اسلام هك فريب ۽ فراڊ آهي كري جهوليءَ ۾ جهليم ۽ جڏهن
تيستائين جيئي جيئي سدا جيئي اك نور پري كرايم
جهالت جا ڦلا كاٺائي علم واري نپٽ انڌي كجهہ كونهي.
تڏهن ڏئم تہ مار مانجهائي. هتي تہ ڳالهہ ۾ ٽوڙن جو پيو
اسلام نالو ڏني آهي پاڻن ڦوڙكن ۽
مڙئي ٺيو خير.

واه ڙي جي ابهڙا واه. اهو بہ شكر ٿيو جو تون علم
وارو ٿئين جاهل هجين ها تہ جيكر اڄا بہ اسلام جي ماكيءَ ۾
مك وانگر چهٽيو پيو هجين ها. جس هجي تنهنجي انهيءَ علم پڙهائڻ
واري استاد كي جنهن سنهڙو ككمك كي ٻڏير هيئان ڏئي مٿي
كڍي مك جا پير ماكيءَ مان آجا كرايا. جنهن هك تہ ماكيءَ
مان مك جهڙو كنو كٽر كڍيو پيو تہ مك جي جان بچائي
وڌي. ويچارڙي مك گندگيءَ تي آرام ۽ اطمينان سان ويهي
چوسي ۽ چٽي تہ اهو هنجو مهارك ۽ آڏ وڏائي (٢) آهي. ماكيءَ
تي كرڻ واقعي هن جي جهالت آهي. اهو سون گهوريو جو
كن چٽي. اوها لذت وڃي سك ۾ پئي جنهن ۾ جان جو جوكو.
كا جي. ابم جهڙي علم جي اكابر مك ٿي انهيءَ مٿي موچاري
۽ لذيذ ترين گرڻ (٣) ڳان گوشائتي رهي سكهي ٿي جاهل
مك ٽو ڏيڻ جي وڄ ۾ جيترو پاڻ پچارڙي (٤) اوترو هيٺ ٿي
هيٺ هلي.

---

(١) پاڳ (٢) فخر (٣) ڏيڻ يا آها گپ جنهن ۾ ماڻهو هيٺ هليو وڃي (٤) ڦڪي

اي جي. ايم جا تنهنجو علم امام غزالي ۽ امام رازيءَ کان ٻه وڌي ويو ۽ انهن امامن جي عميق علمن جي آخري حد ته اڃا اسلام جي دائري اندر هئي. تون شايد انهن جي علم جي آخري حد کان به ڪي ڇاڙڪيون اڳيرو اوڙي هند پهتو آهين جتي اسلام ناحق تو نظر اچي اهي علم جا امام جن مهڙ ٻتي وانگر ٻاڻ ڪري ڳاري فنا ڪري نه فقط تا دم زيست پر ابدالابادتا ۽ پنهنجي پائدار روشنيءَ سان جهان کي جهرڪايو. ۽ دنيا جي مشهور علمي مرڪز يونان جي فلاسفرن جي اول جاري ڪي انهن جي ٺي قائم ڪيل ۽ مسلم عقلي اصول و ضوابط کي تسليم ڪري انهن جي ٺي ڪلين قاعدن تي ڪاربند رهي انهن جي طورن طريقن سان بنايل صغري ڪبري مان نتيجا ڪڍي انهن جي ٺي ناهيل عقلي دليلن جي هٿيارن کي خود انهن تي استعمال ڪري انهن جي ٺي علم ۽ فلسفي جي قانونن سان انهن جي علم ۽ فلسفي کي ڏهيون (۱) ڪري ڇڏيو نه فقط انهي چار ٺي کي ڏهيون ڪيو پر بظاهر هنن جي بنايل مضبوط ۽ وزندار عقلي دلائل ۽ اٿاهه علمي ذخيرن کي سر جي سڙيل سنگ وانگر ڦوڪ سان اڏائي ڪالعدم ڪري ڇڏيو. پر شايد انهن جي علمن کان به اڳتي ڪا علم جي اڳاهين حد اهڙي به آهي جتي ماڳهين ماٺو اسلام جو دشمن بنجي ٿو وڃي ۽ اتي تنهنجو پير پهچي ويو آهي. هائي اچو ته تنهنجي علم جي تمام ڏکهي تاڃي جي ماپ وٺون جيڪا شب فراق کان به ڏکهي آهي جيڪا زلفِ يار کان به ڏکهي آهي جيڪا انڌلٺ کان به ڏکهي آهي پر جيڪا ڪهڪشان کان به ڏکهي آهي ۽ جانچ وٺون ته انهن جي سٽ جا پڙا ڪيتريقدر پڳل آهن ۽ اهو سٽ ڪيتري قدر سنهون ڪتيل آهي. آهي ته ٻيلي ڳري ڳالهه جي. ايم جي علم جو ڪاتو ڪرڻ ڪا چرچي جي بات ناهي. سمنڊ کي سپين سان اپاٽون آهي ٿر جي واريءَ کي مراڙي جي ماسن ۽ تولن سان تورٽون آهي. هماليه جبل جي پيمائش ڪري انچ ۽ سوت سنڀالنا آهن. سج جي پکڙيل روشنائيءَ کي چوٽائين

---

(۱) ذرا ذرا

انهيءَ ايڏي علم جو انت معلوم
سان پري پورو ڪرڻو آهي. جو تارون نه معجي
ڪرڻ آسان نه سمجهي ٻر دريا ۾ پيل ماڻهو ٽوٽي
نه ٻه ڏڙها ۽ ڏاڦوڙا هئي ڪنهن ٻاسي نه ٿيندو، هاڻو سائنسن اوهانجو
اهو اڻ ميو ۽ اڻاهه علم اڄهو هي آهي، انگريزي ۾ ميٽرڪ پاس
اهو ميٽرڪ جيڪو اڄڪله ڪاڪوسن صفا ڪرڻ وارڊون ٻنکيائيون
ڇورڀون ٻه پاس ڪريو ٻئن (۱) اڄو عربيءَ تي اوهان صاحبن جو
استاد مولوي الهه بخش ڪنيار جيڪو وبچارڙو ٻاڻ ٻه ڏڍهن جو
ڏڏ ۽ نالي جو مولوي آهي اهو فرمائي تو نه ڇا جي ٻگ ڇاجي
ٻي. ٻڪهار جي پيسن مٿي ڪرڻ لاءِ مون کو وقت رهي جيڪي
ٻنا مون نه ٻاڻ تي پڙهي ڇاڻا نه شوخ چشم شاگرد سي ٿلها
ورق ورائي نالي جو نوڙ مٿي تي ٻڌائي ڪٿي ڇڏيومانس لياقت
همراه ۾ نه عربيءَ جي ٻن سٽن لکڻ جي نه ڪنهن ڪتاب جي
اڌ صفحه پڙهڻ جي مولوي الهه بخش مرحوم ٻڌڻ ۾ آيو آهي نه
اڄ کان ۴-۵ سال اڳ وفات ڪري ويو آهي اهڙن ٻارن وارن
انگريزي ۽ عربي جي علمن کان سواءِ ڪوه ڇاڻان تو ڪهڙا
علم پڙهيا جن توکي علمي احاظ سان ابليس جو ٻه ابو ٻنائي ڇڏيو.
علمي سرمايه کان ايڏو تهي دامن ۽ ڪنگال جنهن وٽ علمي
سرمايه جي [redacted] سان سچ پٽي واڪا ڪري صفا ڇتوڙ سو عربي
۽ انگريزيءَ جي ٻاڻن ٻاڻن اکرن تي ايڏو مٿو ۾ اڇي ويو آهي
جو اسلام کان ڦرڻ جو ڪارڻ پنهنجي علم جي واڌ ٿو ڄاڻائي،
۽ اسلام جهڙي عظيم مذهب کي ٻن جي ڀتل ٻتر (۲) سمجهي ڊاهڻ
لاءِ انهي ڪي تو نان تو هئي. ڦڪو ٿو ٿئي.

لحاظ

بلي بلي. علم همراه جو قاعدي کان وڌيڪ ٿي ويو آهي
نقل ڪندا آهن نه ڏاهرين جي پٽيل ذات وارن کان پنهنجي وات
تي پٽي ٻڌائي نه مٿان واڻ تي منهنجواڻ ميو عقل وهي نه وڃي
حڪم ڪيائين نه ڪچهري ۾ پهچڻ کان پوءِ پٽي ڪولجو نه
ڪچهريءَ تي عقل جون پالوٽون ڪريان الحاد پرستن کي ٻه

(۱) هلن (۲) پرائي ۽ سڙيل ڪاڏل ٻتر

کهڙجي ته سنڌن ماءُ ناز عالم جي وات ۽ چوٽين ۾ ڪپاهه جا ڦڙا وجهي مغز جا سڀ منفذ بند ڪري مٿان پٽيون ٻڌي ڇڏين نه ته جيئن اڄڪلهه مهراڻ مست ٿي ملڪ ٻو ٻوڙي تيئن جي. اهم صاحب جي علم جو دريا به سڄي سنڌ جي ستيا نه ناس ڪري ڇڏي آخر بالڪل ڪهڙون جو تيو سو ڪنان ته ٻوڙيا ڪري نڪرندو اسلام جي وڏي چڪ اها پڪڙي اٿس ته اسلام جا ڪل رڪن اڳوڻن مذهبن تان ڪاپي ڪيل آهن جيڪڏهن ڪڏهن به قرآن پاڪ جو پڙهڻ ڪيس نصيب ٿئي ها ته اهڙو احمقاڻو اعتراض ڪونه ڪري ها. اڙي ڪاپي ڪرڻ انهيءَ صورت ۾ چئجي ها جو پيا مذهب ٻين خدائن جا ناهيل هجن ها ۽ اسان جي خدا جو معاذ الله ٻين خدائن جي ناهيل رڪن تي روح رکي وجهي ها جڏهن رب هڪڙو ئي آهي ۽ انهي هڪڙي ئي رب حضرت آدم عليه السلام کان حضرت احمد مجتبيٰ ﷺ تائين سڀني نبين صلوات الله عليهم اجمعين جي واتان ساڳيو پيغام موڪليو آهي ۽ هر دور ۾ ساڳي طرح عبادتن ۽ جمله چڱاين جو امر ۽ جمله بڇڙاين کان منع فرمائي. قرآن صاف طرح سان فرمائي ٿو ته روزا اوهان تي فرض ٿيا جيئن اڳين امتن تي فرض ٿيا اهڙي طرح سان نماز، حج، زڪوات، جهاد سڀ ڳالهيون سڀني نبين جي امتن تي ساڳيءَ طرح فرض هيون. حتيٰ ڪه اسلام جو نالو به ڪو نئون نه آهي حضرت آدم عليه السلام کان ساڳيو هلندو اچي رب فرمائي ٿو ته مون اوهان کي ۽ اڳين کي مسلمان جو نالو ڏنو. جيڪڏهن ڏسجي به ڪو عقل ۽ شعور هجيس ها ته چوي ها ته ازل کان ابد تائين ساڳيو اسلام هلندو ٿو اچي ۽ هلندو رهندو ۽ ڪاپي ڪرڻ وارو احمقاڻو اعتراض ڪونه ڪري ها ۽ اسلام جهڙي عظيم مذهب تي اهڙين آلرين ڪونه اچي ها. رب رسي ته مت کسي هٿي ڪونه هٿيار مون اسلام کي عظيم انهي ڪري نه چيو آهي ته اسلام جا پيروڪار اسي ٨٠ ڪروڙ آهن مون اسلام کي عظيم انهي حيثيت سان چيو آهي ته اسلام جي حقانيت تي ايترو گهڻو لکيو ويو آهي جنهنجو هزارون حصو به ڪنهن مذهب تي نه لکيو ويو آهي هزارين علم جي امامن اسلام جي هڪ هڪ

ـــ رڪن تي فلسفياڻه انداز ۾ ايڏو ته بحث ڪيو آهي ۽ ايتري قدر
عقلي دلائل ۽ براهين پيش ڪيا آهن جو انساني عقل ۽ فڪر کي
مڃڻ وسهڻ ۽ انهن جي اڳيان سر تسليم خم ڪرڻ ڌاران ڪا
ڪا راهه ئي رهي نه ڪا واهه. ڪنهن نياڻي ۽ نحس ۽ ٺڏ (١) کي اهي
ڏسڻ نصيب نه ٿيا آهن ته انهي ۾ اسلام جو ڪهڙو قصور خورشيد
نه مجرم از کسي بينا نيست" علم جو وڏڻ سبب بنيو اسلام جي
چڱڻ جو، انهي جو مثال هي آهي جيئن ڪو ناٿهو چوي ته اڳون سڄو
اڳي انڌو هئس مون سڄ کي ڪجهي طرح سان ڏٺو هائي آهي ته سڄ ۾
ٿيو آهيان اکيون ڇنڊيون ٿيون آهن تڏهن پتو پيو اک جي ايمڙا ڪونهي
اونداهي ڏاران نور ۽ روشني جو ذرو به ڪونهي آهي اٿين چئو ته منهنجو
اها پڙاش (٢) نه هئي ته منهنجو علم وڏو آهي منهنجي حماقت وڏي
نياڪ وڏيو آهي منهنجي نحوست وڏي آهي مون تي بدبختي ۽ شقاوت
آهي مونکي شومي قسمت گهيريو آهي
غالب ٿي وئي آهي مون کي ضلالت ۽ گمراهي ڏاڍا پڪ وجهي
پاڻ وٽ اهڙو سوگهو ڪيو آهي جو ڇريو به نه ٿو سگهان هدايت
۽ چڱائي بيزار ٿي مون کان کوهن جا کوهه پري ٿيندي وئي
آهي تڏهن اسلام جي روشني ۽ تابا کي جنهن تي سوسو سج صدقو
ڪجن انهي جي ڏسڻ کان منهنجون اکيون محروم آهن باس ته
اڳون ڇمڙو يا چپ آهيان روشني مونکي ئي سيپائي مونکي
ڏکي ٿي لڳي اونداهي سان جي ۽ جون جڙيون اٿم شبڪوري نه
روز ڪوري جي مرض ۾ مبتلا آهيان.

## علم جو سلڱ

اسان جو ممدوح جنهن علم جي سڱ سان هليو آهي اسلام
کي ٻهون هٿ. سو آهي هوندو جو لفظ، هڪ ٽنڪو ڪٽليه ـــ
ـــ سڄو هوندو جي هڪڙي ٽنگ تي بيٺل آهي
حوالا ڪيترا لکي ڪيترا لکجن، اسلام جو هي رکن به غلط

(١) سرڪش نه مڃيندڙ (٢) پٺاڪ.

هي حڪم به غلط دليل ڪهڙو جي ڀورين هنئين هوندو پوءِ هنئين ٿيو هوندو پوءِ هنئين ٿيو هوندو. عجيب طرز استدلال آهي عجب انداز سان عقل جون ڌڄيون اڏايل آهن. اهڙي تون ته چوءُ ته اسلام جي هن هن رڪن ۾ هي هي عيب آهن هن هن سببن ڪري اهو رڪن عقل سان ٺٺو نٿو ٺهڪي عقل جي ڪسوٽي تي سچو سون نٿو ثابت ٿئي. نچڻ ته پوءِ گهونگهٽ ڪهڙا. جيڪڏهن تو کي اهو ثابت ڪرڻو آهي ته اسلام جا ارڪان ۽ اصول ڪن اڳين قومن جي هن هن بدرسمن ۽ توهم پرستين جي پيداوار آهن ته تون ڪنهن ڪوڙي سچي تواريخ جو حوالو ڏي ۽ چوءُ ته هن هن تواريخ ۾ هينئن به آهي هيئين به آهي پوءِ ڪٿي اٿن ته به هجي ته ڇا ٿي پيو، ڪفر جي ڪوڙ کي ثابت ڪرڻ لاءِ آخر ڪوڙئي استعمال ڪرڻو پوندو. ڪوڙ جي ديوار جو بنياد ئي ڏڏن ڦٽن جي ڀورو ڀرڻ تي استوار ٿيل هوندو آهي، تڏهن ته اها هڪڙي ڏينهن اڃان نهي مس راس ٿئي تي ته ٻئي ڏينهن ڦهه (١) پٽ تي باقي اها ڪهڙي معقوليت آهي جو آهي کي ڇڏي هوندو يقين جي شاهراه کي ڇڏي شڪ جي گپ چڪ ۾ ليٽڙي پاڻ کي ڀوت بنائين تو ۽ اسلام جي هر حڪم کي نه دليل نه دلائل رڳو ڀورين هنئين هوندو يعني ڀورين هي رواج هوندو پوءِ هنئين ٿيو هوندو يعني پوءِ انهيءَ رواج سڌري هي صورت اختيار ڪئي هوندي پوءِ هنئين ٿيو هوندو يعني انهي مان هاڻوڪو هي اسلام جو حڪم ٺاهيو ويو هوندو انهي هوندو هوندو جي لفظ سان رد تو ڪرين، ڀلا جيڪڏهن ايها هوندو هوندو واري تنهنجي ٻلر (٢) سان ڏوتل پوتي خود تو کي اوڏانجي ۽ اهو هوندو وارو قانون خود تنهنجي ذات والا صفات سان لاڳو ڪري ڪو وات ڦاڙو هنئين چئي وجهي ته ڀانيان ٿو ته جناب محترم جي، ايم صاحب ڀورين ٻلو هوندو پوءِ باندر ٿيو هوندو پوءِ چراخ ٿيو هوندو پوءِ ماڻهو ٿيو هوندو پوءِ عالم ۽ فاضل ٿيو هوندو ته پوءِ ڇا تون اهڙي احمقانه استدلال کي مڃيندين؟ جيڪڏهن نه ۽ يقينا نه. ته پوءِ ڇاڻ اي اڻ ڇاڻ ته

---

(١) پٽ تي ڦهڪو ڪري ڪرڻ (٢) مينهن جو پاڻي

اسين ۽ پنهنجي پاڪ دين تي تنهنجو ملڪڙائي سان ڪيل ايهو هوندو هوندو وارو حملو سهڻ لاءِ هرگز تيار نه آهيون، وات سنڀالي ڳالهاءِ ياد رک ته مسلمان تو کي تنهنجي ذلل مرچن جي عوض مصري ۽ ماکي مٺي ڪانه ڏيندا. البت اٿين تي سگهي تو مرچن جي عوض مسلمان تو کي ايرڻي جون اڇائون(1) ڪن ڪريلي سان تنهنجو ڪاڪڙو ڪڙو ڪن.

## سنڌ جي سوکڙي

جناب جي. ايم صاحب اسانجي سونهاري سنڌ جي سوکڙي آهي هاڻي اچو ته انهي ۽ سوکڙي کي ڦولري ڏسون ۽ تجزيو ڪري معلوم ڪريون ته انهي هڙ ۾ ڪهڙا ڪهڙا وڙ ويڙهيل آهن ۽ انهي جي ٿهن مان ڪهڙا ڪهڙا تحفا برآمد ٿين ٿا. زعفران يا ٿوم مشڪ ۽ عنبر يا هنگ ڦوٽا لونگ يا ٽموريون ۽ ڳگريون لعلون ۽ موتي يا ڪچ ڪوڏيون ۽ ڪيڪڙا ڳاڙهو سون يا ڪارا ٺڪر. يعني ته سنڌس ارڪانن جو اونهون اڀياس ڪري ڏسون ته موصوف ماڻهو ساڃهون سپوت لائق پريو ۽ ڳالهه ڪٽ جهڙو آهي يا ماڳهين ڪو نسڏو بنهن ڪو ڏاميچ ۽ ڪانچ (2) صفا ڪو ويل آهي.

## جي ايمڙي جو اڳيون جوڙ

جي. ايم پنهنجي ڪتاب ------------- جي پهرين صفحه ۾ پيش لفظ جي عنوان سان وڏي ڪر فر سان رقمطراز آهي ته:

عهد شباب ۾ مون روزا رکيا نمازون پڙهيون وعظ ڪيا
ماڻهن کي زوري نمازون پڙهايون يارهيون ۽ عرس ڪيا بزرگن
کان طريقت جا سبق پڇيا ۽ وڏي جهد سان پڪا ڪيا تهجد

(1) آڇون يا پيشڪش (2) فتنتي شرارتي

ٻڍهير وغيره. يعني هر حال حاضر جو ملحد ۽ زنديق جواني ۾ ڪو ٻهتل بزرگ هو. جيڪو اڄ تڪو بہ نتولهي سو ڪنهن وقت ۾ سوا لک ڪان بہ ڀاري رهيا مٿي هو گهٽ ڪونہ هو. هي جيڪو سنڌي ۾ چوندا آهن تہ [١] ڪرڻ جي مند ڪانهي [٢] ٻڍڙائي ڀٽ ۾ پئي آهي جڏهن ڪو ڪٽي [٣] اڄي ڏاڙهي اتو خراب [٤] جيڪو اڄن ۾ ڪري سو ڪنهن تان بہ نہ ٽري اهي ۽ انهي قسم جا ڪل پهاڪا گويا ڪہ جي. اهم صاحب جي ذات والا صفات تي حرف بحرف سچا ثابت ٿي چڪا آهن ورنہ هو تہ اڳ ۾ ڪو سلڪڻون سپوت سباڻو سياڻو سدورو سون ورنون لائق ٻريو لا ڪيٽون سدا سگهڙ ۽ سنگهار هو. بار قضا سان ڪٿي اتو ڪاٿي وڃي ليکي جو ليک غالب ٿي ويو جيڪو اهڙو عجيب هو سو اڄ اهڙو هاڃيڪار بڻجي پيو، تو ٻانهن توبانهن چا نہ ٿي ويو ڀلارو بزرگ ڦري ڀليل بز بڻجي پيو هاڻي ضروري ٿيو تہ موصوف جي ڪيل دعوا يعني سنڌس عهد شباب جي اتقا ۽ عرفان جي آپنار ڪئي وڃي ۽ سنڌس اڳين جوڻ ۽ نشاه اولي جي عجيب احوال مان قارئين ڪرام کي ڪجهہ چاندو پاڻي ڪرايو وڃي.

چوندا آهن تہ مائٽ مرن ٻر مڃيجي نہ مرن. مڃيجي (١) سنڌس عهد شباب ۽ اڳين جوڻ بابت اڇهو هنئين تا گهر ريزي ڪن انهي بيان واجب التبيان سراپا اذعان ڪان اڳ هڪ ٻدل نقلڙو لکڻ مناسب پيو نظر اچي. هڪ هندو حسب دستور ساڻن بعد سنڌس ماءُ جي سماڌي تي پوريون، شيرو، ڪيهر ۽ پڪان ۽ ٻچا چا رکي ٻئي ڏينهن جانچڻ آيو تہ اُتي چا جو پير آهي يعني کهڙي شيءِ اهو سامان ڪائي وئي آهي جنهن شيءِ جو پير هوندو لازمي طرح سان اهي مال مليدا انهي ئي گيتون ڏئي ڳرڪايا هوندا ۽ پي جوڻ ۾ سنڌس ماءُ جو روح بہ انهي ئي شيءِ ۾ استراحت پذير ٿيو هوندو. اچي ڏسي تہ هڪ ٻهڙي ڪتي رکيل ڪل ڪاڄ ڪائي اتي تڏا مانجهاندا ڪري رهي آهي. پيرن جي نشان بجائي

(١) اتي پٽي جو واقف

ڪائينات ۾ شيءِ خود موجود هئي. هائي ته شڪ جو سوال ئي ڪونه هو هندو ڌرم جي قانون مطابق شريمتيءَ جو روح يقينا انهي ڪتي ۾ واسو ڪري چڪو هو چنانچه هندو صاحب پنهنجي ميه محترمه ماءُ کي گهر وٺي آيو ۽ ڪملا ديوي (زال) کي حڪم ڪيائين ته هيءَ امڙ لڪشمي آهي هن جي خوب خدمت ۽ ادب ڪجان تيون روٽي ڀورن هن کي نوش جان ڪرائي پوءِ ٻين پاڻين کي اچا(۱) ڪجان.

فرمانبردار زال چيلهه ٻڌي سس جون چاڪريون شروع ڪري ڏنيون ڪتي مهوڙ ئي وٺي هڪڙي ڏينهن واڻيون گهر اچي ڏسي ته گهر جي اڱڻ ۾ سندس چوٻيري ماءُ جو گهوٽ جي هڪڙي ڪتي سان معاملو اخذ و عطا جو شروع آهي ۽ ٻئي افزائش نسل لاءِ قانون فطرت جي عين مطابق عملي ڪوشش ۾ همه تن مصروف آهن ۽ هڪ ٻئي مان جلب لذات جي لذيذ عمل ۾ پوري اطمينان ۽ آرام سان محو ۽ منهمڪ. سيٺ صاحب کي سندس مزعومه ماءُ جي اها حرامزائي واري حرڪت بيحد ڏکي لڳي. ڪيڏانهن سيٺ صاحب جو شان ڪيڏانهن گهوٽ جو هڪ خسيس ڪتو جو سندس ماءُ جو مڙس ۽ چاچي چوائڻ جو مستحق بنجي چڪو هو. ڪتي ترقي پسند اديبه ۽ ڪميونسٽ خيالات جي هئي جن جي لغت ۾ شرم حيا ۽ غيرت جو اکر عنقا آهي من کي اهو ڪوبه احساس ڪونه هو ته انهيءَ حرڪت سان پٽ جي منهن تي لينگها ڪڍي رهي آهيان ۽ پٽ جي نڪ، چپ ـو بغير ڪلورو فارم سونگهائڻ جي پوسٽ مارٽم ڪري رهي آهيان. ڪي به اخلاقي پابنديون جناب جي. اهڙ وانگر هن جي نظر ۾ دقيانوسي خيالات ۽ وحشيانه دور جون نامعقول نشانيون ۽ محض توهم پرستيون هيون سا پٽ جا نڪ چپ مان شان ننگ ۽ غيرتون پنهنجي نفس پروري وارن لذيذ لمحن تان بي تحاشا نثار ڪري رهي هئي. الحاصل ته سيٺ صاحب تمام گهڻون

---

(۱) آچ يا پيشڪش

ڦنديو ڦوڪيو وڦليو ڏڍيو ڏاڍيو حتيٰ ڪہ ماڻ ڪي شخن ٻ ڪيہائين. سندس زال چيو تہ منھنجي سس جون ايھي عادتون اڳين جوڻ ۾ ٻ ھيون فرق صرف ايترو آھي تہ اڳين جوڻ ۾ سندس ٻيرن تي روحاني راز ھوندا ھئا ۽ ھاڻ ھر جنس ھئڻ سبب سندس آرچو ٻيرن چاھيندڙن تي آھي. ھا سو ڳالھ تي ڪئي سين محيجين جي. جيڪي چون ٿا تہ جناب جي. اير صاحب جا اچڻ مھتي جي ماڻ وانگر اڳين جوڻ (عھد شباب) ۾ ٻ آھڙائي اڻ سھائيندڙ ۽ سندس بزرگ مائٽن جي منھن تي تہ ھوندڙ ھئا انسانيت جون ڪل حدون اڪي ٻ اڄ وانگر نڪا ۾ نڪا تہ اورانگي ويندو ھو مثال اڄ ڪاڻ اٽڪل ٣٣-٣٤ سال اڳ (ممڪن آھي تہ اھو اندازو ڪجھ ڪم و بيش ٻ ھجي) اھڙي ٻ ڪا ڏنگري ڏري (١) اھڙو ٻ ڪو واڻ وريو جو جي. اير صاحب وزير تعليم بنجي ويو. مسجد منزل گاہ تحريڪ جا شرڪاءِ ڪار جيڪي ڪيس سر وڃڻ ۽ سچو مسلمان سمجھندا ھئا انھن جون اميدون آسمان سان ٽڪرڻ لڳيون ھيون تہ اجھو ٿي ملڪ ۾ اسلامي تعليم شروع ٿئي اجھو ٿيون رب جون بي پاياں رحمتون ملڪ ڏانھن منعطف ٿين اجھو اٿيون ڪبر ۽ ماڪي ۽ جون نديون وھن. مسترجي. اير خوب طرح سان ٻاڻ موڪيو ۽ دل گھرين دوستن جي اميدن ۽ آرزوئن جون جھوليون مراد جي رنگارنگ گلن سان لبريز فرمايون ۽ ھن جي مشام جان ڪي واہ جو معطر ڪيو. حڪم ڪيائين تہ گرلز اسڪول جي ڇوڪرين لاءِ گانو ۽ ناچ ۽ رقص ۽ انھي جا لوازمات ۽ انھي جي لوازمات ڪي ڪاميابي سان نباھڻ جا طور طريقا سکڻ لازمي رھندا. مسجد منزل گاہ جھڙي خالص مذھبي تحريڪ جي اڳواڻن مان ھڪ برک اڳواڻ اھڙو حڪم نافذ ڪري سا ڪا گھٽ محيرالعقول ڳالھ ڪانہ ھئي. مونکي ياد آھي تہ سندس مسلمان دوستن مان ڪي اوھي جيڪي فرط محبت مان ڪيس جي. اير سيد جي بجاءِ لاڏڪوڻ مان جيبيم

---

(١) ڪاري رنگ جي وانچ يا جھڪ جي اچڻ ڪي ڏنگري ڏرڻ چئبو آھي.

ته ڇا خبر آهي
ٻڌي ويا ڪو ڳڙو ٻهڙي ته ڍڪرجي ويا ڪو ڳڙي ته ڇا خبر آهي ۽ مسلماني
سيد چوندا هئا اهي ته ڍڪرجي ويا ڪو ٻڙي اجان بقول سنڌس مسلماني ۽
ورندي نه ٻيا ڏيو سڱهن اهو ته اجان بقول سنڌس نيائين ڪي
بزرگي وارو دور هو جڏهن هن مسلمانن جي معصوم نيائين ڪي
ڪانان ڳاراڻي نچائي پنهنجي خبيث نفس ڪي مڃائي مهوڙ تي
ڪبو ۽ اها مسلمان قوم جيڪي چوندا آهن ته مال صدقو سر
تان ۽ سر صدقو لڄ ۽ غيرت تان انهن جي پاڪ نيائين ڪي هي
ناپاڪ ۽ نااهل ڳائڻ ۽ نچڻ واريون ڪنجريون بنائي رهيو
هو. انهي ماڻهو ڪي نمازن روزن تهجدن ۽ ذڪر اذڪار جي
هام هڻندي شرم اچڻ گهرجي ها. پر شرم آئي ڪٿان جو انهي
پارٽي جي پري تري بازار مان لڪ رهڻي ۽ شرم ۽ حيا جي رتي
ته ڇا پر رتي جي چاليهين پتي به ملڻ نه فقط مشڪل بلڪ ناممڪن
آهي. اتي شرم جو سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي ڇو ته ايها شئي اتي
پيدا ئي ڪانه ٿي ٿئي ۽ نه انهي جي درامد ڪرڻ جي ڪا
ضرورت ئي محسوس ڪئي وڃي ٿي. انهي موقعي تي شرم ڪرڻ
گهرجي ها جو اڪر چوڻ ڏي نامعقول ۽ ناموزون آهي.
اهو اڪر واتان نڪرڻي ويو آهي ته بصد معذرت انهي ڪي
واپس وٺان ٿو.

## مثال ٻيو ڀاءُ ٻوه ۽ تخريب ڪاري

جي. ايم جي وزارت جو دور ته نڪي واءُ وانگر مسلمان
قوم جي منهن تي هڪن جا ڪ ڏوڙ وسائيندو، وسائيندو شوشات
۽ زونزات ڪندو تڪڙو تڪڙو متي ويو. پر سنڌس تڪ جا تڪ
نر جا ووٽر اليڪشن ۾ وري به ڪيس ڪامياب ڪندا آيا. ميمبري
جي دور ۾ موصوف ڪهڙا ڦاڙها ماريا ڪهڙا اڪ ڪارا ڪيا
ڪهڙا قابل ستايش ڪارناما سر انجام ڏنا سي سنڌ جا ماڻهو
ڄاڻن ٿا ته ڀاءُ ٻوه ۽ تخريب ڪاري ڏاران پل چڪ ۾ به ڪو
ڇڱو ڪم وٽانئس سرزد نه ٿيو.

ڪاهي به غلط هم سوئي مقصود نرفته،
گويا ره آوار ڪيش راهبري داشت.

جيڪا ته وزارت لهندي هئي انهيءَ جي ٻاهر لاءِ سندرا ٻڌي پليان پوندو هو. لڏڙو ته ڪنهن وڏي واهه جي وچ ۾ ڦوٽ وڌڪري ۽ جبل بند کي سوراخ ڪري نيٺ گهاري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي. چوندا آهن ته شينهن جي پليان ته ڦڪاري چڱي ناهي. ميسڙو ماڻهو هوڻ ته خطرناڪ ٿيندو آهي سو سن جو سائنين ته پنهنجي مار ۾ جنهن وزارت جي ديوار جون پاڙون کوٽڻ لاءِ رات ڏينهن هڪ ڪري چنجورن جي وارو وار لائي ڏيندو هو سا ڪٿي ٿي بچيو سگهي. وزارت اڃان ڪي مهنا مس هلندي هئي ته ڦهه پٽ تي. ڏيکو ابڙو ٿيندو هو جو سنڌ کان ٻاهر وارا ته ٻڌندا هئا سنڌ اهو عمل مسلسل جاري رهيو سنڌس وجود ديوار وزارت جي پاڙن ڪاٽڻ لاءِ اڃي نمڪين ڪار جي حيثيت رکندو هو. وزيرن جي ڪرسيءَ جي پاڳن کي سن جو سائين هميشه پوئڻ پنجي ڪائيندو ۽ اڏوهي پنجي پنو ٺهائيندو رهيو. وزير هن مهڙي اندر جي رڏل عدوجي هئان گويا طوفان ۾ گهيريل ٻيڙي ۾ سوار هوندا هئا جن کي ڪرڻ جي ٻپ ۽ ڦڪ بچائڻ جي ڳڻتي کان علاوه ملڪ جي ڪنهن به ڀلي جي مهم ۽ سڌاري جي ڪنهن به سٽا جي سرائي (۱) ڪانه ٿي ٿي سگهي ملڪ نه سڌري ته نه سڌري ڪوبه ڀلي جو ڪم نه ٿئي ته نه ٿئي پر هي سازشن ۾ سدائين سرمست رهندڙ سائين پنهنجي فساد واري فطرت اڳيان مجبور ۽ پنهنجي داه ڊوه ۽ تخريب واري (۱) خس ۽ ارذل عمل تي مسرور ۽ مجبور رهندو آيو. جنهن کي اهڙي هاچيڪار هٿ چراند کان ڪوبه هٽائي نه سگهيو.

نصيحت کن مرا چندا نکه خواهي،
که نتوان شستن از زنگي سياهي.

---

(۱) مهلت ملڻ

مثال ڏيون ايمان جي گهور

اسڪولن جون مسلمان ڇوڪريون ڳائن ۽ نچن سگهي
خدانخواسته ڪچهريون نچي سن جي ساڻدي جو روح وندرائين
اها سنا سندس اڳاري جي ڏينهن جو ڏنل شيطاني خواب وانگر ثابت
ٿي وزارت سان ڪڏ ادهن رتائن تي به واري وري وئي ۽ سنڌيءَ
جو ڀاڳو نه سانڊي جي ڦوڪ مان نه وريو نه سريو سچو ثابت
ٿي چڪو پر جيڪو مڙس ٻاهر پيرو ۽ لانگ، ڇوٽو سوڪٽي
ٿو سگهي:

اگر کهو گيا اک نشيمن تو کيا غم،
مقامات آه و فغان اور بهي هين:

تنهن کي وري ٻي متبادل راه سوجهي (١) ۽ ڪم تيل ڪس
جو نعم البدل ڏٺون ڪس سجهيو، انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد جي ڪن
صوفي منش هندن ٿياسافيڪل سوسائٽي جو بنياد وڌو جنهن جو
مول متو هي هو ته ڪل مذهب حق تي آهن ويهر وڌ ڪيدي
سڀڪنهن مذهب سان ميٺ ۽ محبت قائم ڪرڻ گهرجي اگرچه
سڀ حق تي ۽ سڀ سچا جو صاف مطلب هي ٿو وڃي بيهي ته
سڀ ناحق تي ۽ سڀ ڪوڙا، ڇو ته هرهڪ مذهب پاڻ کان سواءِ
ٻين مذهبن کي ٻانگ دهل ناحق تي ۽ ڪوڙو چوي ٿو پوءِ جي،
هرهڪ کي ڪوڙو ۽ ناحق ٿي چوڻ واري هرهڪ جي دعوا سچي ته هرهڪ
ٻئي جي دعوا مطابق ڪوڙو ۽ ناحق ثابت ٿي چڪو. سچو ڪوبه
مذهب رهيوئي ڪونه هندن اها سوسائٽي مذهبن کي ختم ڪرڻ
واري بدنيتي سان قائم ڪئي هئي يا سچن واقعي ڪا چڱي نيت
هئي پر انهي ۾ انهي وقت جي سنڌ جي ٽيهن لکن مسلمانن مان
جيڪو نر جو ۽ نسلڙو نوجوان خدا جي حڪم لا يتخذ المؤمنون
الکافرين اولياء من دون المؤمنين معني مؤمن مؤمنن کان سواءِ ڪافرن
سان دوستيون نه ڪنڍين ۽ من يتولهم منکم فانه منهم (معني جيڪو
اوهان مان انهن سان (ڪافرن سان) دلي دوستي رکندو سو انهن

(١) راه جو سجهڻ يا هٿ اچڻ

25

سان ٿي ٿيو يعني اهو مسلمان ٿي نه رهيو بلڪ مسلماني کان منهن موڙي رب سان ڪل لاڳاپا ٽوڙي ٻه مصداق هرچه در کان نمک رفت نمک شد ڪافرن سان يڪجان ٿي ڪافر ٿي ويو اهو سڀ جو سانده ٿي هو جنهن احڪام الاهي کي عدولي هندن تي وڏا هيچ ڪيا ۽ هين جي حب ۽ اندر جي اڪير سان هندن سان هڪ ٿي ويو ۽ انهي سوسائٽي تي سر صدقو ڪرڻ لڳو. جو نه سر صدقو ڪري جو هن انهي سوسائٽي جي صدقي ميسر ٿيندڙ مهوشن جون ملاقاتون تاڙيون هيون جنهن اسڪولن واري ناڪام ٿيل تجويز جو نعم البدل ۽ اتي جي متوقع ماحول کان وڌيڪ موچارو وايو منڊل هئي جانچيو هو. جنهن ڏٺو ٿي ته جيڪي هڪ رنگ جون ڪي ڪچيون ڪي ڪڪوريل ڪي پوري ۽ طرح ساز بکل ۽ رس ڀريل ڪکيون پري کان ئي پاسيارين دا پڌريون مس ٿيون پسجن سي ساهون ويهي منهن مڪابر مجلسون ڪنديون.

جي پڌرا سونهن سي جي اڄن ساهان،
ته رکون سڀ رچن ٿي تاڙائي تن ڪي.
(شاه)

جيڪو هنيون هڪڙي لاءِ حيران تنهن کي هزارن جوڳن هم نشينيون حاصل ٿينديون جن ڏانهن آڏي اک سان نهارڻ به ڏيپ هيڪو انهن سان اطمينان سان چهار چشمي جا مواقع ميسر ٿيندا. جيڪي اجايل اکيون ڪنهن وچ جي ذرڙي چمڪاٽ لاءِ واجهائي ۽ بڪ پائي جا وهائي رهيون آهن تن اکين تي ساعت ساعت ۾ ڪوٽين جا سوسو سيلها (۱) ڪري ساڙيندا نه پر نور ۽ نظر وڌائيندا. سنهڙن رڻن منجهان نڪرندڙ روشنائي جون راسيون (۲) جيڪي ڏوراهين پنڌ کان به ڪنهن قضائي ٿيون ڏسجن سي ڀر ۾ اچي باصره نواز ٿينديون. اندازو صحيح نڪتو حيدرآباد جي هيرآباد جيڪا انهي زماني ۾ سنڌ جي پيرس سڏبي هئي ٿياسافيڪل سوسائٽي سڻ جي سانئين ڪ انهي ۽ جي وچ ۾ پهچائي اچ وچ جا دروازا کولي اتي ٿيندڙ محفلن جو مور بنائي

(۱) ڪنوڻ جا تجلا (۲) روشنائي جون لاٽون

ڪڪوريل ڪي پوري طرح ڇڏيو، جني ڪي ڪڇيون ڪي صفا نوهرون ڪي درسفته سان بڪل ڪي آڻنا ۽ ڪڙ تيل ڪي گهمايل ۽ اولي تيل ڪي درناسفته ڪي سوارن جون ڪرتايل جو مال حاصل هو انهي ڪي صفا جڙيون الحاصل ته هرقسم جو بالو (١) ووٿائيون وقت هيراباد جو مثال ايهين هو جيئن ڪو بالي جي باٽ اونداهي ودي نئيون نئيون ڏيکون نامي اوٿيهين تاريخ جي حد نظر تائين ۾ انهن ڪل ڪهڙن (٢) کي باهيون لڳايل هجن ۽ گهر گهر ۾ مشعل فروزان او گهاٽي اوگها (٣) برندا يا ڏسجن هتي ۽ محسوس ٿيندو هٿا ۽ برندڙ ڏياٽين جو چهڻي ڪونه هو انئين پيو هانڊڙ قرندڙ هزارن هو ته مثال تارن ۾ لٽڪيل هزارين بلب هٿ مستعار اهاء (٤) سان بلن ڪان روشناڻي جون اوڙرون ڪئي انهي ضيا باري ڪري رهيا آهن هاڻي هڪ بکايل بکهڙ هزارن هرڻين جي دڄ ۾ هاٿون (٥) ساٿون ٿي ئي ڏڙڪ هلق قرڻ لڳو. هو ته فقط اڌرو ٻر چارڻ ۽ وڙڪائڻ لاءِ ولي وڄڻ جي خدمت تي مامور اٿ. هڪ هميشه جي سکهي ٻير واري ڪني ٻائي جي تلاءَ ۾ قيد تيل مانگر مڇ (نور صاحب) کي هاڻي حسن جي موجون مارِيندڙ مهراڻ ۾ موجون مارڻ جا موقعا ميسر هوا. الثمر بانع والنا طور غير مانع (معنيٰ) کجور پڪي بيٺي آهي ۽ باغائي ۾ روڪي ٿئو.

ملحد گرسنه درخانهء خالی بر خوان،
عقل باور نکند کز رمضان اندیشد.

حسن بي نقاب هو سراپا اشتياق اکيون واهيون. سونهن ۽ سينگار ۾ هڪڙين کان پيون ۽ ٻين کان ليون سرس ۽ سواءِ هيون. ڪنهن کي ڏسي ڪنهن کي ڏسي.

---

(١) وڏو تڪ يا گهٽون ميدان (٢) هاري ٻني جو جهنگ ڏکيون ڏکيون گڏ ڪري انهيءَ کي باهه لڳائيندا آهن انهيءَ کي ڪهڙ چوندا آهن (٣) ڪهڙن يا جهنگ جي وڏيل ڏکڻ کي باهه ڏنل هجي انهيءَ کي اوگها چوندا آهن (٤) روشناڻي (٥) رليل مايل

سچئِ اکيُ ني سھڻان ھا ڪجل پئن (۱) نيڻ،
اڄي رھيا روح ۾ جنھن ماڪي اندر ميڻ،
ٻو اهڙا سوڍا سيڻ مر اوڏاھون اکين ڪيٍ.
(صوفي صادق فقير)

حافظ شاه جي ھن بيت وانگر

مشڪي سهه مسلسل ٻاڻن پيچ پيچ بلبل،
قابو ڪمند ڪاڪل ٻانڪا ڇجيو ٻھارين ونگيو (۲) ولن ويچارا.

تيئن ھن ٻچو سانئين ٻه زلف ٻر پيچ جي ٻنجوڙن ۾ ٻيرن ڪان چوٽي تائين ونگجي ۽ (۳) واڳجي چڪو ھو ھاڻي ڪڏھن ھن جي اکيان ڪڏھن ھن جي اکيان ڪنڌ نوائي ڪورنشون ڪري ھنئين ڇٽي رھيو ھو تہ:

حافظ شاه جون نيازيون، ھيچ التجائون آزيون،
ڪر دوست دلنوازيون، چو مفت مٿي ڪي مارين،
ڏس ٻاڻ ڏي پيارا.

پيارن ٻه ٻانڌانھن ڏسي اڻ ميون عطائون ڪيون ٽي ٻردا ٻري ٽي چڪا ھئا. ھاڻي حجاب جا ھڃان تہ ھٽائي ڪيڻ. ٻر ڪجھ آڏي ابتي آڏ ھئي تہ اھا ھئي ايمان ۽ اسلام جي دين جي دشمنن سان دل لائڻ ۽ ڪافرن سان قرب وندڻ سبب رب جو غضب ڏانهس اکيُ ني متوجہ ٽي چڪو ھو مالڪ مھربان جي رحمت جي نظر مٿانئس ڪجي ونئي ھئي انھي حالت ۾ ايمان جي نعمت عظميٰ ۽ اسلام جي دولت ڪبريٰ لامحالہ ڦرجڻي ھئي سا سلب ٽي ونئي ھاڻي ھمراه ٻڪو ٽياسافسٽ ۽ صفا شدھي ٻنجي ويو ھن خال (۴) ھندو ٽان ايمان جون گھورون گھوري گلرخن جا گھونگھٽ کولايا مھاشين ۽ انھن جي مھوشن جي قدمن ۾ مذھب ڪي قربان ڪري قربائتن ۽ قربائتين جا قرب حاصل ڪيا ھاڻي ڪڏھن تہ ھنن چلولين پنھنجي چنبيلي جي چنبي جھڙين نرم

---

(۱) پسيل (۲) ٻڌبو (۳) ٻڌجي (۴) تر

نازڪ ۽ اچن آڳرين سان وڏي ناز ۽ انداز سان سندس نراڙ تي تاڪ لڳايا ٿي ڪڏهن ساڻس گڏ ڪرشن ۽ رام سيتا جي مورتين جي تپشيا ڪئي ٿي ڪڏهن هن ۾ هن سان گڏ بندي ماترم جا گيت ڳايا ٿي. ڪڏهن لب نوشين جو پنهنجي اوباريل بادهٔ ارغواني پيش ڪرڻ ڪان پوءِ صادر ٿيل حڪم نوش و نوش ڪڏهن سراپا اشتياق گوش نميل صراحي مان نڪرندڙ دلاويز آواز پڏڻ ۾ محو ۽ صداي قلقل نيوش ڪڏهن شراب جي مستي ۾ ٻئي ٿريون مدهوش ڪڏهن ميدان محبت ۾ هڪٻئي کان سبقت حاصل ڪرڻ ۽ پيش پيش رهڻ لاءِ اظهار جوش و خروش ڪڏهن عاشق زارونزار زلف شبرنگ جي سياه چادر ۾ مستور ۽ روپوش، ڪڏهن سپيرين جي نرمي ۾ رشڪ ديباج و استبرق سرڏن متڪائي سروگوش ڪڏهن بت رعنا تنگ در آغوش ڪڏهن ساق سيمين عارج معارج دوش ڪڏهن

شب وصلت کسی کلائی سسکی بھر کے یوں کہنا،
بتانے درد کیا اب بھی تری حسرت نہیں نکلی۔

جو پوري رات پرت جي پيالن پيڻ کان پوءِ عنابي لبن مان نڪتل عتاب آميز خطاب ڪڏهن حلوائي وصال مان ڏاول عاشق جو اوگرايون ڏيندي پيش ڪيل، هاڻو سائنين ڪڏهن ته گراه لاءِ ٻي سگهيا ون اچ ته ڀائوڙا پريا پيا آهن جو ساڳيو سومار شڪاري وارو ڏنل جواب لاجواب ڪڏهن قرب ۽ اتصال جي وقت طالب جي پنهنجي ٻاڻ کان استغنا زمان شاه يار مليو ٿي نصيب عيد جي رات، شب وصال ۾ ڇٺو ڇا ڪجي ۽ ڇا نه ڪجي. ڪڏهن ته عارضي فراق ۽ فصال جي وقت دل تي ڪي يادون تري اچڻ مهل واويلا ته:

وہ گئی رات شراب ڈھلنا ہے ہے،
وہ پچھلے پہر صبا کا چلنا ہے ہے،
معشوقۂ نو خیز کا وہ رہ رہ کر،
آنکھوں کو ہتھیلیوں سے ملنا ہے ہے۔
(جوش ملیح آبادي)

جيئن ڪجهون ڏونڌ تي لهڻ وقت سوڙها سوڙها ڦيرا ڏئي لهنديون آهن تيئن هي همراه به حيدرآباد جا هر هر چڪر ڪاٽڻ لڳو.

وسن ۽ وهسن ڏهاڙي ڏسڻ لئي،
جان جان برين پسن تان تان نشا نينهن جا.
وسن ۽ وهسن (١) ڏهاڙي ڏسڻ لئي،
ڏسي ڏسي آئيون تم به تلاشون ڪن،
ڏاڍيو نه ڏاڍين، منجهان پسڻ پرين جي.
(شاه)

هو پلا منايو سو هاڻي ڪٿي تو رهيو سگهي روز روز ندرو پڌيو ور ڪٽيو بيٺو هوندو هو سن ڪان ڪوٽڙي ڪوٽڙي ان حيدرآباد، حيدرآباد اسٽيشن ڪان سادا تي آنا تانگو نڪ رآباد. سن ۾ سندس ترسڻ واريون ساعتون انگهيو انگهيو سان ڏيون ٿيو ٿي پيون گهر ۾ ٽڪڻ واريون گهڙيون ورهن ڪان يون ٿي لڳيون.

فراق دوست اگر اندک ست اندک نيست،
درون ديده اگر نيم موست بسيار ست.

باب پهرون

# راڪاس

آه صد آه اهڙي سنڌس الوليون ٻاٽي سال مس هليون ته پارٽيشن جا وحشتناڪ ورڌ ۽ پاڪستان جا المناڪ اکر سنڌس کي چوڪون ڏيئي ۽ چيرڻ لڳا کونجڙين اڏامڻ جا پهه ڪيا ڪيا مرڻين جي ولرن ۾ تاهه پنهنجي وٺو.

اڄ پڻ وادين ڪن وڻجارا (۱) وڃڻ جون،
هلي نهارا سپرين رڃان تان نه رهن،
آئون جهليندي ڪيترو اڀل ساڻو نبيهن،
پکيهه چوڙي جن وڏا پيڙا پار ۾.

ديوان ۽ مٿن جو ديوانيون پنهنجو سامان سميٽڻ لڳا. سون رپا زر زيور، زريون، زربفت بيش بها ويس ۽ وڳا ڪي ميناڪاري ڪٽي ٿلهي، ٿالوٿڪا ايراني قالين، ريشمي غاليچا اعليٰ ڪان اعليٰ ڪي پرت سڪي منوت جي نقش سان ڪٺات دريون، دروازا ڪرسيون، ميزون وغيره سامان ڪٺي پيٽين ۾ سليقي سان سنجايا ويا ته ڪي مولدالن جي حوالي ڪيا ويا ۽ نه ڪٿي سگهڻ جهڙا قيمتي سامان مسلمانن تي ڦرن جي مٽ ۾ ڇڏي ٿي هو سفر جون تياريون مڪمل ڪري رهيا هئا.

هو ٿا پلاڻين مهنجو هيون ٿو هيٺون لٿي،
تنگ مهارون تـوڏن جا ٻيٺا جت جوڙين،
مهنجو لال پنهون ٿا نين پاروچي ٻوالي ڪريو.
(شاه)

---

(۱) واپاري

عاشق زار ھن جي اڳيان ڪھڻ ٿي ليلھو ياڏيو ياڪاريو ۽ زارين نيزارين سان التجا ڪئي ته:

مٿيس جھل مھار ڪنيس ڪاھ ۾ ڪرھو،
ھـن نماڻيءَ نجھري (١) پري ويھ پتـال
دلبر توھان ڌار ڏسان ڏينھن قيـام جـو.
(شاھ)

پرين جا پنھنجا به ازخود ھيين جا ڪچ ڪري رھيا ھئا پر قسمت انھن زوري ڪنيي ڪنيون ھيون جيئن ڪيريون بازن جي جهڙن ۾. ڦٿڪڻ ۽ ڦٿڪي عبث ھو. قضا جي اڳيان ڪمزور انسان جي ڪھڙي حجت ھلي سگھي ٿي. نيٺ جيڪا نه ٿيڻ گھرجي ھا سا ٿي چڪي. نازنينيون جھڙا ڪي ننگرا (٢) پرن مان نڪرن کڻي ڪٿپ ڪان ٻاھر وڏا وڏا ولر ماڳن مڪانن ڪان موڪلائينديون گھرن ۽ گھٽين کي وداع چوينديون درن ۽ ديوارن کي مفارقت جي داغن سان داغينديون ڳوڙھا ڳاڙينديون روئينديون رنيينديون رهل جي پيٺ ۾ وڃي پيون ٿي جنھن ڪين وطن کان وڇوڙي پارت جي پانپاڙ (٣) ۾ وڃي اڇلايو ٿي.

جو ڳي پنھنجي جوءِ ويا جھڙ جنئين نيڻ جھمن،
سخـن ساميڙن جا ھـنـڙي منجھه ھـرن،
سـجـو سـوٽ مڱن اڌ ڪـتـا آرام لـڱـي.
(ڳرھوڙي)

وصال جي وادين ۾ سنج پئي واڪا ڪيا شھر ۾ راڪاس ڦري ويو. جن گھرن مان اڻ ميون استراحتون ۽ آرام آڌمان ڏيو ٿي نڪتا جن جاين مان پرت جا پائي پارين تي پلتيا ٿي جن ھنڌن مان ھرڪس و ناڪس تي نينھن جا نارا نيا ٿي اتي اڄ ھجر جي ھاڃن ڪان سواءِ جن جتي ڪتي وانگر ھيين ۾ وات وڏا ٿي ۽

(١) جھڳي يا پنگي (٢) ماڪوڙن جون قطارون (٣) وڏي ۽ سڃي جاءِ

اهي آيون ڪاڪ تي پهتيون ڪونه هو ڪجهه ٻيو تي ڄاتا ڄڪ دلگداز اڄ سي هيون هوتديون روح افزا ۽ دلنواز جيڪي ديوارون ماڻا تڪدا عشر هيون چڪيون ٻنجي روح سوهان ۽ فرسا جان جون وارن قرب ڪاله تي جاين جن ها بنبل ميدان جا من نظر جي شاه ڏنو تي ڏيکاءُ جو قبرستان اڄ انهن هيون ڪچهريون رانيار ۽ (۱) روڙون هن وئي تي سنځ ۾ سنڌ ويو تي ويران ملڪ ۾ ڪيا تي. هن جو حال هن بيت مان ڪجهه قدر مشابه هو.

تانڊين ڪالڊين ٻـاٻـريـن پيچان پـر پيئي،
جـيـرا ڦـڦـڙ ٻڪيون سيخن ۾ ڏيـئـي،
آئـون ويچنا ويـئـي ڏـي وهيٽي سڄڻين.
(شاه)

ڪاڏا جا گهر ڪي هن چڪو تي حرام آرام جو هن وه تي آياء

نيڻ نـه ننڊون ڪن پـڳـو آرس اکيين،
اجهاميو ٻـرن تـوڪـي سارئـــو سـريـز.
(شاه)

وريا نه وري ويا ڪي وچڻ سي ويا جيڪي وارا وچڻ هيٺئين جي قتن تي ملم پٽي ڪرڻ لاءِ ٻه نه موٽيا.

ڪنڊي ڪلين (۲) وچ ۾ جڏهن هنئي جن،
موٽي سون پرين ڪيڻ جي ڪانه سنئي.
ڪنڊي ڪلين وچ ۾ جـڏهـن هنيائـون،
آڦت نه ماريائون ڏئي ويا ڏور ڏک جي.
(شاه)

ماڻي پاراين (۳) ۽ پيغامن ڏاران ٻيو حيلو وسيلو هوئي ڪونه. جنهن لاءِ ڪڏهن نه ڪانگن جي اکيان ڪيڪائيون ڪري چپائين تي تہ:

---

(۱) ڪتي جون ڪوڪائون (۲) مهي ۽ جون ڪليون (۳) نياپا

33

ڪانگل ٻرين ٻنوهار کي چوان تنهين جهيج،
تہ سندا سنگت ڏينهڙا ورم وساريج،
ڪونين ڪني آهيان سگهي سار لهيج،
مٺ مانڊائي مڇيج تہ نيرن ۾ نئون ڪريان.
(شاه)
ڪڏهن ڪبوترن سان هنبر تي حال اورياڻين تہ،
ايرِيام انگور ستي سوپيرين جا،
ڪايو ڪايو سور لڇيو لوڇيو اٿيان.
(شاه)

ڪڏهن مزاج پرسي ڪندڙ مهربانن کي سڻايائين تي تہ:
جڏهن پوي تي ياد صحبت سپيرين جي،
تڏهن فريادون فرياد نہ اگہ وڃن نڳيو.
(شاه)

ڪڏهن مدهوشي جي عالم ۾ پار ڪيي اکهاڙين پيرين
ايرندي پار ٻوڙيو تي ۽ روڪڻ وارن کي چيائين تي تہ:
ڪنڌا مون پيرن ۾ توڻي لک لڳن،
آنگر آنگوني نہ مڙي چهون پير چڻن.
ويندي ڏانهن پرين جتي ذات نہ پائيان.
(شاه)
ڪڏهن غمخوارن ۽ صبر جي تلقين ڪندڙ ناصحن کي
وراڻيائين تي تہ:

محضتني النصح لاڪن لست اسمعہ،
ان المحب عن العذال في صمم.
(قصيده برده)

ڪڏهن عالم تصور ۾ حيدرآباد جون ويرانيون ۽ بربادين
ياد آئي جهونگاريائين تي تہ:

34

کاتياريون،
نه کي ووڻ وڻن ۾ نه کي
پسي پاڙيون هنيون مون لوڻ ٿئي.
پاڻي پلند کپاه مون آنءَ سپ نهاريا،
کني کاتب پساه سرتيون وچي ستيون.
(شاه)

اها آنڊ مانڊ اها لوچ پوچ اهو ساڙو ۽ ڪاڙهو مارو ۽ ڳارو ڏڪو ۽ بولاٽيون سان ٽانڊين هنيين کي رڪ جي اڀٽين سان روڙي بدن جي گوشت کي واهي سان ڇلي سيرائين سان سلي رندي سان ڪرڙي نيتا نيت وچي ٻيريون ٽيون ڦٽ ڪجهه قدر وچي مبتيا ۾ پاڪستان ناهڻ وارن ۽ وڇوڙو وجهندڙن تي ڪاوڙ اچان ٻه ڏاڍي آهي هنن سان ڪست تمام سخت آهي.

مهاتما گاندهي جهڙي سنڌ وڏي کان وڏي مرشد تي ٻه ______ اهو ڏک ڪيو ٿو ته هن پاڪستان جو قبوليو پنهنجي سردار ۽ سرتاج ولڀ ڀائي پٽيل تي ٻه حرف ٿو رکي ته هن ڪٽر هندو هوندي ٻه پارٽيشن کي جو مڃيو جوريون مون کان جو ڇني ڏار ڪيائين پنهنجي قلب جي قبلي ۽ نعمتون ڏيندڙ ناڪس نواز نهرو کان ٻه نالان آهي ته هن ورهاڱون قبول ڪري ڪيس وڇوڙي جي واڳون جي وات ۾ جو وڌو. جناب جناح صاحب ته هونءَ ٻه سنڌ وڏو ڏوهاري آهي جنهن اهو سچو سانگ مچايو جنهن پاڪستان جي وڻ کي ٻوڪي پالي وڏو ۽ بارآور ڪيو.

## ڏابڙي

منهنجي انهي تحرير کي محض تفنن طبع يا شاعرانه تخيل يا ٻوڪ ڇرڇو نه سمجهيو وڃي مونکي جيڪڏهن ڪو افسانون ٿي لکڻون هجي ها نه آئون دادا ليکراج جي اوم منڊلي ۾ شاه جو واسو پڏايان ها اوم منڊلي مزاج جي لحاظ سان هئي ٻه سنڌ عين مطابق. اتي جون هيڻون هر ڪائيندڙ حالتون اتي جا رنگين روز اتي جون روح ريجهائيندڙ راتيون اهڙن بوالهوس ۽ سڌڙين کي

35

چڪي وٺن لاءِ ڪهربا ۽ چقمق ڪان گهٽ ڪين هيون. دادا ليکراج سان به سندس پيرين پوڻ جي وات هئي يا نه هئي مونکي انهيءَ بابت ثبوت ناهي مليو، جي ثبوت ناهي مليو ته مون انهي بابت هٿ به مٿس ڪونه ملبا آهن، هونءَ به موصوف لاءِ حيدرآباد جو سچو ڊاڪو (١) پڪو پيو هو، وڏي وڙواءُ ۾ ڇوٽ چري رهيو هو. وڻندڙ وڻن جي ميون مچرن (٢) ٻورن گونجن ۽ ٻنن روڙڻ جي ڪيس جهل پل خير ڪي هئي ٻوءِ اهڙي وڻ وڻ تي ويهي ٻوليون ڪرڻ واري، پڪي ڪي ۽ سڀڪنهن گل جو واس وڻندڙ بلبل هزار داستان ڪي ڪهڙي ڳتي پئي هئي جو منڊلي جي پيچري ۾ ٻاٽڪي ٻوري جيڪي آهرن ۾ چنان سي پاهرن تي ڪتي تا هر ڪن ۽ هڙاتون (٣) ڪن. مجيجين جيڪو مذڪور ڪيو آهي ۽ مڪو مان وار ڪيو آهي انهي جي ڪنهن حصہ تي مٿان ڪو اعتراض جي آنڱر رکي ۽ ان تي شڪ جي ڳاڙهي نقطي جو نشان ڪيي انهي ڪري مناسب نظر آيو ته مٿس عائد ڪيل فرد جرم جي گواهي ۾ خود ڪيس بطور گواه جي پيش ڪيو وڃي. جتي ڏٺي پاڻ پاڻهي پاڻ تي گواه آهي آتي گوال (٤) ڪي گهاي وڃ ۾ آڏڻ جو ڪهڙو ضرور. پنهنجا شرمناڪ ۽ حيا سوز واقعات سرعام بيان ڪرڻ هونءَ به انهي پارٽي وارن جي آڏ وڏائي آهي ملحد منهن جا پڪا ٿيندا آهن. ڦڪائي هنن جو مرڪ ۽ بي شرمائي هنن جو فخر آهي.

چون ٿا ته عصر حاضر جي فقيد المثال شاعر ۽ مشهور زنديق جوش مليح آبادي به پنهنجي بي حيائي بي شرمائي ۽ بيهودگي جا اهڙا واقعات لکي ڇاپايا آهن جو پڙهڻ وارو بشرطيڪ انسان هجي ترقي يافته پولڙو يا باندر نه هجي پڙهندي ڦڪو ٿو ٿئي. سن جو ڳامون سچار سلطاني گواه ٻنجي پاڻهي پاڻ تي اجهو هنئين ٿو ثبوت پيش ڪري ———————————

(١) واهن يا بندن جو ٻير وارو جهنگ (٢) گونج (٣) گهوڙي جون هڪون (٤) چور تي شاهدي ڏيندڙ يا چغل

گمراه پلائي مونکي چڪر مايا جي ۾ عشق مجازي شخصي
سان جيئرن نه گڏ سان مئن نه هائي (قول الهي) هو ڇڏيو ڪري
مبتلا ۾ فراق درد جي ڪيت مارئي اکي (قول الهي) هئس جوڙو
مارئي هئس لڳي اڇڻ ياد جي مارن عوض جي ڪيت هائي هئي
جا ديس سنڌ مارو منهنجا هئا قوم هم سنلس چاول جا تر مارو جا
هوا) ڪين مسلمان يا قوم هم منهنجا (يعني هئا سنڌي رهاڪو
نه ڪريو غور هائي (نه ڪلام) هئي ارتقا جي مرحلي مجازي ايها
ڪينهي هائي هئا ۾ سنڌ اکي يعني هئا جا ديس سنڌ مارو سنڌس
چڪي تي بدر ملڪ هائي هئي اکي جيڪا هئي قوم ڪهڙي اوها
قرندڙ هاندڙ پنهنجي جيڪي هئا هندوئي اوهي نه آهي ظاهر
مارئي رهيا رمندا سميت گاهن تماشا رواں رواں ۾ تفريح سامان
وڏن يعني مارن پر نه ۾ فراق درد جي ڪيت هڪڙي پاڻ يعني
پيو تي گمراه هو رهيو جهڄي ۾ جهوريءَ جي جدائي جي وارن
جوڙيوال. سان جيئرن نه هو گڏ سان مئن نه هو

مهتي خوب ڪي نراڙ رکي هٿ تي دل پنهنجي وارا پڙهڻ
وڏو جو جهٽ چيت سياٽپ سمجھ پڻ سڌ چنبي سان زور اڪيوں
غور غائر ۾ ويچار اونهون ڪري گڏ ۾ دماغ پنهنجي' ذخيرو
بيان لکيل مٿي منهنجو نه هدائين مونکي ڪرم راه از پوءِ فرمائي
ڪجهه. پيو يا آهي تفصيل جو اجمال نوشته خود سنڌس

هڪ بي ڳالهه
جيءَ ابر پاڪي مارئي سان مشابهت ڏيندي ڦڪو ٿئي ٿو؟

مارئي پنهنجن ڳرين ڳنجن گوڏر مائٽن ڪي سونون نڪ
وڏو. هن موت قبوليو پر مائٽن جي منهن تي ڪارٽ جو لڪو
لڳڻ نه ساسايو. هوڏانهن جيءَ ابر به پنهنجن مائٽن ڪئي خوب
ملهايو آهي مائٽن ۾ انهن جي دين مذهب ڪي گاريون ڏيندي
ڏه ڪتاب لکي ويو آهي اڄان به ڏاڍي ٿو اڄان به هن جي بغض
جي باه جا الهان وٺن جي چوٽين ڪان مٿي اڏري رهيا آهن. مارئي
جبل بنجي سڌن ۾ خواهشن جي تيز وهڪري واري دريا جي

دهشتناڪ لهرن کي پوئتي هٽايو ۽ هڪ جابر بادشاه جي سطوت ۽ جبروت کي اڪيلي سر اخلاقي شڪست ڏني، ۽ ماري مات ڪيو. هوڏانهن جي ابر آهي جيڪو هوش جي تانگهي تلاءَ ۾ ڪڏهن لهوارو ڪڏهن اوڀارو لڙهندو نظر اچي ٿو. ڪجا دانهٔ فلفل سياه و خال مهروبان سياه هر دوجان سوزندا آن ڪجاؤ آن ڪجا انهيءَ ۾ ڪوبہ وڏاءُ نہ ٿيندو جيڪڏهن چئجي تہ من ۽ هن ۾ دانهٔ فلفل ۽ خال مهروبان وانگر زمين ۽ آسمان جيترو فرق آهي. ڪاش جيڪڏهن مارئي جي پير جهڙو بہ هجي ها. مارئي جي سڪل پادر جهڙو بہ هجي ها.

## مثال ئي ابتو

مارئي زال ذات جي هنيين هر ڪائڻ وارين ڪل شين کي ٿوڪتا ڇئي نسواني شرافت ۽ وفاداري جو اوهو ناپيد ۽ مثالي ڪردار پيش ڪيو آهي جنهنجو مثال ڳولي لهڻ لاءِ ذهن بر بيابان جها ڳي جها ڳي شهرن جا ڪهر ڪهتيون ووڙي ووڙي ٿڪي پئي، پر سندس مثال ۽ مثال ڪا ورلي هٿ ڪري. ڪيٿ (١) ڪارڙو ڇپو سندس وات ۽ نڪ مان ناس ڳنڍيل گگ وهندڙ سوڳ جهڙو. گوڏير جنهنجي گوڏ تي جين ۽ ڇين جا ڏڻ ونجهه ورت راند ڪرڻ ۾ مشغول. هوڏانهن عمر سومرو سهڻو ٺنڊيلو (٢) قد بلند پهلوان جوان ايڏو دلڪش ۽ جاذب نظر. جو ڏانهس نهاريندڙ جوين جا وات ڦاٽيو وڃن. ڳڪون ڳاڙيو گج پسايو وڃن. اوها مارئي هٿي جنهن پنهنجي ڪاري ڪوجهي ڪوڙي ور تان سومري جي سونهن ۽ رعنائي کي صدبار صدقو ڪيو. ڇا ڇئي ڇا ڇئجي. جنهن ڇوڪري چاندي جي جانجهر ۽ ڪنمال بہ پرائي ڪنهن جي مس ڪا ڏٺي هوندي. انهيءَ جي اکيان ڳاڙهي سون جا قسما قسم زيور هار ٽڪلا بڪل جهومر سينگار پنيون ست سريون دهريون ايرنگ نٿ چوڙيون هٿ ونگيڙا

---

(1) مارئي جي مڙس جو نالو آهي (٢) هنيلو هٿ ڪندڙ.

ايهين ڪرندي

پازيب وغيره پيش ٿيا. زال ذات کهڻ تي ايهين ڪرندي آهي.
آهي جيئن مک انڌي تي مٺائي ۾ پاڻ کي اڇلائي وجهندي آهي.
آوها مارئي هئي جنهن زيورن ڏانهن اک کڻي نهاريو به ڪونه.
ڌارين ۽ غير مڙس جي طرفان ڏنل ريشمي ڪپڙن اطلس ڪمخواب
بنارسي ڪناويز سيلو جارجيٽ شام بخمل کان جهڙي ڪر سوڪ
تي ٿيس. جنکي موترو پنڌ پري تي اڇلايائين. ماڙين محلاتن بنگلن
بلڊنگن جي آرامن ۽ آسائشن کي ٺڏا هڻي ڪنڊيءَ جي اڏ آس
اڏ چانو ۾ ڏکن جا ڏينهن گهارڻ لڳي. زالون زالن جو ڪاڄ.
ڏوٽيون ڪنهن اشراف جي پنيان پون ته انهيءَ کي ڪميڻي
بنائيندي وير ئي ڪانه ڪن. سومري جون سدا سگهڙ ڏوٽيون ۽
ڪهڻ مشق ڪتيون سچو سال پنهنجي قابليت جا ڪرت ڏيکاريندي
پنهنجا مٽا ڪتيندي ويهن ئي نهن جا زور لائيندي ٽڪيون ۾
مارئي جي عفت ۽ عصمت تي ڪو ننڍڙو ڪارو لڪو به لڳائي
نه سگهيون. هن پنهنجي حق حلال نڪاح واري مڙس ۽ پنهنجن اباڻن
تان سر ست(١) ۾ ڏنو. حياتي قربان ڪئي. مصيبت جا جبل
بي ڏڪ مٿي تي کڻي، بيهي رهي. ۾ ناحق اگيان ڪنڌ نه
نوايائين. غمن جي گهاڻي ۾ سرنهن ۽ چانهي وانگر پيڙهبي رهي
پر ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍيائين. انهيءَ سان پاڻ کي مشابهه اوهو
جي - امر صاحب ڪرڻ ٿو فرمائي جنهن جو اول ته عشق ئي
غلط. ڌاريان غير مذهب دين ۽ ملت جا دشمن انهن سان نينهن
جا ناتا. اباڻن سان وفاداري جي بجاءِ عداوت ۽ غداري. هنن جي
دين مذهب کان بيزاري. هنن سان ڪاري.

ور سان وجهين ڪاڻ ڪر سان ڪلڻ پائيين
پوري منڌ اڇاڻ ڪڻ چڙيو ته سڙيين (شاه)

واري ڪار. نپٽ انڌي نالو نور پري وارو ڀاڪو
۽ برعڪس نهند نام زنگي ڪافور واري .صرع چاڻ ته ملوڪن
انهيءَ ۽ اهڙين ٻين تشبيهن واسطي ئي ناهي آهي . اها تشبيهه ۽
تمثيل ايهين آهي جيئن دانگي جي تري کي چوڏهينءَ جي

(١) سر جوکي ۾ ڏنو.

چنڊ سان مشابهت ڏني وڃي. جيئن ڪانگ کي مور جو مٽ ۽ مثال چيو وڃي. جيئن گوهن کي گلقند ۽ بيمار جي بدبودار پيشاب کي عرق گلاب يا شربت روح افزا جو نالو ڏنو وڃي. جي – ايم جهڙو ٽرڙو ۽ لانگ ڇوٽو ٻالڪي انهي ماروئي سان ڀيٽي ٿو. جنهن جي عفت ۽ عصمت خودداري عزم ۽ ارادي جي پختگي ۽ وفاداري جهڙين درخشان صفتن تي سڄي سنڌ کي ناز آهي. ايهو ظلم عظيم نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ ذرو آفتاب سان ۽ قطرو دريا سان همسري جي ڊاڙ هڻي ته انهيءَ کي ذري ۽ قطري جي بي شرمائي چئبو ٻيو ڇا چئبو.

## هڪ ٻيو نسورو ناحق

اڄڪلهه جا ترقي پسند صاحبان ماروئي سهڻي سسئي ۽ ٻين اهڙين سراپا عفت و عصمت نياڻين جي نالي سان اهڙا ماهناما ڪڍن ٿا جن تي اول ته بي حيا بي شرم آواره گرد آبرو باخته عصمت فروش ۽ وارياسي روح وارين زالن جا اڌ اگهاڙا فوٽا ڇاپيل ۽ رسالن ۾ اندر به اهي قسم جي لونڊي باز لنڊين (۱) جا معاشقا ۽ بيحيائي جا ڪارناما وڏي آب تاب طمطراق ۽ روح رسڪائيندڙ انداز سان پيش ڪيل هوندا آهن. اي ترقي پسند صاحبان. اوهين ايهو سڀ ڪجهه ڀلي ڪريو. اهڙا رسالا ڀلي ڪڍيو. پر خدا جي واسطي اهڙن رسالن تي ماروئي ۽ سهڻي جا نالا لکي انهن پاڪباز نياڻين جون لوئيون نه لڄايو. انهن جي ڪير جهڙين اڇين ۽ صاف شفاف شالن کي ڪني گٽر ۾ لوئي وهائي نه ڇڏيو. اهڙن رسالن جا بيحد موزون مناسب ٺهندڙ ۽ ٺهڪندڙ نالا گوهر جان شميم آرا نورجهان ديبا زيبا وغيره بي ماها ملي سگهن ٿا. اهڙا نالا هڻڻ گهرجن ۽ انهيءَ سان گڏ اهڙا فوٽا ۽ اهڙا مضمون به. پوءِ لوفر ۽ ڦڙٻاتي قسم جا سرپلا ڇورا اهڙي رسالي ني ٻه رپيه گهوريندي ورڻي ڪاڻ ڪندا. معاشرو بگڙيو بد اخلاقي وڌيه ڇورا ڪري

---

(۱) بدڪار عورتون

بچڙا ٿي نہ دين جا رهيا نہ دنيا جا تہ اوهان جي اڳوڻي سور.
اوهانجا پئسا ڪڙا ٿيا. تولن جون ٿهيون انهيءَ ريت اوهان جي
ڪيبسن ڏانهن ڇڪجي آيون. وڏي ڳالهہ تہ انهن اوهان سنڌي ادب
جي ۽ سونهاري سنڌ جي قابل قدر خدمت انجام ڏني. شال جيو
بچو ۽ خوش رهو. جيڪا عورت پنهنجي هڪڙي سرتاج ساهڙ لاءِ
پنهنجو سر سونهن ۽ جملہ ظاهري ۽ باطني صلاحيتون سو سو بار
صدقو ڪندي جمار گذاري ٿي ۽ هن ڪوڙي دنيا ۾ پنهنجي
رفيق حيات جي گهر کي بهشت جو نمونو بنائي ٿي ڇڏي. ۽ هن
جي نظر ۾ مرد ڪر ابهوڻي هڪڙو خدا خلقيو آهي. هنجو
تصور بہ ٻئي ڪنهن مرد جي تصور ۾ اچڻ کان پاڪ آهي. سا
اوهانجي اصطلاح موجب قدامت پسند اڻ ڄاڻ ۽ وحشيانہ دور جي
يادگار آهي. ۽ جيڪا عورت سيڪنهن سنڌي آهي. پنهنجي ۽
سيڪنهن اوي سوي ۾ فرق ڪرڻ سگهي ٿي ڪانہ آهي. سيڪنهن
وڻ جي ڏاري تي ويهي بلبل ۽ ڪوئل وانگر مٺيون لاتيون لنوڻ
هنجو محبوب مشغلو آهي. هوءَ هرڪنهن جي هٿ جو رومال ۽
منهن اگهڻ جو ٽوال ۽ جتي وانگر هرڪنهن جي پيرن ۾ پامال
آهي. اوها ترقي پسند آهي. اوها سگهڙ ۽ سلڇڻي آهي. جنهن
ڪنواري هوندي اوهنو مائٽن جي امداد سان ٻار ڄائو ۽ ڪلم ڪلا
ڪيچ ۾ ڪٽي گهمايو. ۽ وڏي ڳالهہ تہ هن جو نالو هيمون
ڪلياڻي رکيو. اوها تہ ٻنهن ڪا عظيم عورت آهي. ترقي پسند
ڏسبو تہ هن جي نالي تي پيا نثار ٿين. هن جيڪو نسواني عزت ۽
وقار کي ڌوڙ ۾ ٽري ذلت ۽ رسوائي جو طوق ڳچيءَ ۾ پاتو آهي.
اوهو اوهان جي نظر ۾ نو لکو هار آهي. اوهان اکرن جون معنائون
ڦيرائي ڇڏيون ڪنجري ڳائڻي قحب جو نالو اوهان اداڪار ۽
فنڪار رکيو. جيڪا عورت مڙس جو ٺلهو نالو. آهي ٿي ڪر
رفاه عام لاءِ وقف ٿيل. ڪوٺڙي جي پل وانگر هنکي اورانگهي
لنگهي وڃڻ جي ڪنهن کي بہ جهل پل ناهي. جنهن ڏانهن
مڙس نهاريو ڦڪا ٽيو ڪنڌ هيٺ ڪن. پر هنکي مڙسن ڏانهن گهوريندي
ڪا لڄ نڪا ليهہ (۱) هنجو دروازو عوام ۽ خواص لاءِ هر وقت

(1) شرم

ڪليل آهي. عوامي ايڪسپريس وانگر هنجي سيٽ سيڪو رزرو ڪرائي سگهي ٿو. بلڪ رزوليشن کان سواءِ ٿي هوءَ سيڪنهن کي ڪٿي لاءِ سراپا رضا ۽ تسليم آهي. انهن پارن واري عوامي يا عوام جي عورت جو نالو اوهان وٽ ترقي پسند انقلابي ۽ عظيم عورت آهي. هن جون حيا سوز حرڪتون وڏي شان مان سان خلق آڏو ڪمال جو ڪئريڪٽر ۽ مثالي ڪردار ڪري پيش ٿا ڪريو. مصطفيٰ زيدي جي متهم قاتل شهناز گل جا عدالت عاليه ۾ اگهاڙا نا گفتني ۽ شرمناڪ حالتن جا فوٽا پيش ٿين ٿا. هن جي ترقي پسند مڙس جي منهن ۾ سرئي ڪونه ٿسو پوي. سڀ ڪجهه ڏسي وائسي پوءِ به ڪنهن رن کي هٿ جو ڇولڙو به نٿو ڏي. ترقي پسندو اوهان جي انهيءَ لوسڻ جي نڪ کي به لک شاباسون هجن جو ڏينهن ۾ ڏهه دفعا وڃي ته به اهڙو جو اهڙو موريو پيلو آهي.

اديون آئي واريون نرجا نڪ ٿيام
وڏيا تان نه ويام پاڻان موريا منهن ۾ (شاهه)
جنين سندي منهن ۾ نهايون نڪن
تڪي جي وڏيا تن مان ته ڪهڙا ٿورا تن (شاهه)

حيرت جهڙي ڳالهه وري هي ته انهن اهڙن ارڪانن هوندي به پاڪي چوائين مرد ۽ ماڻهون.پار دنيا جي بدترين جانور ڪاري مرونءَ جهڙا. انهيءَ جو گوشت کائي کائي اهڙا ٿي ويا، ترقي پسندو پنهنجي ترقي تي ڦنڊڻ ڦوڪجڻ وارا حماقت مابو تنزل جي اوڙاه ۾ اونڌي منهن پيل بدبختو عقل ۽ دانش کان عاريو انهن افعالن کان پڌي مرو. اوهان جي پڌڻ لاءِ چينل واه سرڪار واه جو موزون بڻايو آهي. اول کان آخر تائين آپ ڪپو اوتڙ ۽ اڙانگو رکيو ڪرڻ جي دير. پوءِ نڪرڻ جو ڪوبه امڪان نه. لاشو به پنگربي کان پريان مس وڃي هٿ اچي. اوهان سنڌ جي ڀهراڙين ۾ اچي ڪنهن به اوطاق ۽ چئن چگن جي ڪچهريءَ ۾ متي وڃو. انهن کان پڇو ته جيڪو پنهنجي زال کي ڇڙواڳ ڇڏي ٿو ۽ چوي ٿو ته برف جي ٿهيل ڪانهي جا ڳري ويندي.

ٽڪا مڪي مان تيار ٿيل آهي جنهن کي ماڻهون ڇون ۽ زبان جي
مدد سان ڪڙڪائي هڙپ ڪري ويندا. پلي پنهنجن دوستن وٽ
وڃي. پنهنجي دل وندرائي ۽ هتن جو روح راضي ڪري
اچي. ٿوري ساعت ۾ ڪاڇيو ڪاڻ ٿي وڃي ٻاڻ تازي ٿي ايندي.
سماجهي سنڌ جا سگهڙ ۽ سنگهار چوندا ته اهڙي ماڻهو کي
ڇٻو ڏيوث بي غيرت پاڙي ڪنجر سڏجاو. ميان اهڙي ماڻهون جو
ماني کائي پوءِ ٽالو وٺ. معاف ڪجو جن ڪردارن تي اوهان
ڀڙو ٿا انهن لاءِ اهي لائق لقب ٻون کونه ٿاهيا آهن. جنهن
سنڌ ۽ سنڌي زبان تي اوهان سر ٿا قربان ڪريو انهي سنڌ ۽
سنڌي زبان ۾ انهي ڪردار وارن جا ٽالا صرف اهي آهن. ترقي
پسند حلقن ۾ انهن اکرن کي گاريون ٿو چئي سگهجي. سنڌي
زبان جي انتهائي ڪريل ۽ آخري درجي جي ڪچي گار جنهن
تان لٿيون ڪهاڙيون لٿيون ڪجن ۽ بعضي ته خون به ٿيو پون.
سو انهيءَ ڪري ته انهيءَ گار ۾ هڪ نهايت فحش ۽ واجب القتل
فعل جو ارادو ۽ اثبات مضمر ۽ انهيءَ حريف جي غيرت کي کليل
چيلينج آهي. پلا جيڪڏهن اوهو فعل فحش ۽ واجب القتل ناهي
بلڪ هڪ قابل صد افتخار ڪارنامو آهي. ۽ اهو شاهڪار آهي.
جنهن جي واسطي عوام کان خراج تحسين حاصل ڪرڻ لاءِ
زوردار پبلسٽي ڪرڻ ترقي جو معيار ۽ روشن خيالي جو دليل
آهي ته پوءِ انهيءَ فعل جي نسبت (گار) ڇو معيوب سمجهي
وڃي. پلي ڪم جي نسبت به ته پلي سمجهي وڃي ٿي. سچ پڇو
ته ڪنهن کي حاجي چوڻ به سراپا عزت و احترام. الحاصل ته
ترقي پسند جيڪڏهن انصاف پسند به ٿين ته هنن کي انهي ڪچي
گار بلڪ ڪنهن به گار تان ڪاوڙجڻ نه گهرجي. بلڪ گارين
تي آئون تران آئون تران جو روح پرور نعرو بلند ڪرڻ گهرجي.
ڪچي گار کان علاوه گڏه ڪتو ٻلو ٻولڙو باندر ايهي گاريون
به سنڌ ۾ استعمال ٿين ٿيون. سو جڏهن ته گڏه ڪتا ٻلا ٻولڙا
باندر ترقي پسندن جا مقدس ڏاڏا آهن. هو ببانگ دهل پاڻ کي
انهن جو اولاد سڏائين ٿا. ته پوءِ انهن ڏارون جي پوڄارين کي

ٻهنجن ڏاڏن جي نالن کان ڇو ٿو نڪو لڳي؟ نڪو نڪو ٻيو هو ٻنهنجن اهڙن بزرگ ڏاڏن جي نالن تي ٻاڻ خوش ٿيندا. ڳارين ڏيڻ وارن تي موچڙو ڪونه الاريندا بلڪ هنن تي ڳان جي ورڪا ڪندا. ڪاش جيڪڏهن اهي ننگ انسانيت ٻنهنجن ڏوڻيو جهڙن نالن سان سنڌي جو سون ورنون اکر نه لکن. ڇو ته سنڌي اکر جو اطلاق مرد تي ٿئي يا عورت تي پر سنڌي چوڻ سان ذهن ۾ فوراً سنڌي لفظ جون لازمي معنائون نمايان ٿي پيهن ٿيون. سنڌي معنيٰ بهادر با اخلاق خدا پرست حيادار مهمان نواز شريف النفس مذهب جو دلداده غيور همدرد نرم دل وفا شعار باهمت سخي رحيم الطبع صداقت ڪيش هرڪنهن جو خيرانديش. ترقي پسند لفظ جي لفظي معنيٰ ته چڱي پر اڄڪلهه جي اصلاحي معنيٰ آهي خدا جو منڪر، رسول جو دشمن، اسلام جو عدو، اندر جو رذل، ملڪ ۽ ملت جو وڏو غدار ۽ وڏو مخالف. انسانيت ۽ اخلاق جو وڏو ويري. بي نڪو، بي ڇپو، بي پتو، وڏو بيغيرت. (غيرت جو مادو رب پاڪ جي ڪل مخلوق انسان حيوانن پکين حشرات الارض بحري مخلوق، هوا ۾ اڏامندڙ جيوڙن وغيره ۾ نمايان نظر اچي ٿو، دنيا ۾ صرف هڪ ملعون جاندار ڪارو مرون آهي جنهن ۾ غيرت مطلق ڪانهي. ترقي پسند بي غيرتي ۾ انهيءَ جو مٽ ۽ مثال) انسانيت کي بهيميت جي قدمن ۾ پامال ڪندڙ ڪوڙو ننگ ڏوڪيباز. فحش گفتار فحش ڪردار بيشرم بي حيا بخيل ظالم بي رحم غاصب چور حرام خور، هرڪنهن جو بدخواه ۽ بد انديش رذيل ڪمينون. ترقي پسند جي لفظ جي اصطلاحي لازمي معنائن تي غور ڪبو ته دنيا جون ڪل بڇڙايون ذهن تي تري ايندڀون. پوءِ ڀلا انهن ٻارن وارو ترقي پسند ٻاڻ کي مٿي چاڻايل سونهارين صفتن وارو سنڌي سڏائي ته ايها سنڌي جي لفظ جي ڪيڏي نه بيعزتي گهٽتائي ۽ توهين آهي. آهي ڪو سنڌ جو سپوت جو سنڌ اسيمبلي ۾ باقاعده آواز اٿاري. سنڌي جي لفظ کي انهن اهڙن جي هٿن ۾ لوڙهجڻ کان ۽ انهن جي اهڙين آلودگين کان بچائڻ لاءِ قانون پاس ڪرائي؟

## ٻه منهي بلا

چون ٿا ته ٻه منهي بلا جو ڇهه مهنا هڪڙي منهن ۾ ساهه هوندو آهي ته ڇهه مهينا ٻي منهن ۾. مارڻ وقت ڏسبو ته هڪڙو منهن چاهڻ ۽ چڙهڻ کان پوءِ ٻي منهن سان سرڻ شروع ڪري ڏيندي آهي. سڀ شريف ۾ هڪ عجيب ۽ حيرت انگيز ٻه منهي آهي جا چاهڻ چيچڙ کان سواءِ ٻه يڪ وقت ٻنهي منهن کان ڪم وٺي ٿي. هڪ طرف الحاد پرستن جي ميٽنگن ۾ پاڪ دين ۽ پاڪستان جي ٻاهڻ ۽ ختم ڪرڻ وارن ناپاڪ منصوبن تي هڪڙو منهن محو ترنم. ساڳي وقت ڪو اوڙي پاڙي جو مسلمان اچي براجمان ٿيو ته انهيءَ سان ٻيو منهن مذهبي گفتگو ۾ چالو ٿي ويو. اڃا ٻه وڌيڪ ته ڪنهن اولياءَ جي صفت ۾ بيان ٿيڻ لڳي. ملحد اڪيٺي خوش. پر مسلمان به خوش ٿي اٿيو. اهڙو ميسڙو ۽ ٻچاپڙو ماڻهون ٻنهن ٻيڙو. اصلي ڪنهن نه ڪم جو. اهڙو ماڻهو هڪڙي ٽڪي ۾ ملي ته به نه وٺجي. جو نه ڪم جو نه ٿيو ته پوءِ هڪڙو ٽڪو به خوامخواه ڇو وڃائجي؟

## آهي ڪو انصاف ڪرڻ وارو

هڪڙي وهنوار جي ڳالهه ٿا ڪريون. ڪجهه الحاد پرست خدا جا منڪر ٿيا. انهيءَ ڪري اسلام ڇڏيائون. دنيا جي ڪل مذهبن کان بيزار ٿيا. انهيءَ حد تائين ته ڳالهه سمجهه ۾ اچي ٿي. پر جيڪا ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي سا هي آهي ته هندو ڌرم جا پوڄاري ڇو ٿيا؟ آخر هندو به ته خدا کي مڃين ٿا. ۽ پنهنجي ڌرم کي خدا جو موڪليل مذهب چون ٿا. خدا آهي ئي ڪونه پوءِ هندو ڌرم به ته ڪوڙو ٿيو خدا جو منڪر هندو ڌرم جو عاشق زار ۽ شيدائي بي قرار ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ خدا جو وجود ئي ڪونهي مذهب سڀ ڪوڙا آهن. پر هندو ڌرم تان صدقو ٿيان گئو ماتا جي گوبر تان گهوري وڃان. انهيءَ تضاد

45

جي ڪا معنيٰ ضرور آهي. روايت ٿو ڪري جناب مولانا پير غلام مرتضيٰ صاحب سرهندي ساڪن پير ڳوٺ ملير سلق پريزيڊنٽ لوڪل بورڊ ضلع ڪراچي ۽ صدر مسلم ليگ ضلع ڪراچي (حال حيات) ته جي. ايم سان اسان جون جيءُ جون جڙيون هيون. اسان جي محبت انهيءَ حد کي پهتل هئي جو ڪراچي اچون ۽ سنڌس در نه پيئون ايها ڳالهه تقريبا؟ نا شدني هئي. ڏانهس نهارڻ سان اسانجا نيڻ ٺريا ٿي. اسان جو مرجع آمال و اماني سنڌس ذات والا صفات هئي. انهيءَ وچ ۾ هندو ليڊرن جي وٽس آمد رفت شروع ٿي وئي. راز نيث طشت از بام ٿيو قالت قالو ته شاه اجهوڪ اجهو ڪانگريس جي ڪن ۾ ڪرڻ وارو آهي. اسان جون ۾ ويون ڇهه ۾ ويون. منٿن سان ڪونه گهٽاوسين. هيلا هلائي دنگ ڪياسين پر مڃي ڪير. وارياسو پٽر پائي ۾ ڪريل هو. جنهن جي سلامت نڪرڻ جي اميد عبث هئي. پر اسان جي ڏانهس خوش فهمي ۽ اندو اعتقاد ۽ عشق عقل جي املهه ماڻڪ کي پيرن هيٺان ڪريو بيٺو هو. باالآخر مون ۽ جناب سيد علي اڪبر شاه صاحب مرحوم باني جامع عربيه حيدرآباد هڪ ڏينهن گڏجي سنڌس بنگلي ۾ بک هڙتال شروع ڪئي. ماني ڪائڻ لاءِ گهڻيون ئي منٿون ڪري پر ڳالهه مڃڻ واري ٻيو ٿيو مڙئي خير. سنڌس خاص ماڻهن ٻڌايو ته ڪانگريس مسلم ليگ جي مقابلہ لاءِ سائين بادشاه کي ۾ لک رپيا ڏنا آهن. سو هاڻي اوهان ۾ سنڌس خاص دوست بک وگهي ڇو ٿا مرو؟ سنڌس ڪل دلگهريا دوست مرن ته مر مرن. همراه هٽندو هرگز ڪونه. آخر آهو پلي بک هڙتال ٽوڙي جيئڻ سنڌس بنگلي ڪان نڪتاسين. تيئن اڄ ڏينهن تائين وري اسان اوڏانهن پير نه پاتو. قائد اعظم جهڙي ماڻهون سان اختلاف ۽ مسلم قوم سان عداوت جو راز. آيو خيال شريف ۾ (۱) ايڪهتر واري جنگ ۾ ڪو آڙيڪاپ (۲) مسلمان هندن کي هٿ اچي ويو. هو ڪو ماڳهين قابل هو سو سر بچائڻ خاطر پاڻ کي هندو ظاهر ڪري هندن ني ايڏو ته چانئجي ويو جو بمبئي ۾ هندن جي ڪنهن تمام اهم اينٽي مسلم ڪاميٽي جو ممبر

۽ رازدان بڻجي ويو. انهيءَ جا پاڪستان پهچڻ بعد جيڪي بيان شايع ٿيا. سي ئي نه هندو پاڪستان جي تخريب ڪار مسلم نما ملحدن کي سال بسال انداز“ چالهيه لک رپيا ڏين ٿا. جنهن مان پاڪستان ۾ اسلام ۽ پاڪستان جي خلاف متفرق زير زمين تحريڪون هلن ٿيون. انهيءَ مان پنج لک خاص جي-ايم کي مان ٿا. انهيءَ پارٽي جو ڪم آهي زبان سان ۽ گوناگون ڇپجندڙ مواد ذريعي پاڪستان ۽ اسلام کي ڍاهڻ لاءِ ننهن چوٽي جا زور لڳائڻ. مڙس ڪتل ڪاتو. زمينون اڪثر باراني ۽ لا حاصل. ڏيکم ويکم وڏو. دسترخوان ڪشادو هاڻ نه ڪي رپيا ڪٿان جو وقت پاس ٿئي- خدا جو منڪر. خدا جي خوف جو نه سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. هاڻي اهو ماڻهون پيسن تي پارت جو ڏوتو ۽ پارت جي ڪل ڏوتن جي ناڻي نه ڀنجي ۽ پنهنجي پونگهه(۱) سميت اسلام ۽ پاڪستان جي خلاف ڇا مان ڇا نه ڪري نه پيو ڇا ڪري؟ انصاف ڪرڻ وارن کي ڳالهه پرپ ۾ آئي يا اجا نه ايهي لب تي پيا ليٽن.

## هڪ التماس

منهنجو حڪومت پاڪستان کي پرزور التماس آهي ته جي-ايم صاحب کي پارت جو دائمي پاسپورٽ ڏئي هڙ جو پاڙو ڏئي اوڏانهن اماڻيو وڃي ته حياتي جا پوپان پساهه پنهنجن پراڻن پرين جي پيرن ۾ وڃي پورا ڪري، ۽ بقول مرزا قليچ بيگ جي.

آرزو آهي ته نڪري دم اوهان جي رو برو
مر ته فيصل ٿئي سڄوئي ڪم اوهان جي رو برو

هندن جي هٿن ۾ وڃي سرهو ٿئي.

چيست ازان خوبتر در همه آفاق ڪار
دوست رود سوئي دوست يار به نزديڪ يار

اگرچه اڄ هنڪي اتي پنهنجي پراڻي ڪمائي ۽ جهونو ۽

(۱) ٻچا.

نرم مال يعني حيدرآباد جي زماني وارا هريل مريل هوت هت اچي سکهندا. ننڍي ٿهي ته اڳي ٿي ڻاهڙ ٿي ٿئي سا ڪٽي ٿي هن لهي (۱) ۽ زنده لاش جي کوڙڪي ۾ ڦاسي. جيڪا ڪتر هريل هت ٿي مس مڙي سا ڪٽي ٿي اوبري ماڻهون کي آڳر به رکڻ ڏئي. جيڪي صفا جڙيون ۽ انهي سان گڏ نهايت جيواڙيون ۽ ٻاٽباڻيون. سي اهڙي جهور ٻوڙهي کي واڳ وجهڻ به ڪونه ڏينديون. سنج رکڻ ته پري ٽيا لانگ وارڻ جو ته سوال ئي نٿو پيدا ٿئي هنن جو ڏوهه به ته ڪونهي. همراه اسان وارو به اڄڪلھ ڪجهه جو جن ٻنجي ويو آهي. هڪ ته منهن مان گوشت ٻوڙهپڻ سبب رڙهي ويو. ٻيو منهن نحوست جي نير مان ڀڏل. ڦڪار ۽ نفرت ۽ وحشت. هنجي منهن مان هنڌان ٻوڙيا ڏيو پئي نڪري. جهڙو ڪر مقام جي پر واري جهنگ مان نڪري آيل آدم خور. جهڙي ڪر ڪنهن ٽڪري جي چرن مان نڪتل ڳوريت. هو ويچارڙيون اهڙي بيجڙي بلا کي ڏيٺهن جو ڏسنديون ته به هنن کي ڏندڻ پئجي ويندا. رات جو ته خواب ۾ ڏيکائي ڏنائين ته پڪ هنن کي ڏيٺارو (اوٿارو ـ ڪابوس) ٿي ويندو. مس مس ڪو ساهه ورندن ۽ سجاڳ ٿينديون. هو وٿانس ايهين ٿهي ڀڄنديون جيئن هرڻيون رڃ ڪان. او ...... اصلي ميل ڪن پري پڄي پوءِ وڃي ڪو لوڏو ڦيرينديون. هو ميهن وساڙن جهڙيون، سي ههڙي ڪانگ جي چهنب ۾ نهنديون به ڪونه. ڳجهه جي ڳچيءَ ۾ ڳان جو هار. ڀنگي جي ڪن ۾ عطر جو ڦڙو. آهي به ته سراسر ظلم ۽ بي انصافي ۽ نا قدر شناسي. باقي رهيا اڳوڻا ساڳيا عجيب. اڄ انهن جي مٿن حو ماس رڙهي ڪل گهنججي منهن ريڙو ۽ لبيل رب جهڙو ٿي چڪو هوندو. منهن جي ڪل جا ور سر ۽ قسما قسم ليڪا ۽ گهنج پائي سان پريل وٽي تي هوا سان پيدا ٿيندڙ سنهين سهين لهرن جو ڏيکاءُ ڏيندا هوندا. هنن جا پنيا وار مڪائي جي سنگ جي ٻڄڻ وانگر اڇا ۽ ڪڪا ٻنجي چڪا هوندا. بلڪ ڪسي ڪسي باقي ڪي جتيون (۲)

---

(۱) ڏند پڳل (۲) وارن جون چڳون

ڏنگيون وڃي بڇيون هونديون. ڳڪ نڪري قدن جا مڏا تير ڪمانيون بڻجي وڃون هونديون. اڄ هنن جا عشوا ناز غمزا ادائون ارڏايون (۱) شوخيون شنگيون مسلسل ستاويهه سال هن المڪده عالم جي اوقات زندگي جا بيابان برپٽ ۽ جهنگ جهر جهاڳڻ سبب ڳري سڙي ختم ٿي نيازمنديءَ سياڻپ هيٺاين نرمين نهٺاين ۾ تبديل ٿي چڪا هوندا. پر ته به ڇڱو مڇي تازي ته ملي سگهي ٿي سکل ۽ لوڻيل به سون آهي. هو جي انهيءَ حال ۾ ته هي به ته هينئر پوڙهو پيو بنجي حال احوال وڃائي ويٺو آهي. جنس جنس سان واه جو ٺهندي. جيڏا جيڏين سان اوهو ته مزو ڪندا جو ڳالهه ڪر نه ڪا پڇ. جيڪڏهن ٽڪ (۲) ڪڏهوڪي وهڪيل آهي، ته ڏهن وارو ڏڪندڙ ۽ پوڙهو هٽ به اوه ڪي مناڙڻ ۽ آروس ڪان عاجز آهي. جيڪڏهن اڄ پوڙها محبوب ماڪي نڪتل مڻ وانگر ڦڪا ڦدولا ٿي چڪا هوندا ته عاشق زار به ڪماند جي چوپيل چوٽي وانگر ميناج ڪان مطلق محروم آهي. جيڪڏهن هنن جي حسن جا ڏيا گل ٿي ويل هوندا ته هن همراهه جي به ٻتي جو تيل ڪڏهوڪو کپي ويل آهي. جيڪڏهن ڪالهه ڪالهوڻي وارهون ڪنواريون اڄ ڦلاتيون ٿي سڪل هڏن جا پنجرا بنجي چڪيون هونديون. ته هي اسان وارو همراهه به ته اڄڪلهه ڪوتائي دوران موهن جي دڙي مان نڪتل ۽ شيشي جي ڪٻاٽن ۾ رکڻ جو لائق نظر اچي رهيو آهي. ماڻهون پاڻئي ٿو ته ڪنهن طرح سان عالمي سياحن جي نظرن کان پاڻ بچائي اتان کسڪي نڪتو آهي. جيڪو جهانپو (۳) عينڪون پائي جمال جا جلوا جانچڻ جو آرزومند هجي. انهيءَ ڪي حسن جو به اکيان ڪو هنيون هر ڪائيندڙ هيڪاندو مال ڪونه ملندو. انهيءَ ڪي ايهو ڪو سربل سنياريل پاروتو ۽ آڪو (۴) ٽيل مال مس مس ملي گهرجي. موتيي پاڻي واري اک کي موتين جي جهرڪات مان محظوظ ٿيڻ ڪٿي ٿو ميسر ٿئي. هنڪي ته ڪوڙو مٺڪو به شل

---

(۱) ڏنگايون (۲) ڪير ڏيندڙ ڳئون يا مينهن (۳) نظر گهٽ ٿيل (۴) ڪنو ٿيل

ڪو ملي الحاصل ته:

وقت پيري شباب ڪي باتين،
ايسي هين جيسي خواب ڪي باتين.

پيو نه ته ٻه ٽي ڦيرون ڏڪو ڏئي هيڪ ٻي ڪي سامهون وهي چونچيون تيل ۽ ذرا ڏئي ويل اکيون ٽمڪائي حيدرآباد واري عهد شباب جي ڳالهين سان ته هنيون پيا ٺاريندا. ۽ پوڙهپڻ سبب ڏڪندڙ ڪنڌ سان ها ما ۽ نه نه جي ڌم لڳايو ويٺا هوندا. ۽ هيڪ ٻئي جي منهن تي هاريل ٽڳون ته پيا چٽيندا. جڪو ماڻهون پنهنجي سنعم حقيقي جو دشمن آهي. تمام مناسب آهي ته هندن جي دستور مطابق پڪيڙيل ناري ڳائي چڙهي تي انهيءَ جا پساه پورا ٿين ۽ مرڻ کان پوءِ باه ۾ ساڙيو وڃي ۽ باهه جي تيز ڄڀين سان سڄي بدن جي نبضن ۽ پٺن جي سڪڙجڻ سبب جڏهن بار بار لاشو اٿي ويهي ته هنڪي لٺين سان ڇانو وڃي. رب ڪيڏو نه قادر آهي، پنهنجن دشمنن کي ڀورين ته اتي ٿئي هن دنيا ۾ سندن ئي پيارن عزيزن ۽ اولاد جي هٿان ساڙائي ۽ لٺيون هڻائي ٿو. آخرت ته اڃان اڳتي آهي. پاڻهي پتو پوندو.

## ڌالو ۽ ذات

جي - ايم پنهنجو ناليو غلام مرتضيٰ لکندي ڦکو ٿئو ٿئي. جيڪو مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ جو دشمن. اوهو ڪيئن ٿو پاڻکي مرتضيٰ جو غلام چوائي. جنهن غلامي جو رشتو محبوبن ڪريمن سان ٽوڙي مهاتما گانڌي ڪارل مارڪس ۽ ماٿو سان ڳنڍيو. انهيءَ جو ڌالو جي - ايم لکڻ مان هي مراد ٿي سگهي ٿي ته گولو مهاتما جو گولو مارڪس جو. گولو ماٿو جو. باقي رهيو غلام مصطفيٰ يا غلام مرتضيٰ سو هر گز نه. اوهو نمڪ حرام غلام جيڪو پنهنجي آقا جو دشمن بڻيو. سو وري ڪهڙي منهن سان پاڻ کي انهيءَ جو غلام ٿو سڏائي؟ اهڙي طرح سان هندن ۾ سيد ذات ڪانه ڪانهي. غير مسلم ۽ سيد ڪڏهن ڪٿي ڪو ٻڌو يا ڏٺو.

50

اسلام مان نڪتو غير مسلم ٿيو ته پوءِ ذات ۾ وڃي ڪا غير مسلمن جي هٿ ڪري. واڻيون ٿئي، لهاڻو ٿئي، گورڪو ٿئي، گرگلو ٿئي، گوارنو ٿئي، ڪبوترو ٿئي. ڪاٻه هندڪي ذات پنهنجي لاءِ وڃي ڏٺي ۽ پسند ڪري. پاڻ رکو اعلان ڪري اسين ڪيس انهيءَ ذات سان سڏينداسين. مجال آهي جو نه سڏيون. باقي رهيو سيد سو واڻيون سيد ٿي نٿو سگهي. ايها ڳالهه ڪنهن ڪتاب ۾ ڪانهي. ڪولو ۾ ڪڏهن ڪو سيد ٿيو؟ حضرت نوح عليه السلام جهڙي اولوالعزم پيغمبر جو پٽ جڏهن ڪافرن سان هڪ ٿيو ته رب فرمايو ته ايهو نا صالح تنهنجو پٽ ٿي ڪونهي. جڏهن پٽ ۾ ڪفر سبب پٽپائيءَ مان خارج ٿي سگهي ٿو تڏهن هي پنجاهين پشت ڪافر ٿيڻ بعد ڪيئن ٿو اولاد سڏائڻ جو حقدار بڻجي؟ تنهن کان سواءِ هو ته چوي ٿو ته سندس ماڻهن مسلمانن ۾ عزت حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ڪوڙ سان سيد سڏايو. ورنه في الحقيقت (پاڻ. سندس ماڻهن کي خدا رکي) راجا ڏاهر جي اولاد مان آهي. ترقي پسند سيد چون ٿا ته سندن وجود مان اروڙ جي مٽي جي پيني خوشبو اچي ٿي. جنهن جي بدن مان حجاز اقدس جي مشڪ ۽ عنبر کي مات ڪندڙ سرهاڻ نه بلڪه اروڙ جي ڪفر جي ڪني ڏپ اسرندڙ هجي اوهو واقعي سيد ناهي. ڪو واقعي واڻيون وڪال آهي. اوهو صحيح معنيٰ ۾ مهتو آهي. اوهو في الحقيقت ڪفر وارن جي ڪني قوم آهي. سنڌڙي، سرولي دسهري ثمر بهشت وغيره اعليٰ قسمن جا قلمي انب چلي وڏي ڪلاڪ ڪن ڪتيل برف جي تهن ۾ ٿمي پوءِ ڪڍي چيني جي ٿالهين ۾ رکي پلي جي اڳيان رکو. پلو صاحب هن کي سونگهيندو به ڪونه. ابا پلي کي انبن جو ڪهڙو قدر. هو گري ڳنجي ڦڏي ڦنجي ڪمي جي پلپان سراڙا ڪندو انهيءَ کي جهليائين ته هن ڪر صوبائي اسيمبلي جي سيٽ ڪٽي. اهڙي طرح اڄڪلهه جڏهن هنن جي مسخ ٿيل فطرت اسلام ۽ پاڪ ذات جي اعليٰ ترين انب کان بلڪل بيزار ۽ ڪفر جي ڪين جهڙي ڪمي لاءِ بيحد بيقرار آهي، تڏهن سندن فطرت جي بدلجڻ ۾ ڪي

جنس ٿيڻ بعد اسين هنن کي اصلوڪي جنس ڇو سڏيون؟ شراب خانه خراب جھڙي مردار ماڻيت کي انگور ڪيئن ٿو ڪوئي سگهجي؟ اگرچه اصل ۾ته انگور هو اهڙي طرح سان اصل تي نظر ڪندي پيشاب کي پڻ جو پاڻي ۽ گوهن کي ان چوڻ گذهپائي ڏاهي ته ٿيو ٿا آهي. نه پيشاب هاڻي پڻ جو پاڻي آهي نه شراب هاڻي انگور آهي. نه گوهن هاڻي ان آهي. نه ايهو ملحدن جو گروه الحاد کان بعد هاڻي سيد يا ٻي ڪا به مسلمانڪي ذات آهي.

هرچه در کان نمک رفت نمک شد

ڪافر ٿيڻ کان پوءِ پاڻ کي ڏاهر جو پٽ ثابت ڪن ته ڀلي ڪن. پنهنجي مٽي جو پنوڙو اروڙ مان آندل چاڻائين ته ڀلي چاڻائين. اسان جي بلا. اهڙن پکهرن ۽ پنوڙن جا اسان سان نسلي جسماني روحاني ڪل رهيا اکڙي ويا ۽ ماڳهين ڏار تي وڃي پري پيا ته اسان پاڻ لڪر ڪٽيو. اسان کي ڪهڙو ڇيهو رسيو. خس ڪم جهان پاڪ. ڳالهه ذرا گستاخي جهڙي آهي. پر آهي هڪ ناقابل انڪار حقيقت. پيءُ سان نڪاح دنيا جي ڪنهن به مذهب ۾ ٿي نٿو سگهي. ڏاهر پيءُ سان شادي ڪئي. انهيءَ مان هنڪي اولاد ٿيو. دنيا جي ڪل مذهبن يعني دنيا جي ڪل انسان ذات جي فتوي ۽ فيصلي موجب بنا نڪاح ڏاهر جي اڄ ڏينهن تائين پيدا ٿيندڙ ڪل اولاد کي ڇا چئبو؟ سو ڏاهر جو اولاد پاڻ پڏائي. ڳالهه کي هاڻي وڌيڪ کوليون ۽ انگهايون نٿا. ڳالهه کي اتي ئي ٿا مٿو ڏيو بند ڪريون. ڇو ته مخاطب اگرچه ملحد تاهم اديب آهن. ۽ اديبن جي بي ادبي آداب صحافت جي خلاف آهي. وڌيڪ هو پاڻ سمجهو آهن. چوڻ جو ضرور به ڪهڙو آهي.

## هڪ نيڪ صلاح

محترمين معظمين مڪرمين موقرين صحافين ملحدين حضرات کي جيڪڏهن هرويرو پنهنجو جد اعلي ڪو هندو ئي بنائڻو آهي ته

منهنجي نيڪ صلاح ايها آهي نہ بجاءِ ڏاهر جي رام کي پنهنجو ڏاڏو مقرر فرمائين. رام کي هندن پنهنجي پست فطرت مطابق ڪٿي خدا بنايو آهي ساڻ غلط ڳالهہ آهي. پر انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ رام جو وجود گهڻين چڱين صفتن جو مجموعو آهي. ٻيءُ جو ادب ساڃاهہ فرمانبرداري انهيءَ حد تائين جو سالن جا سال بر بٽ ۾ ڪيترين ئي مصيبتون ڪاٽيائين پر ٻيءُ جو حڪم نہ عدوليائين. رب جي ذات کان پوءِ هن ڪوڙي دنيا ۾ انسان ذات جا وڏي کان وڏا محسن امان ابو آهن. جنهن انهن جو احسان نہ سڃاتو سمجهيو تہ انهيءَ جو وجود ڪنهن بہ چڱائي کان يڪسر خالي آهي. عدل ۽ انصاف انهيءَ حد تائين جو تخت ڇڏي ويو تہ ملڪ ۾ ماتام مچي ويو. تخت تي ويٺو تہ سڄي ملڪ ۾ چراغان ڪيا ويا. خوشيون ملهايون ويون. رام ايهو بہ قوي امڪان آهي تہ هندوستان ۾ آيل سوين نبين مان ڪنهن هڪ جو تابع يعني مسلمان هجي. ڇو تہ خدا جي منڪر ۾ ڪنهن بہ چڱائي جو هئڻ ناممڪن آهي. هلندڙ صديءَ ۾ خدا جي منڪرن اقتدار هٿ اچڻ کان پوءِ اهڙي ظلم ڪيا جو عقل قبول ئي نٿو ڪري تہ ڪو انسان تي ايڏا ظلم بہ ڪري سگهي ٿو. ڏاهر اول تہ سنڌي ڪونہ هو. هو ڪنهن ڏور ولايت جا ڌاريل هئا. جن سنڌ جي بادشاهہ وٽ فريب سان منزلت حاصل ڪري ڪنهن حڪمت عملي سان هنکي مارائي سنڌ تي غداري سان قبضو ڪيو. غازي ابن قاسم رحمة الله عليه سنڌ تي وڏو احسان فرمايو جو سنڌ جي بديشي غدار کي سنڌ تان دفع ڪيو.

## مرون جو ماس

ڪتاب ........... صفحو ١١٥ ١١٨ ١١٩ جي عبارتن جو حاصل مقصد هي تہ سوئر جي گوشت جهڙي نعمت اسلام خوام خواهہ حرام ڪئي. ڪيترا هزار ورهيہ اڳ شڪار تي ويل هڪ ديوتا کي سوئر ماري وڌو. انهيءَ ڪاوڙ مان انهن قومن

مرون کائڻ ڇڏي ڏنو. اسلام ايھا سوئر جي حرام ھئڻ واري ڳالھ اتان ھٿ ڪئي وغيره. (١) اي جي - ايم تون مسلمان ھجين ھا تہ توکي مسلمان بيشڪ سوئر کائڻ کان روڪين ھا. پر جڏھن تو اسلام ڇڏيو بلڪ اسلام جو دشمن ٿي بيٺين. خدا جي ڪلام ۽ خدا جي رسول جي ڪلام تي توکون ڇٽرون ٺلوليون ڪرڻ ۽ خدا ۽ رسول جي حڪمن کي بار بار وحشيانہ ۽ جاھلانہ چوڻ ۾ شرم محسوس نٿو ڪرين. سنڌي ۾ چوندا آھن، ڪتو چتو ٿئي تہ بہ ڏئي کي سڃاڻي. تنھنجي چتاڻ ڪتي کان بہ ڪي رتيون ڪسر آھي. جو خود ڏئين کي بہ ڏاڙھڻ ۽ چڪ ھڻڻ لاءِ ننھن چوٽيءَ جا زور لڳائي رھيو آھين. جڏھن ايھين آھي تہ پوءِ توکي مسلمان سوئر جي گوشت کائڻ کان ڪونہ ٿا روڪين. بلڪ فل اجازت ٿا ڏين. تون بيشڪ کائي پنھنجون حسرتون پوريون ڪر. جيڪڏھن جيترا جاڳندا سوئر ڳڙڪائي وڃين تہ بہ اسان جي بلا. اسين توکي ڇو روڪيون. جيڪڏھن مرون جو ماس بيحد مردار ۽ پليت آھي تہ ڪافر جو پيٽ بہ انھيءَ کان ڪنتين حصا وڌيڪ پليت آھي. گندگي کي گھر جي پاڪ پٽ تي ڪو ماٺھون نٿو سھي. پر جي گٽر ۾ وھي ھلي تہ ڀلي ڀئي وھي ھلي. گٽر نھيو ئي تہ انھيءَ گندگي لاءِ آھي. (٢) عرض تہ مرون دادو ۾ شايد مشڪل سان ملندو ھوندو. مڪيءَ جي ڏينڌ ۾ ڀڪا تونا اڏي ويھي ايھا بقول اوھان جي خوش ذائقہ خوراڪ اوھان خوب مزي سان حاصل ڪري سگھندا. اتي وڃي ديرا دمايو. ۽ اوھان جي اوھا مرغوب الطبع غذا جنھن جي حرام ھئڻ جي ڪاوڙ ۾ اسلام ڇڏيو اٿو. حاصل فرمايو، ۽ ايتري قدر کائو جو انھيءَ تي ئي اڪتفا ٿئي. ۽ ان کائڻ جي بہ ضرورت نہ رھي، بلڪ پيٽ لاءِ انھيءَ جو ماءاللحم ڪيائي پيو ۽ پاڻي کان بينياز ٿي وڃو. البتہ ھڪڙي ڳالھ موجب تشويش ضرور آھي. اھا ھي تہ مڪيءَ جا ميجر وري اوھان کي خوب مزي سان نوش جان فرمائيندا. ھنن کي کھڙي کل تہ مرونءَ جي ماس مان پيدا ٿيل رت مردار آھي. انھيءَ کان پرھيز ڪجي. ھونءَ بہ ڪاڏي

حلال جي مسئلن جي معاملي ۾ مجر بلڪل اوهان وانگر حرام ۽ مجر ذات کي دقيانوسي خيالات تصور ڪري ٿو. ممڪن آهي ته مستقل طرح جي ايها بد پرهيزي اوهان جهڙي ناز پروردہ لاءِ اتي آئون ته سان قيام فرمائڻ مشڪل بنائي ڇڏي. انهيءَ ڪري گهر ويٺي جام جوان ٿو نه ڪتا تناول فرمايو. ڪتا اوهان کي ڪٿي ڪٿي ڪٿيون ڪٿي ڏاريو. دستياب ٿيندا. تنهن ڪان سواءِ ۲۰ ۲۵ ڪتيون ڪٿي ڏاريو. اوهي اوهان کي پوري سال جو گوشت فراهم فرمائيندڻيون رهنديون. ڪتي جي گوشت جا ڪوفتا قورمان قيمان ڪائي خوب توانايون حاصل فرمايو. بلڪ پنهنجي ڪل پيارن پيروڪارن يعني الحاد پرستن کي به انهيءَ نعمت سان نوازيو. مسلمان اوهان سان مرون ڪاڻ تي جنگ جهيڙو نه ڪيو. سو ڪتي ڪاڻ تان اوهانکي کهڙيون لٿيون هئندا. ڪتن کي به ته آخر مذهبن مردار ٺاهرايو آهي. مذهب آهن ئي ڪونه ته پوءِ ڪتي جي مردار هئڻ جو ڪوبہ دليل ڪونهي. ايها ڳالهه پلئه ثبوت کي پهتل آهي. نه نبي سر روڊ جي ڪن ڪميونسٽن ڪتو ۽ ڪاڏو هو. (ٿيون عرض) بقول اوهان جي هزارين سال اڳ مرون ڪان ديوتا کي ماري وجهڻ جو جيڪو عظيم گناه سرزد ٿيو هو. انهيءَ جي سزا هن کي مسلمان نه پر اوهان ڏئي رهيا آهيو انهيءَ ڪاوڙ ۾ اوهان مرون کي ماريو ٿا وڃيو ٿا. ٽڪيو ٿا. پوءِ رڙيو ٿا. اڃا به اوهان جي دل نٿي ٺري پوءِ انهيءَ کي چيهاڙي ڪرتي ڪائو ٿا. اوهانکي جس هجي. اوهان کي سٽ شاباسون هجن. وهان پنهنجي ديوتا جو وير مڙس ماڻهون ٿي وٺي رهيا آهيو. باقي رهيا مسلمان سي ڏوڙ جا پڪ پريو ٿا وجهن ديوتائن جي منهن ۾. هڪڙو ڇا ماريو ويو. مرن کي شل ڪا همت ٿئي جو سي ديوتا ماري ڇڏين. اسين مرن کي ڀاڻ آفرين چونداسين. انهيءَ ڳالهه تان اسان جو مرن سان ڪاوڙجڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. اسان جي ته مذهب جو بنياد ئي آهي ديوتائن سان دشمني تي. اسان جنهن کي مڃيو آهي سو حي ۽ قيوم رب آهي. جنهن جو شان مرڻ ۽ مارجڻ کان تمام گهڻون

مٿاهون آهي. چوٿون عرض. اڪ به عـرض ڪري چڪو آهيان ته رب العالمين جيڪا به مخلوقات پيدا ڪئي آهي. غيرت جو مادو انهي جـي فطرت ۾ وديعت فرمايو اٿس. ڪابه جنس هجي. حتيٰ ڪه ڪيڙا ماڪوڙا به نر نه ٻجي سگهي ته اوها ٻي ڪالهه آهي. باقي وس هلي ته پنهنجي ماديءَ کي تڪڻ واري جو سر وٺي. ڪل مخلوقات مان ديوث ۽ بيغيرت ابهو هڪڙو پليت جانور آهي. جنهن کي غيرت جي ڪا رتي به نصيب نه ٿي آهي. ۽ جنهن شي جو گوشت کائجي ٿو انهيءَ جي طبيعت جو اثر لازمي طرح سان کائيندڙ تي پوي ٿو. تمام گهڻو مرون جو گوشت کائيندڙ يورپي قومن جي به ٻڌجي ٿو ته ساڳئي مرون واري گت آهي. جيئن هڪڙي پونبڻ(۱) کنهن پوڙي ۾ پوٽ هئي پيهندي آهي. پنج ڇهه مرون به ٻڪ وقت پوري صلح سانت سان انهيءَ مان متمتع ٿيندا رهندا آهن. بلڪل اهڙي طرح سان چيو وڃي ٿو ته به ٻڪ وقت ٻاٽي ٻاٽي گورا گڏجي هڪڙي مئڊم صاحبه جي خدمتگذاري ۽ عزت افزائي فرمائيندا آهن. ٿورو مرون جو گوشت کائيندڙ هندو قومن وٽ به غيرت تمام ڪا ٿوري ۽ نالي ماتر آهي. ڪونه ٻڌو هوندان ته ڪنهن هندو غيرت جي سوال تي پنهنجي زال ماري هوندي. ابهو مرون جي گوشت جوئي اثر آهي. جو هندو قوم وٽ نيوگ عين ڌرم ۽ ڌرم جو قانون آهي. نيوگ چئبو آهي اولاد نه ٿيڻ جي حالت ۾ زال کي ٻارهن مڙسن تائين اولاد حاصل ڪرڻ لاءِ قانون فطرت جي مطابق عمل پيرا ٿيڻ لاءِ وڃڻ ۽ انهن کي پنهنجو ٻاڻ پرنڻ(۲) ڪي. هڪ سک عورت جا چيو وڃي ٿو ته ست ڏير ڇو نه هجن هوءَ سڀني جي تمنائن کي انتهائي خوش اسلوبي سان پائيه تڪميل تي پهچائيندي رهندي آهي. مذهب اسلام جو بنياد ئي غيرت تي آهي. اوهو اسلام ئي آهي جنهن بيغيرت ۽ ديوث کي واجب القتل ٺهرايو آهي. ابهوئي سبب آهي جو اسلام خنزير کي ايتري قدر پليت

---

(۱) سوئر جي ماديءَ کي چئبو آهي. (۲) سپارڻ حوالي ڪرڻ.

۽ مردار چيو آهي جو انهيءَ جهڙي مردار شيءِ دنيا ۾ ٻي ڪا بہ
ڪانهي. مرونءَ کان پوءِ ٻي درجي ۾ ڪل درندا جانور ۽
۽ درندا پکي جيڪي هر جنس جانورن ۽ پکين کي بيرحميءَ
سان ماري کائيندا آهن. انهن کي بہ اسلام پاڪ انهيءَ ڪري
حرام ۽ مردار فرمايو آهي. جو انهن جي گوشت کائڻ سان
انهن جهڙو درنده صفت بيرحم ۽ پاڻ جهڙن هر جنس انسانن کي
ماري کائڻ جو عادي ٿيڻ يقيني هو. مارڻ تہ بجاءِ خود پر پاڻ
جهڙن انسانن سان هر طرح جو احسان ڪرڻ ۽ پال پلائڻ اسان
جي پاڪ دين جو اصل الاصول آهي. ايهوئي مرون جي مردار
گوشت جو اثر آهي جو پاڪ ماڻهن جو اولاد جي- اير صاحب
پنهنجي ڪتاب ......... صفحہ ١٥ ۾ لکي ٿو تہ عورت ۽ ڪاڏن
ٿان انسان جي وحشيانہ دور ۾ هيڪ ٻي سان جهگڙا ۽ فساد
ٿيندا هئا. هاڻو جناب عالي اڄوڪي مهذب دور ۾ سڀ ڪجهہ
کائڻ گهرجي. ۽ عورتن کي بہ ايو سو اگهيو ۽ سوالي نہ خالي
جي تعليم پڪي پڙهائڻ گهرجي. جهگڙو فساد وري ڇاجو. ڪو
اوهان سان جهگڙو فساد ڪري بہ ڏسي.

# لساني فتنون

ڪانگ کي لڙ ۾ فائدو. گرگ ازخداچہ ميخواهد باد و باران. سنڌ ۾ سنڌي ۽ مهاجر سنڌي ٻولي ۽ اردو زبان بابت چوٻچو هلي. جي- ايم جا ڪرپٽ جمي پيا. هن جي گيهہ ۾ ٽڪري ٻڏي. مڙس ڪريل هو سو اٺي پيرن ڀر ٿيو. جنهن کي پنهنجي تڪ جي ماڻهن ٿو ڪتا ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ جي سڄي سنڌ ۾ ازسرنو پذيرائي ۽ ڪريل وقار جي بحال ٿيڻ جي اميد پيدا ٿي پئي. گويا مثل مڙهہ ۾ ساهہ پئجي ويو. سو اهڙي زرين موقعي کي غنيمت ڄاڻي ملڪ ۾ پکڙيل چنگن تي سڪل ڪک ۽ سنهيون ڦينگاچيون رکي ڦوڪن ڏيڻ ۾ همہ تن مصروف ٿي ويو.

باقائده دورا شروع ڪري ڏنائين. هتي ۽ هتي جلسا ٿيڻ لڳا. وڙهو ڙي سنڌيوڙهو. پناهگير اوهان جو گوشت ته ڪڍهو ڪو ڪانئي ڇڏيو آهي. هاڻي ڇانڻ ته اوهان جا هڏا به ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو. سنڌ وڃي ڙي سنڌ وڃي، ورو وارو ڪريو. بچايو. پناهگير سنڌ کي ناقي وانگر ويڙهي ڪلهي تي رکي روانو ٿيڻ وارو آهي. اسان جا سنڌي پورا بادشاه ته اڳيئي آهن. دوست ۽ دشمن کي خبر ڪري سڃاڻن. تن ڏنو ته مار مانجهائي سنڌ سچ پچ به شايد وڃي، سو جيجل سنڌ تي سر ڪير نه ڏيندو. جو نعرو هڻي نڪري نروار ٿيا. سنڌي ۽ مهاجر اسلامي اخوت جي مضبوط رسي ۾ ننهن چوٽي سوڌا جڪڙيل هئا. تنهنڪري اگرچه جي. ايم جي سازش پوري طرح سان ڪامياب ڪانه ٿي. هن جون دلي مرادون پوريون نه ٿيون. باهه جا وڏا پيڙ ڪونه ٻريا. پر الٽو (ڪن تمام ٿورڙن جاين کان سواءِ) هر هنڌ سنڌين ۽ مهاجرن پاڻهي جو روح پرور منظر ڏيکاريو ۽ هيڪ پي جي جي بجاءِ لاءِ لوهي قلعو بنجي بيٺا. پر تاهم انهيءَ اخوت جي رسي جون ڪنان ڪيي تندون ڇنڻ ۽ ڪٽي وانگر لڪڻ ۾ ڪجهه قدر ڪامياب ضرور ٿيو. مڙس ڪتل پيدائش پوري پنڻ خرچ وڌو. پارت جو واڻيون به ڪيس بيڪار سمجهي آسرو پلي پنهنجو هٿ روڪڻ تي هو. انهيءَ وچان هي فساد وارو في الحقيقت الٽو پر سندس حق ۾ سٺائو واءِ وري پيو. جنهن سندس قسمت جي ٻيڙي تاري وڌي. ملڪ جي موافقن ۽ مخالفن جي وات ۾ سندس نالو ورد ۽ وظيفي وانگر جاري ٿيڻ لڳو. مدح نه سهي ذم سهي واکاڻ نه سهي ڦٽڪار سهي پر سندس تذڪرو ته عام ٿيو. بدنام جو هونگي تو ڪيا نام نه هوگا هوڏانهن پارت جي واڻين به ڏٺو ته همراه ۾ ڪي داڻا آهن. سنڌ جي ٻيڙي ٻوڙڻ واري مهم کي ڪنهن حد تائين انجام ڏيڻ جي صلاحيت ضرور رکي ٿو. ناٽي ريلڻ جو وجه جواز موجود آهي. همراه ڪارائتو آهي. صفا بيڪار ڪونهي. ٻوڙهو اٺ به ڪنوات لهي. واڻين جي بلڙو (١) ۽ ماڪ تي موريل گماشتن

(١) گيرو

ڪان جن جو تعداد سنڌ ۾ سوڙ يا سواسو ڀڄايو وڃي ٿو. ۽ اوهي اگرچه اسلام دشمني ۽ پاڪستان جي عداوت ۾ هڪ ٻي ڪان جوڳي جي جتي ۾ پير ٽٽا پائي پيش پيش آهن. پر هن جهوني امبد جيڪا هن ۾ آهي. سا هنن ۾ سگهن. سنڌ جي ٻر وڄائڻ جي ساءِ ڪٽي ٿو اڃي سگهي. انهن انبڙين مان انب جو ايندڙ رهين جي زمين دوز ۽ ڪاڻهي. گاڙهين جي منظر پارت مان وهي ذري گهٽ ڪجهي ڏالي جي سن واري شاخ جيڪا مس تي وڙهي ۽ اهڙي طرح هڪ سڪڻ تي هئي. سا وري به زوردار وهائي وئي. لک شڪرانا ٿيا. خدا قلاش رهين جي وهندڙ واهه ۾ وهنجڻ لڳو. جي به مصداق لساني فتني شرے ٻرانگيزد ڪ خير ماڌران باشد. جي ڪلي جهڙو منو ۽ مائي جهڙو جو ٿر هن همراه جي حق ۾ رس سنڌس انهي ۽ حريفانه هوڪي لذيذ ثابت ٿيو. مهاجر هليا وڃن، سنڌي موهجي مٽ موڙهل (١) اوڳا اسارا ابوجهه احمق تي ڪي سنڌس تي تنهن ٻه ڪڇـي نوڙ وڌس سرڪار جو وڏو پياه. سنائي سورمون جـي لڳيون ٽڙي واڇون جون ايلچين مغزي اڌ خسيس پنهنجي هو ته نه خبر ايها آهي. رهيو ڏئي قرباني لاءِ سنڌ فائدي تي سنڌ کي قربان ڪري رهيو آهي.

## حيرت انگيز

جيئن ته اڳي به عرض ڪري چڪو آهيان ته ڪي مت جا مارئل ويساه وسوڙل وانڙا هلڪي ۽ تـرڙي قسم جا ظاهرن پڙهيل پر پروڙ جي لحاظ سان ڏڏ چريا، اول نمبر جا جٽ ۽ بوڏان. ڪکن پنن وانگر سرخ سيلاب جي وهڪري ۾ وهي خدا جي وجود جا منڪر ٿي ڪميونسٽ بنجي ويا. اسلام کي هنن خير باد چيو. پر حيرت انگيز ڳالهه هي آهي ته هندو مذهب جي تعريف ۽ توصيف ۾ ڇاڙيون هڻندي ٿڪن ئي ڪو نه ٿا. هندو به

(١) ٻي سمجهه

ته (اگرچه غلط ۽ نامعقول نموني سان) به خداوند تعاليٰ جي وجود جو قائل آهي. پاڪ پروردگار کي مڃڻ جو گناهه مسلمان ڪري ٿو تـه هُن وٽ ڪُشتني ۽ گردن زدني ڪان گهٽ سزا جو مستحق ناهي. پر جي ابهو ساڳيو ڏوهه جناب هندو صاحب کـان سرزد ٿئي ٿو، ته ساڳيو منڪر آئون ٺران تنهنجا صدقا ڪـٽـان. تـوتـان گهوري وڃـان. منهنجا جـئـين ڄڃين. منهنجي هنيين جا هار هندو. تنهنجي وات ۾ گلاب. ابهي ۽ انهيءَ قسم جون ٻيون لولبون ڏيڻ شروع ڪري ٿو ڏي. ڇو ڀلا؟ ابهي لنبڊون ٻلائون جنجو ڪم آهي- سڀ ڪنهن کي ڏنگ هڻڻ سي مسلمانن کي ته نهوڙيو ٽيون ٽين پنهنجي وه سان وهاليو (۱) ٽيون مارين. هندن کي ڏسڻدي ئي سندن منهن اهڙو منبجو وڃي. جو گويا ڪه هنن ۾ ڪڪڻ جي صلاحيت ئي ڪانهي. ظاهر آهي ته هندن هنن جون اکيون ۽ وات چاندي جي تارن سان سبي هنن جي زبانن تي سونا ڪلف لڳائي هاڻي ”زر ڦينڪ تماشا ديکه“ وارو نرمل نظارو مزي سان ڏسي رهيا آهن. ڀلا ابهين ناهي ته پوءِ هندو ڌرم کي به ڪو معقول انسان ساراهي سگهي ٿو؟ ڳئو جو ڇيڻو ۽ مٽ پوتر ۽ پاڪ دڪان ۽ جملي ڳاڏي جي شين تي صبح سان مٽ جي ڇڻڪار آلي ڇيڻي کي پڪيڙي سڪرات وقت مرندڙ مائهون کي انهي تي سمهارڻ ايها ماتا جي تعظيم پروري. پتا صاحب يعني ٻيل بابا انهيءَ کي ساڳين فرزندان گرامي جو. هر ۽ ڳاڏي ۾ هلڻ وقت پاڻڻ(۲) جا ڪڙڪا ڪرائڻ. پڏائيندو ڪو العاد پرست؟ ته ابهو ماهه جو مٽ پيڻ ۽ ڇيڻو منهن تي ملڻ ۽ ٻيءَ کي ڏنڊن سان ڪٽي اڌ مئو ڪرڻ حق مذهب آهي؟ پاڻي جي تپشا ڪرڻ. پاڻي ۾ اڪا اڇلائڻ. پاڻي کي پنهنجو اوتار ڪري مڃڻ. ۽ وري ساڳئي پاڻي سان پنهنجو هيٺيون سامان ڌوئڻ. ۽ انهي ساڳي مزعوم خدا سان گندگي صفا ڪرڻ ڇا ابهو به حق آهي؟ نيوگ جو قانون يعني

---

(۱) زهر ڏيو (۲) ڇهڪ يا لڪڻ.

جنهن زال کي ٻار نه ٿئي. انهيءَ کي ٻارهن مڙس
حاصل ڪرڻ جي فل اجازت. اي جناب جي. ايم صاحب توکي
مهاتما گانڌي جي وڏن ڪنن ۽ اگهاڙن پيرن جي ڏوهي آهي.
توکي سڀاس چندر بوس جي سورهيائي ۽ سروجني نائڊو جي
سيائپ ۽ سگهڙپائي جو سڌهن آهي. پنهنجي دل تي هٿ رکي
فيصلو ڏي ته ڇا ايهو نيوگ وارو قانون به حق آهي؟ قاديانين
جي مقابلي لاءِ ننگر پارڪر ويا هئاسين ويرواه ۾ به دعوت تي.
آتي به جلسو ڪيو ويو. اتي جي ماڻهن ويرا واه جي تمام وڏي
ايراضي ۾ پکڙيل پڊا (۱) گهمايا. اهو تمام ڪو قديم زماني جو
هندن جو شهر هو، عجائبات ڏٺاسين. هڪ پٿر جي عورت ايتري
قدر قابليت سان گهڙيل هئي جو چئو ته ڪر سچ پچ زال آهي.
انهيءَ جون ٽنگون مٿي ٿيل. ۽ زنانون عضوو ايتريقدر نمايان
بنايل جو اوڏانهن نهاري نه پيا سگهون. انهيءَ تي سينڌر پيل ۽
گيهه هاريل. اڙي هي ڇا؟ ڇي هندو مرد ۽ عورتون اتي اچي
انهيءَ زناني عضوي جي پوڄا ڪندا آهن. ڪجهه اڳتي
هلياسين هڪ بهترين قبو ٺهيل انهي جي فرش تي پوري وچ ۾
هڪ جنڊ وانگر گول اندازاً ٻي فوٽ ويڪرو پٿر زمين تي رکيل
انهيءَ پٿر جي پوري وچ تي مردانو عضوو باقائده گهڙيل ۽
ٺاهيل. اڙي هي ڇا؟ ڇي بي اولاد هندو عورتون انهيءَ پٿر جي
عضوي مخصوص تي ويهي حسب برداشت انهيءَ کي درآمد ڪري
پنهنجي حساس ۽ نازڪ ترين حصهٔ جسم جون لطافتون نزاڪتون
نفاستون انڌي مذهب جي انڌ ۾ بي حس بي جان درشت ڪرخت
۽ خسيس پٿر تان قربان ڪري. انهر انهيءَ ڪان پٽ پنندبون
آهن ۽ قبو انهيءَ ڪري ٺاهيو ويو آهي ته زالون پلي ڪپڙا
لاهي اطمينان سان پٿر جي نامعقول ۽ ڪوڙي محبوب سان خلوت
صحيح حاصل ڪن ۽ لطف اندوز ٿين. ايهو ڪو ٺاهو افسانو
ناهي. حقيقت آهي. اڄ به ڪو انڪار ڪري ته پاڙو مون تي

(۱ مٽيءَ جا تمام وڏا ڍڙا.

هلي ڏسي، بئي ڳالهيون نه هجن ته ڏنڊ پري ڏيان. ڇڱو اي الحاد پرست ڇا ايهو به حق آهي؟ ڇا ايها انسانيت جي توهين ناهي؟ جنهن بت کي ڪاٺ پٿر يا لوهه مان هٿ سان ٺاهيو ويو ۽ جنهن تي ڪتو مٽي لڳي ته انهيءَ ڪتي کي به روڪي نه سگهي. انهيءَ کي خدا ۽ حاجت روا ۽ مشڪل ڪشا ڪري مڃجي. ڇا ايهو به حق آهي؟ مڙس مري ته زال ڏاگ چڙهي پاڻ کي ساڙي ختم ڪري. يا هن کي مئل مڙس سان گڏ قبر ۾ پوريو وڃي. جنهن ڌرم جو ايهو قانون آهي سو به حق آهي؟ مخلوقات مان ڪنهن به شئي تي رب جو نالو رکڻ ۽ انهيءَ کي خدا ڪري مڃجي. انهيءَ طرح سان احڪم الحاڪمين ذوالجلال والاڪرام رب جي شان جلالت ۽ ڪبريائي تي ٺوڪ ۽ ٺٺول ڪرڻ. ڇا ايهو به حق آهي؟ پيءُ ننڍي پٽ کي سامايل ڪنوار پرڻائي پاڻ انهيءَ سان فرائض زوجيت بجا آڻي ۽ انهيءَ مان پيدا ٿيل پٽ جنهن کي پيءُ جي بلوغت کان اڳ ڄاتو آهي. ۽ براه راست ڏاڏي جو پٽ آهي. سو هندو ڌرم جي قانون مطابق ڏاڏي جي مرڻ کان بعد پيءُ کان ملڪيت جي حق وٺڻ جو حقدار آهي. ڇاڪاڻ ته پيءُ جنهن جو پٽ آهي پوٽو به اهڙوئي انهي ساڳئي جو پٽ آهي. پوءِ بئي هڪ جهڙا حقدار ڪيئن نه ٿيا ڇا ايهو به حق آهي؟ دارا شڪوه هندن جي چئن ويدن جو نهايت عقيدت ۽ احترام سان فارسي ترجمو ڪيو آهي. ۽ ويدن کي هن سندس گمراه پڙ ڏاڏي اڪبر وانگر ڪتاب مڪنون لايمسه الا المطهرون ○ چيو آهي: ايهو فارسي ڪتاب مونکي هڪ دوست کان مليو. دارالشڪوه جي. اير وانگر مضمون نگار ٺو آهي. مون ايهي چارئي ويد اڪثر و بيشتر پڙهيا. هنن ۾ اهي ته خرافات جمع ٿيل آهن. اوهي ته واهيات ڳالهيون لکيل آهن جو پڙهڻ سان عقل دنگ رهجيو وڃي. يا الاهي ڇا ايهو به ڪو مذهب آهي؟ ڇا انهيءَ کي ڪا قوم برحق ۽ سچو ڌرم تصور ڪري سگهي ٿي؟ ڪو اولاد جو

سڪاپل سيٺ سگنومل ٻٽ پڻ لاءِ ساگهر (۱) سميت اڏيري لعل
ڀهتو. ڪامڻي کي اندر هلڻ جو اشارو ڪري ڪانڌ (۲) پاڻ گهوڙو
پڌڻ لڳو. ڪو موقعي جو منتظر ٽاڪائو ۽ طامائو خبيث مسلمان
اندر واڳون وانگر وات ڦاڙيو ويٺو هو. من موهن مند (۳) جو
اندر تيڻ ۽ هن ديوهيڪل دئيت جو اندران در بند ڪرڻ. واڻي
ايها رواداد ڏسي در کولڻ لاءِ سوڏا (۴) زور لاتا. ٻر در به در هو
ٻر واري دري جي سيرن مان ڪيس معاملو دگرگون نظر آيو.
ڏسي ته هڪ ماڻهو بارٻر پار ڪري پارت جي وچ ويٺو آهي.
پارت جون لامون (۵) ڪيس وڪوڙي رهيون آهن. وهراج چالو آهي.
اڇا ڀهرڀون گراڙو (۶) رونبو پيو ٿئي. ٻڪاپل ڪڪڙ ڪٽڪ چڳڻي
رهيو آهي. وفا جا ورڊس ٽائيپ ٿي رهيا آهن. سيڙه (۷) پاتار جو
ٻاڻي پيو پيڻي. ڏيندڙ ڏر اجڏ الفت ووداد ۾ مستغرق آهي. ونندڙ
ڏر شراب محبت جي نشي ۾ سرشار ۽ سراپا رضا و تسليم. هو
هڪ اهڙي دنيا ۾ پهچي چڪا آهن. جتي پهچڻ کان پوءِ هي
غمن واري دنيا في الحال تـه وسري ويندي آهي. واڻيون هجي ها
ڪو اڄڪلهه جو ترقي پسند ته واهه واهه ۽ شاباس شاباس جا غلغلا
بلند ڪري ها. ٻر هو هو ڪو اولڊ قسم جو ۽ بقول جي- ايم
جي دور جاهليت جـو يادگار. تنهن ڪجهه وقت ته پنهنجو مال
ٿنبو ڏسي اڙي ڪير آهين؟ ڪير آهين؟ جو شور برپا ڪري ڏنو.
نيٺ خيال آيس تـه متان جنهن اڏيري لال لاءِ هيڏي ڏس ڏوري
ڀهتا آهيون اوهو ته ڪونه پنهنجا پال پلائي رهيو آهي. سو چيائين
ته اڙي اڏيرو تـه ڪونه آهين اڏيرو؟ بدمعاش چيو ته ها هائو
هائو. واڻي چيو تڏهن جشن ڪر جشن. ايهين چئي ٻري وڃي
مطمئن ٿي ويٺو. پلا ڪيئن نـه مطمئن ٿئي جو پانڊيڙي جو پنڊ
ساڀ پيو. ڪاج سرپيا. مرادون پنيون. اڏيرو سوال سٽي عرض

---

(۱) ٻار ٻچا (۲) مڙس (۳) ڪنوار (۴) پورا (۵) ٽاريون (۱) وهر ٿيندڙ سارين جو مٿيو (۷) پکي جو قسم جنهن جي ٻت تي قلمن جيڏا ڏگها ڪنڊا ٿيندا آهن.

اونائي قبر مان ڦڙتڪ ڏئي ٻاهر نڪري پٽ ڏيڻ واري مهر پنهنجي هٿ سان سر انجام ڪرڻ لاءِ ٻاڻ ٻڌوڙي رهيو هو. هيلو سارو اڏيرو پنهنجي سر هلاخ ٿيو ۽ قانون فطرت جي عين مطابق اولاد پيدا ڪرڻ لاءِ عملي ڪوشش ڪري، پنهنجو رت ولوڙي ٻاڻ کي پکهرائي رهيو هو ۽ هاڻي اولاد جو پيدا ٿيڻ شڪ جي گمنام گس مان نڪري يقين جي شاهراه تي پهچي چڪو هو. دعائون جڏهن وڃي لڳن. هي هلو هٿ سودو ڪٿان ٿيي. اهڙين قسم واقعات ٻڌورو جنڪشن جي پرسان ٻڌوري جي ماڙي تي به ايترا گهڻا ٿيا جو اڄ تائين اڇوت هندو وسهي وٺا آهن ته ايهي حرڪت بازيون ٻڌورو ٻاڻ ٿو ڪري. چنانچه هندو قوم ۾ ايهو مشهور مقولو پنهجي وٺو آهي ته: ٻڌورو دعا رو ڳنڍ لڪا رو ڪوٽو لڳايان رو وڃاڻ، يعني ٻڌوري وٽ دعا جا ته پاندا پريا پيا آهن، پر عادتن جو ڪوڙو (لوفر پارٽي) ۽ زالن جو وڃاڻ (پيڙي پوڙيندڙ) جيڪو ڌرم چوي ٿو ته مثل موتي اڇي هڙا ڪرتوت ڪري ٿو، ڇا اوهو به حق آهي؟ ڪنهن اڇوت کي اتفاق سان گيتا جو پوتر آواز ڪن پيو ته انهيءَ مليڇ جي ڪن ۾ شيهو ڳاري وجهو اڙي جيڪڏهن گيتا هدايت جو ڪتاب آهي ته پوءِ پلي اوي سوي پڌي هدايت پرائي. گيتا ڪهڙي اهڙي عيب جي شيءِ آهي. جنهن کي اهڙي اهتمام سان لڪايو ۽ ڇپايو وڃي ٿو. هندو ڌرم چوي ٿو ته آهي سٺي شيءِ، آهي به هدايت لاءِ، پر انهيءَ کي ظاهر هرگز نه ڪيو. اي نئين مان واٿيان ٿيل جي- ايم اينڊ پارٽي پڌايو ته ڇا ايهو قانون به حق آهي؟ مونکي وري به عجب ٿو ٿئي ته جي- ايم واٿيون ڇو ٿيو؟ ايها ڳالهه پايه ثبوت کي پهتل آهي. ته پيسن تي ايهين ٿيو. پر ته به تعجب پيو ٿئي ته واٿيون ڇو ٿيو؟ پلا اسلام ڇڏيائين، لامذهب ٿيو ته لامذهب ٿي هجي ها واٿيي جو مذهب ته ڪو عقلمند قبول ڪري سگهي نٿي ڪونه ٿو. هنن جي ڪابه ڳالهه معقول ۽ قرين قياس ته آهي ئي ڪانه. هندو ڌرم کي عقل ۽ سياڻپ جو ته ڪو واءُ ئي ڪونه لڳو آهي. ڪافر سڀ بچڙا پر حماقت حماريت سفاهت غوايت ۽

جهالت جيتري قدر هندو ڌرم ۾ آهي اوتري قدر شايد ڪنهن ٻي ڪافر قوم ۾ هجي. ڪا دوا هوندي آئون نسخو نويسي به ڪندو آهيان. ويچ آهيان نه ناهي نسخو يا ڏس. آهي ته مفت ڏيندو آهيان نه ته پنجيتهن سالن يا ڪوبه بر رب جي فضل سان مطب وارن پورن ۾ دوا يا نسخو بابت ڪنهن ڪان هڪ رهيو به ڪونه ورتو اٿم. انهيءَ علاج جي سلسلي ۾ بعضي اڇوت قومن جا مرد ۽ عورتون به اچن ٿا، جن وٽ ڌوئڻ ۽ صفائي جو اهتمام گهٽ هوندو آهي. ڪو ماڻهون ڏس پنڌ لاءِ اميد ڪري اچي هنگي لوڏي ڪيئن اخلاق ۽ انسانيت جي منافي آهي. لامحاله ويجهو وهاري نبض تي هٿ رکڻون پوي ٿو. هنن جي ڪني ڏپ ۽ چيٽ نڪ پوسرايو مغز پرايو چڙي، پر مٿين طبقه جا هندو جيڪي روزانه شنان ڪري ڪني ڌوتل ڪپڙا زيب تن فرمائيندا آهن. انهن جي به پير ۾ ويهڻ ته ڪفر جي ڏپ پئي ايندي. طبيعت چاهيندي ته ڪجهه پرپرو هيئين واهه تي ويهي ته چڱو. ايها ڏپ عام بدبودار شين وانگر نه پر هڪ اهڙي نرالي هوندي آهي، جنهن جي اچڻ شرط قوت شامه ماؤف ٿي گواهي ڏيندي آهي ته ايها خاص ڪفر جي ڏپ آهي. اسان جا مسلمان اهڙا پيا آهن، جن ڌوئڻ ٻوئڻ سکيو ئي ڪونهي. ٿون چولو جيئن پائيندا تيئن پاٽي ۽ ڪار صابڻ لاءِ سگندي پڻ تي ئي ڦاٽي ويندو. ونهنجڻ سان هنن جو واهپو ئي ڪونهي. مر ۽ گر جا هنن جي بت تي تهه چڙهيل، پر ته به منجهن نڪا باس نڪا بوءِ.

اسلام جو هنن ۾ ڪوبه ارڪان نه. صرف ڪلمون پاڪ پڙهيو اٿن. جنهن ڪفر ۽ ڪفر جي بدبو هنن تان ميٽي ڇڏي. عجب آهي ته اسان جي جي - ايم صاحب کي انهيءَ ڪني ڏپ ۽ چيٽ به ڪفر کان نه روڪيو. شايد هندن وانگر هن جي مغز ۾ ويهي وئي آهي. ۽ هاڻي هنگي محسوس ئي نٿي ٿئي. هاڻي هو انهيءَ کي راڻي ئي (١) ٿئو. پلا جڏهن پاڻ هندو ٿيو آهي ته

(١) ليکي ڏي ٿئو.

آخر هن جي بت ۾ به ته اوها بدبو پيدا ٿي چڪي هوندي. پوءِ
ڪيئن ٿي محسوس ٿيس سمجهو ته انهيءَ بدبو کي هاڻي هو
پيٽاري ويو.

## باندر زادا ۽ لنگور پوٽا

پيرزادا اميرزادا مخدوم زادا نواب زادا صاحبزادا شهزادا
حلال زادا ۽ حرامزادا. اهڙي طرح سان بادشاه پيرپوٽا جهانيان پوٽا
هاليپوٽا قل پوٽا بليءَ پوٽا وغيره وغيره ذاتيون اڳيئي هيون. پر
ويهين صدي ۾ زادن ۽ پوٽن جون ڪيتريون ئي نيون ذاتيون
باندرزادا لنگور پوٽا وغيره نالن سان وڏي آب تاب ۽ طمطراق
سان نروار ٿيون آهن. هو ڊارون ٿيوري جا قائل آهن. هو چون
ٿا ته ڪو پاڻي جو پونئرو (۱) لکين سال نسلا بعد نسل ترقي
جون منزلون طئي ڪندي ڏيڏر ٿيو پوءِ ڪچون ٿيو، پوءِ بلا
ٿيو، پوءِ نانگ ٿيو، پوءِ باندر ٿيو، پوءِ گڏه ٿيو، پوءِ انسان
ٿيو.

هو چون ٿا ته اوهي انسان اسين آهيون. ايهي پونئرن
ڏيڏرن ڪچن نانگن بلن ڪتن پولڙن باندرن جا فرزندان گرامي.
اڄڪلهه ترقي پسند الحاد پرست سرخا دهريا ڪميونسٽ وغيره
نالن سان پاڪستان ۽ ٻين ملڪن ۾ وڏي شان ۽ شوڪت سان
گذاري رهيا آهن. هنن کي هلڪي ذات وارا هرگز نه سمجهو.
هو ڪمذات ناهن. هو ڪنهن گهراڻي گهر جا آهن، هو خاندانان
آهن. هنن جا وڏا بزرگ پونئرن ڪان وٺي ويندي باندرن تائين
سڀ ڪي هستيون ٿي گذريون آهن. انهن کي خسيس ۽ رذيل
قوم نه چوڻ گهرجي. ڪو چئي به ڏسي. هو ڪن وٽن جا
چوڏا آهن. عام انسان هنن جي جتي ۾ پير پائي ٿا سگهن. چون
ٿا ڪنهن وڪنڊڙ چٻ جي قيمت هڪ ربيو ۽ چٻ جي ٻچي جي

(۱) پاڻيءَ جو تمام ننڍو جيت

ڇو؟ ڇيائين: وه صرف آلو
اڊهين ڇيو
ماڻهن ڇيو كا ٻٺها ڀي ٻے.
قيمت ۾ رهيا پئي. انسان ۾ آهن ۽ ان
ٻے اور ۾ آلو ڀي ٻے اور آلو
عام انسان تہ صرف انسان آهن. هي هنن جي وجود ۾
ساڻ ڳڏ ٿيون ۾ ڪيتريون ئي اتم جنسون رنگا رنگ جنسن مان
سمايل آهن، ٿنهنڪري ايهي قسمان قسم ۽ تمام مٿاهان آهن.
جزٻيل انسان نما جانور عام ماڻهن کان درجي ۾ هون ۽ ٻہ
عقل ۽ دانش ۾ عام ماڻهن کان گهٽ بلند ۽ بالا. ٻٽي صدسر
ٻسر (۱) ٻست (۲) ٿيندو آهي. هي تہ ٻسر کان ۾ اوهان ڀانيو ٿا تہ ترقي
آهن. هنن جي تہ ڳالهہ ئي ڪا اور آهي. نہ نہ ختم وري
انسانيت جي ڏاکي تي پهچي ختم ٿي وئي. ليڪن ساڻن
ڪٿي ٿي، ڪير تو چئي تہ ختم ٿي. ايهي جيڪي
ڪان ترقي ڪري رهيا آهن. سي اڄا ترقي ڪري مرد ٻاڏا ۽
زالون مينهون ٿينديون. ڪڙ ڪتر ڏارو لوسڻ وغيره جا ٻہ ٻہ
ٻڻ هنن جو روز مره جو قوت هوندو. زالون مينهون بنجڻ کان
پوءِ ٻاسي ماڻ چروڙي ڪير جي ڏهائينديون. پوءِ سڄو ڳيهہ ملڪ
۾ ايڏو عام جام ٿيندو جو ڪوڙي بناسپتي ڪي ڪير ڏڪ ٻہ
ڪونہ هٿندو. اڄا ٻہ ترقي ڪري مرد ۽ زالون اٺ ۽ ڏاچيون
ٿيندا، اڄا ٻہ پوءِ هاٿي ۽ هاٿيون ٿيندا اڄا ٻہ پوءِ الائي ڇا ٿيندا.
اڊهي ڳالهيون ڀانيو ٿا تہ چرچو ٿيا ڪريون. نہ نہ چرچو نڪو
پو ڳ. هو سچ پچ پاڻ کي جيئن ڪٿن ٻلن ٻولڙن باندرن جو
اولاد چوائين ٿا.

جي. ايم صاحب بار بار لکي ٿو تہ ايها اهڙي حقيقت
ثابت آهي جنهن ۾ شڪ شبهي جي ڪابہ گنجائش ڪانهي. ايها
سڄي قوم پنهنجي انهي دعويٰ جي ثبوت ۾ باقائده ڪتاب لکي
ڇپائي رهيا آهن. ڪو ماڻهون اڻ واقفن جي اڳيان پاڻ کي
صديقي فاروقي عباسي قريشي يا سيد سڏائي تہ انهي تي

---

(۱) پيءُ هڪ ذات وارو ۽ ماءُ ٻي ذات واري هجي.
(۲) وڏو بدمعاش.

ڏڏو ڏڪر (١) ڪيو ويندو آهي، ته ثابتي ڏي، شجرو ڏيکار. تنهنجو سچائندل ڪير آهي؟ وغيره. پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهون پاڻ کي ڏران ئي ڪهٽ ذات سڏايو. ماڇي مهاڻون خاصخيلي شيدي وغيره ته انهيءَ ڪان آڏي پڇا ڪرڻ جو سوال ئي ڪو پيدا ٿئي. هنڪي ايهين ڪٿو چئي سگهجي ته هوندو ته ڪا آڇي ذات پر ڪهٽ ذات سڏائي معتبر ٿو ٿجي. ڪهٽ ذات سڏائيندڙن کي بي دريغ ۽ بلا تامل تسليم ڪيو ويندو آهي. ڀلا جيڪڏهن ڪو ماڻهون حضرت آدم عليه السلام جهڙي اولوالعزم پيغمبر جي اولاد هئڻ جي شرف ۽ عزت ۽ وقار ۽ مرتبه ۽ مان تان دستبردار ٿي ٻه سلامتي هوش و حواس پاڻهي پاڻ کي باندر يا لنگور جهڙي ذليل ۽ مردار جانور جو سپوٽ پٽ سڏائي ته انهيءَ جي سهن تي ڪهڙا ليڱها ڪيي سگهبا؟ ڪهڙي طرح سان هنڪي ڪوڙو چئبو؟ سيڪو چوندو ته ادا پاڻ کي وڏائي ته ڪونه ٿو. ويچارڙي جي جيڪا ذات آهي سا ٻڌائي ٿو. ايها ذات ڪيئن ۽ ڪٿان شروع ٿي؟

چوڻٿا ڪن ولايتن جي جهنگلن ۾ باندر بيحد گهڻان ٿين ٿا. جناب ڊارون صاحب جا ماڻ ٻيءَ سير تفريح جي خيال سان ٻريرا نڪري ويا. تان جو باندرن ڪين گهيريو. مڙس ته لڙندي وڙهندي نيٺ جان بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ٻچي نڪتو. پر زال کي ڪنهن باندر گهلي وڃي پنهنجن ککن پيڙو ڪيو. چون ٿا ته باندر وڏو حرامي آهي. اشراف ڪونهي. هنڪي ڪا زال هٿ اچي ٿي ته هو انهيءَ کي پنهنجي هوس رانين جو آماجگاه بنائڻ ۽ وايرائڻ ڪان ٻه ٿو ڪسي.

چنانچه ويچارڙي مظلوم مئڊم کي هڪ ناجنس ۽ نامانوس جوڙيوال جا مجرمانه حملا پاتي ڏينهن برداشت ڪرڻان ئي پيا. نه ڪلڻ ڳالهائڻ جو سڪ، نه رهاڻ مجلس جي ونڊر جهڙوڪو جيل ۾. ڏندن تي ڏي وقت گذارڻ لڳي. هوڏانهن باندر خبيث هو. جنهن پنهنجي ٻچري نڪ منهي گول اکين واري يا

(١) دڙڪو دهمان.

چمار ڳڪي ڇوڙيري باندريءَ کي صفا وساري سڄو آر ڪيو هن
سر و قد ڏکهي نڪ ۽ ڏکهن اکين واري لسي پسي جبر (۱)
سان بنايل جوءِ ٿي. باندري پنهنجي انهيءَ پريزاد پهاج کي ڏسي
سڙي ٻجي رهي هئي.

ڪراچي ۾ ٻڌوسين ته ڪا تمام خوبصورت ٻر نو عمر
ڪڇي ڇوڪري ڪنهن شاهينگ جي در چڙهي وئي. هن ڪيس
خوب تڪليف پهچائي نيٺ ڏانهن نسي ڪو پوليس وارو ٻهتو.
شاهينگ کان ته سگهين آزاد ٿي. پر سپاهي جي نيت ۾ خلل
پيدا ٿيو، تنهن چيو ته اسٽيٽمينٽ لينا هي. چلو ساٿهه والي ڪمره
مين. هن اتي پنهنجي منهن تي ٺڪريون مليون. ان ڪسان پوءِ
جمعدار جي اڳيان پيش ٿي. انهيءَ به ساڳي طرح ڪمره ڏانهن
هلڻ جو حڪم ڪندي چيو ته اسٽيٽمينٽ لينا هي. انهيءَ به وس
ڀڄندي ڪونه گهٽايو. ۽ پنهنجي منهن ۾ خوب ڏوڙ پاتي ۽ پوءِ
نينگريءَ کي صوبيدار وٽ پهچايو. صوبيدار به چيو ته اسٽيٽمينٽ
لينا هي. انهيءَ به پنهنجا لائق گهٽان ٿي ڪياه بالآخر مئجسٽريٽ
وٽ پيش ڪئي وئي. جمال جي جاجهه (۲) ڏسي مئجسٽريٽ جو
به وات ڦاٽي ٿي ويو. انهي به جڏهن فرمايو تـه نينگري خلاصي
جاءِ ۾ هلي اسٽيٽمينٽ لينا هي. تڏهن مظلوم ڇوڪريءَ روئڻهارڪي
ٿي چيو ته ميرا اسٽيٽمينٽ سوج گيا هي.

ساڳي طرح سان هن مظلوم ۽ مسڪين مخدوم سان ڦاٽي
ڏينهن ڪي هلڻون تي گذريون، باندر ڏاڍ جو هو ني ڪونه.
تان جو سندس مڙس چند سائين سان مسلح ٿي باندر کي ماري
يا پڇائي زال ڇڏائي وٺي آيو. مائي باندر مان سير (۳) ٿي
چڪي هئي. ڏينهن گذرندي ويا ٿي ڪانه ٿي. اميد واري جا
آثار نمودار ٿيا. ٻکي گهر. سڀ ته وري اٿڻ جي نه ڪري
رکي ٿڪ ٿڪ مٿيون ڪڇو ۽ اوڪارا. ميٺ گهر ۾ ڏسي تـه
ڇڏيندي ڪونه ڪايو وڃي. ايهي ڦيرا ڪو وقت هليا. پيٺ وڏو

(۱) زوري بنايل زال (۲) گهٽائي (۳) ڍڪي يا حمل واري

ٿيو. نيٺ اِهو نطفو، ناتحقيق ڊارون جي نالي سان عالم وجود ۾ آيو. نڪ مٿون اکيون اندر کھڙيل منهن ڏکھو اٿڻ ويھڻ ۾ چڙڪ ۽ چالاڪ ٽپ ته جهڙس کوبه ڇوڪرو نه ٻيو ڏني سگھي. انهن ٻارن وارو ڇوڪرو وڏيو ويجھو وڏو ٿيو.

ڇون ٽا ته مائٽ مرن ٻر مڇيجي نه مرن. تراڙين ۽ تيرن جا گھاءَ ڇٽي به وڃن. ٻر زبان جا ڪيل زخم مور نه ميٽجن. نيٺ ناسور بنجن. منهن تي ڏيڻ کي ڏيڻ نه ڇڻجي. ٻر هن مسڪين کي ته کي هلڪي طبيعت وارا منهن ٻڪابر ٻاندر جو پٽ چئي ايهو ايهو ڪندا هئا. چالاڪڙي نيٺ عقل کان ڪم ورتو. ماڻهن جي مهڻن کان تنگ اچي ايهو نظريو ايجاد ڪيائين ته جيڪڏهن ڊارون بابا ٻاندر جو پٽ ٿيو ته، ڇا ٿيو. اصل ۾ ته سڀڪو ماڻهون ٻاندر جو ترقي يافته اولاد آهي. جيڪڏهن ڊارون جو ٻيءَ ٻاندر آهي ته ڏاڏو ته سڀني جو ٻاندر آهي. ٻيءَ ۽ ڏاڏي ڇا ورهايو. پٽ ۽ پوٽي ۾ ڪهڙو فرق. ڊارون جا پوئينر به انهيءَ نظريي تي قائم رهيا، ۽ انهيءَ ريت اها ڊارون ٿيوري ملڪان ملڪ پکڙڻ لڳي.

ڪل مخلوقات مان انسان ئي هڪ اهڙي مخلوق آهي، جنهن کي عقل معاش سان گڏ فڪر معاد به قدرت جي طرفان موهبت ٿيل آهي. انسان ذات صحيح طرح يا غلط طريقن سان پر پنهنجي معاد لاءِ ڪونه ڪو لائحه عمل ضرور قائم ڪيو آهي. آخرت يا معاد جي ڳڻتي انسان جي فطرت آهي. جانور جو عقل حال حاضر جو ڏک سک ته محسوس ڪري ٿو. پر مستقبل جا هانجا ۽ مصيبتون هن جي دائره عقل کان ٻاهر هوندا آهن. نيٺ ڇا ٿيندو؟ ايهو ڪوبه جانور سوچي نٿو سگھي، ۽ نه انهيءَ تصور جي هن ۾ ڪا صلاحيت به آهي.

موت کان پوءِ حياتي جو ته جانور تصور به ڪري سگھي، اڻ ٿيڻي آهي. بلڪل اهڙي طرح سان ايهي ٻاندر جا پويان ۽ ڊارون جو نسلي ۽ روحاني اولاد فڪر معاش، ۾ وهواه لڳا پيا آهن. باقي حيات بعدالممات هنن جي ذهن ۾ سمائجي نٿو سگھي.

ايهو ئي آخرت جو انڪار اڄڪلهه جي وجهي ٿي.
جي خاص نشاني آهي. ٻارون ۽ سنڌس اولاد ڏرڙ ۾ بانڊر پوتن جي
اوهي ٿيا يورپ ۾ هتي ته نڪو بانڊر نڪو بانڊر آهن، نه وري
ڪهاوت جو ڪوبه مصداق. نه ملڪ ۾ بانڊر امڪان ڏسي متصور
ڪنهن مذڪوره بالا حادثه جو هن ملڪ ۾ خواه مخواه بانڊر
ٿي سگهي ٿو. هتي وارا نياڻا جيڪي پاڻ ڪي اسان جا ۽ اسان جي
جو اولاد سڏائين ٿا. اهي ڪيتري قدر به مدنظر هنن ڪي
پاڪ دين جا دشمن. پر اسين انساني شرافت جي ڪري ڪو
اهو ڪارنهن جو داغ هرگز نه لڳائيندا سين. ڇرهي ڪسي ڪو
ٿهنجي وس ڇڏيو ڇا. هو ڀا به ڇون پر اسين چوندا سين
ته هو ڪوڙا آهن. اول نمبر جا هنن جي ڏاڏا ۽ نانا ٿي انسان
ذات آهن.

اسان هنن کي ڪنهن مهل ڪاوڙ ۾ ڪٿي چيو ته ماڻهوءَ
جا ڦر ئي ناهيو، ته انهيءَ مان اسان جي ايها مراد هرگز نه هوندي
ته هو ڪو واقعي انسانن جا اولاد ناهن. اسان جي انهيءَ اڪر
مان ايها مراد هوندي ته هنن ۾ انسانيت اخلاق لياقت ۽ ڪا به
چڱائي ڪانهي. الحاصل ته اوهين اي ڊارون جا پوچاريو، اي
الحاد پرستو، پاڻ کي کهڙي به قعر مذلت ۾ اڇلايو. پر اسين
اوهان کي ماڻهون ۽ انسان ئي سمجهندا سين نه ٻيو ڪجهه. اڙي
نياڻا ڪوه اچي خوار ٿيا آهيو. ڊارون هڪڙو ٽٽ ڪٽي ڏنون ته
اوهين بس انهيءَ تي سندرا ٻڌي ويهي رهيا، پلا جيئن ۽ جانور
ترقي ڪندي انسان بنجي ويا ته پوءِ ته انهن جيتن ۽ جانورن جو
اڄ وجود ئي نه هجي ها. پوءِ ساڳين شڪلين صورتن سان
ساڳيون جنسون اڄ تائين ڇو پيون هلن. اڙي پٽيا هوش ڪريو.
ٻاڻهي پاڻ کي ڪاريون نه ڏيو. وقلو نه. پاڻ تي ماڻهو نه ڪلايو.
پيو هاڻي پلا ڇا چئون؟

# هر دلعزيز هيمون

ترقي پسند اديبن جو گروه گهڻي پيار ۽ محبت مان
اڄڪلهه پنهنجن پٽن تي نالو هيمون رکي رهيو آهي. هيمون جهڙو
سنڌ جو سپوت ٻيو ڪير. هيمون جهڙي لاڪيٽي لعل ڪي لانجهو
ڪير چوي. ڪو چئي ۽ ڏسي. هيمون ڪلياڻي ڪون سڏائي.
سنڌ جي جيجل ماءُ ڏٺا واري ڏهيسر يعني راجا ڏاهر کان پوءِ
انهي ئي هر دالعزيز هيمون کي جنم ڏنو. جنهن سنڌ جو ڳاٽ
اونچو ڪيو. جنهن ثابت ڪيو ته سنڌ جو ڪوهه نور هيرو
جو هڪڙي ئي ڪارنامي سان سنڌ جي ڪروڙن ڪٽ مست
جوانن کان ڪسر ڪڍي ويو. ربل ڪيرائي وجهي ها ته، ته ڪا
ڳالهه ئي اور هئي. انگلنڊ جي برن بازارين ۾ تهلڪو مچي وڃي
ها. ڇيهير لين منجهه اونڌو ڪري پنهنجي گهر وڃي سمهي ها.
۽ جوءِ سان سائن تائين سور پيو روئي ها. پارليامنٽ جا ممبر
پار ڪين ها ۽ مٿو پٽين ها. ملڪه ايلزبيٿ جون ٻلو آئيز (١)
وسندي وسندي ساوڻ جي بادلن جون سڪون لاهين ها. ايلزبيٿ
ڏسڪي ڏسڪي چپ ڏڪائي ڏڪائي نڪ مان وهندڙ سنگهون
ايپران جي داون سان اگهندي اگهندي هنطرح اوساري ها ته
الاس الاس اور واٿياز اٿنڊ اور واجاٿيز انڊ ڊيئر چلڊرين آل ڊائيڊ
هائو اور لائيورز ول بي ڊيو ٽو ڊيئر سيپريشن. هتي ۽ هندن
مسلمان زالن مڙسن ٻارن ۽ وڏن جي ڇپجي ڇلهجي ڦٽڪڻ ۽ مرڻ
جو روح پرور نظارو ڏسي ڏسندڙن جون اکيون ٺرن ها. هنن جون
هنيين ٺاٺيون رڙيون ريهون رنيون ٻڌي ٻڌڻ وارن جا دماغ ۽
ٻڪ وقت سرندن شرنائن مرلين نڙن ۽ گلوڪاره ۽ گل بدنن
جي سينبائيندڙ مرن ۽ نغمن جا سرور ۽ لذتون محسوس ڪن ها.
انهي ۽ کان علاوه سڄي سنڌ ۾ انهن جي عزيزن هندن ۽ مسلمانن
جي گهرن ۾ ماتام ۽ ماترا مچي وڃن ها. اصلي واه واه ٿي

(١) سايون اکيون.

وڃي ها. بهادري کان علاوه مڙس ڏاهو ۽ هوشيار وري ڪهڙو.
عقل ۾ ته اصلي پراڻي پيڙهي کان اڪابر هن مرحوم جيو هو ته.
ڪندو لڳو ڪنڊ ۾ ڪونجي ٿو گوڏو. هيمون گويا اهي مصرع
منطرح سان ناهي راس ڪئي ته ڏک هٿون انگلنڊ کي کهاڙي
هٽي لاٿوسين سنڌ جو چوڏو. الحاصل ته ڳاڏي ڪري ها ته هيمون
جو قدر ۽ قيمت هڪ مان وڌي هزار ڪي پهچي ها. بد قسمتي
سان هو پنهنجي اراده ۾ ڪامياب ڪو نه ٿيو؛ پر انهيءَ ۾ ڪوبه
شڪ ناهي ته هنجو ارادو نهايت نيڪ هو. هو سنڌ جو سچو
سپوت ۽ مهراڻ واديءَ جو بيحد گهڻگهرو ۽ نهايت ڀي خواه
ضرور هو. ڀلا جيڪو ماڻهون سنڌ واسين ڏانهن اهڙا عجائب
ارادا رکي انهيءَ کي سنڌ جو سپوت ڪيئن نه چئبو؟ جيڪو
باره ماسين وانگر ربل جا بلٽ ڪيڏي ويو. انهيءَ کي بانڪو ۽
بهادر ڪير نه چوندو. الحاد پرستن کي حق آهي ته هيمون جي
انهيءَ ڪارنامي تي فخر ڪن. ناز ڪن. پڙهن. خوش ٿين. ٽڙن.
ڪڙن ۾ نه ماپن. آئون سنڌن خدمت ۾ انتهائي عاجزي سان
هڪڙو عرض ڪنداس. اوهو هي ته اوهان واقعي هيمون جو وڏو
قدر ڪيو آهي. پر ايهو قدر اهڙي عظيم انسان جي اجان لائق
وٽان نه آهي. پڻ دائره محبت جو آخري نڪتو ضرور آهي.
اظهار محبت لاءِ هيمون جو نالو پٿن تي رکڻ ۽ هنڪي پٽ
جهڙو ڪري سمجهڻ واقعي پيار جي ڪمال جي نشاني آهي. پر
هٿي نه فقط محبت جو اظهار مقصود آهي. پر اهڙي عظيم انسان
جي عزت، قدر منزلت ۽ رفعت شان کي به ملحوظ رکڻو آهي.
۽ ظاهر آهي ته معزز ۽ محترم شيءِ ٻيءُ کان وڌيڪ ٻي ڪابه
ڪانه آهي. محبت سان گڏ بلند مرتبي جي اثبات لاءِ ڪنهن کي
ابو بابو ٻيءُ يا ڀاڻي چوڻ دنيا جي رسم ۽ راڄا ريت آهي. انهي
ڪري اي الحاد پرستو، هيمون کي پنهنجو ابو چئو اوهان کان
ڪو ٻچي ته اوهان جي ٻيءُ جو نالو، ته اوهان وراڻيو ته بابي
سائين جو نالو آهي هيمون. يا چئو ته هيمون اسان جو والد
شريف آهي، يا چئو ته ٻيءُ هيمون جي هي ڳالهه. يا چئو ته بابو

بات اونداهي ۾
هيمون جهڙو سورهيه هو، جهڙو هو. رات جي ته ڪيس ڀؤ نٿي
دلي مان گڏون پرينڌو هو ته دلو ڪندو هو برابر
ڪونه ٿيندو هو. اسان ڪان وڙ ويساه ولو. اوهان هيمون کي ابو ۽
بابو چوندا ته اسين ارها ڪونه ٿينداسين. هونءَ به ته اوهان جا
سچا ٻچا ٻيءَ ماءَ اوهان جا ڪي دوست ڪين هئا. هنن ڀهرين نه
دشمني اوهان سان ايها ڪئي ته جيڪي شرط اوهان جي ڪن ۾
بانگ ڏيارياٿون. هن دنيا ۾ قدم رکڻ شرط ڀهريون ڀهريون آواز
خدا ۽ رسول جو نالو اوهان کي گوش گذار ڪرايائون. انهيءَ ڪان
وڌيڪ ٻي ڪهڙي دشمني ٿيندي؟ جو هن سالن تائين پنگهڻ ۾
لوڏيندي اوهان کي ڪلمي شريف جون لوليون ڏيارياٿون. لا اله
الا الله منهنجو جيئي ٻچي منهنجو وڏو ٻربو ٿئي الا الله. ايها ڪا
ڪهٽ عداوت آهي. جو اوهان جا نالا مسلمانڪا رکيائون. ٽوپڻداس
ٽلومل ٽيڪمچند ٽنڌڻ ڀڳت ٽمون رائي اهڙن پيارن نالن ڪان
اوهان هميشه لاءِ وانجهجي ويا. بدخواهي جي به ڪا حد هئڻ
گهرجي. ٻچاڙي ۾ اوهان کي ٿهر وهاري چتونڙي جي چهنب
وڌي انگهه کي مڃو ڏئي چنهياري کي چيترو بنائي اوهان کي
مهٽين جي اکيان هميشه لاءِ مهٽين هاب ڪري ڇڏياٿون. اوهان
جا مائٽ اهڙو ظلم نه ڪن ها ته اڄ اوهان ڪولو جو اعلي ڪان
اعلي اعزازي خطاب هندان ماڳان حاصل ڪري سگهو ها. اها
اوهان جي نهايت نحوست ۽ وڏي ڪان وڏو نڀاڳ هو جو اوهان
مسلمان مائٽن جي گهرن ۾ جنم ورتو ۽ انهن جي اولاد هئڻ جو
اوهان کي ٽڪو لڳو.

هاڻي به وقت هٿان ڪونه ويو آهي، انهن مسلمان مائٽن
کي وساري ڇڏيو. انهن جو نالو به زبان تي نه آڻيو. پاڻ ڪي
هيمون جهڙي سنڌ جي هيري هردلعزيز ۽ عظيم والد جا فرزند
سعادتمند سڏايو. مسلمان اوهان کي خس ڪم جهان پاڪ جي
اصول تي واڌايون چوندا. ٻاڻن سالن ڪان هن ملڪ ۾ ٻتن
(وچن ڪنديارن) تي ڪوه جاڻان ڪهڙي لوچ ڪري آهي ۽
ڪهڙي ڪازي واري مٿن وري آهي جو ملڪ مان ناپيد ٿي ويا

آهن. پتون اڄڪل هن ملڪ ۾ نه دوا لاءِ به ڪونه ٿو لڀي. پتن
جي گهر ۾ ڪار ٿين ٿي جيئن مسلمانن ماتام ڪونه ڪيو. تيئن
اوهان جي به دفع ٿين ٿي درد مان دانهون ڪونه ڪندا. پر پاڻ
سڪ جو ساهه پٽيندا. اهڙن منحوسن مار آستين مرتدن جو مولا
پاڪ ايهين متو وڃائي، جيئن وري نه ڏسجن ڏيهه ۾. پالڻهار ڪان
به پري ڪيڏين پروردگار پاڪ.

# وحدت الوجود جو مسئلو وائين جي وات ۾

الله جل شانه جي انوار ۽ تجليات جو پرتو جڏهن سالڪ
جي خون جي فطري کي رشڪ آفتاب بنائي ٿو، تڏهن
سالڪ پاڻ کي بلڪ ڪل ڪائنات کي ۽ ڪائنات جي هر ذري کي بقعهءِ نور
پسي ۽ پرجهي (۱) ٿو ۽ انوار ايزديءَ ذاران ٿوئي جو غائر نظر
سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪري هنگي ڪا به شيءِ نظر نٿي اچي.
جيئن سج جي اڀرڻ بعد اگرچه تارا في الحقيقت موجود آهن. پر
ڪو ماڻهون بصيرت کان قطع نظر ڪري پنهنجي بصارت جي
فيصلا مطابق جيڪڏهن چوي ته تارو ڪو به ڪونهي. رڳو سج ئي
سج آهي. ته انهيءَ جو اهو قول من وجه سچو آهي.

بلڪل اهڙي طرح انهي خاص وقت ۾ جڏهن سالڪ سواءِ
تجليات ايزدي ۽ انوار سرمدي جي ڪا به شيءِ نٿو ڏسي. تڏهن
پنهنجي وجود ۽ وڻن ٽڻن جانورن پکين جاين جبلن وغيره
جي وجود ۽ هئڻ کان نابري واري بيهي ٿو. ۽ انهيءَ مدهوشي
۽ حالت سڪر ۾ چئي ٿو ڏي ته "همه اوست" هي به خدا هو
به خدا. آئون به خدا. تون به خدا. سڀ پاڻ ئي پاڻ ۽ خدا ئي
خدا آهي. سندس ذاران ٻيو ڪجهه به ڪونهي. لهار لوهه کي

---

(۱) پسي يا ڏسي

ڌڪيندڙ (١) دوڏن ۾ هٿي ڏمي ڏمي ٿو ته لوهه ۾ باهه جون سڀ صفتون ساڙڻ ۽ ڳاڙهو رنگ پيدا ٿيو پون. انهيءَ وقت ۾ لوهه پاڻ کي باهه چوائي ته چوائي سگهي ٿو. اگرچه في الحقيقت آهي لوهه جو لوهه. آهي ته لوهه پر انهيءَ وقت ۾ ڪو هٿ لامي نه ڏسيس. وڻ تي انوار ايزدي جا اوهرا آيا ته وڻ حضرت موسيٰ عليه الصلواة والسلام کي آئون تنهنجو رب. ايهي اڪر چيا. اهو وڻ جي خالق ۽ مالڪ چيو بلڪل اهڙي طرح انهيءَ وقت ۾ سالڪ نه پر سالڪ جو مالڪ چوي ٿو انا الحق. شاه عنايت الله شهيد جهوڪ شريف واري به ايهين ٿي فرمايو آهي ته.

من نمي گويم انا الحق يار مي گويد بگو
چون نه گويم چون مرا دلدار مي گويد بگو

حضرت بايزيد بسطامي رضي الله تعاليٰ عنه ڪان صحو (سلامتي هوش) جي حالت ۾ ماڻهون پڇندا هئا ته جيڪڏهن ڪو ماڻهون "سبحاني ما اعظم شاني" آئون سبحان منهجو ڪيڏو نه وڏو شان ليس في جبتي سوي الله معني منهنجي جبي ۾ الله ڌاران، ٻيو ڪجهه ڪونهي. ايهين چوي ته انهيءَ جو ڇا حڪم آهي؟ فرمائيندا هئا ته انهيءَ کي قتل ڪرڻ گهرجي.

ماڻهون چوندا هئا ته حضور اوهان پاڻ ايهي اکر چئو ٿا. چوندا هئا ته جيڪڏهن سچ پچ آئون ايهين چوان ٿو ته مونکي به قتل ڪريو. بهرحال هنن جو ايهو قول مجبوري مدهوشي ۽ غير شعوري حالت تائين محدود هو. مولانا جامي چون ٿا ته سکر جي حالت ۾ جهونگاري رهيو هو ته:

"بسڪ درجان فگارو چشم بيمارم توئي،
هرچه پيدا مي شود ازدور پندارم توئي."

يعني اي محبوب جيئن جو منهنجي قتيل جان ۽ بيمار اک

(١) ٻرندڙ زور

ڏسان ٿو پاڻان ٿو تہ تون
۾ تون ئي تون آهين. جيڪا بہ شئي ڏسان ٿو پاڻان ٿو. انهيءَ
آهين. پر ۾ ڪو ترقي پسند قسم جو گستاخ بہ پيدا هو، ”اگر خري
ڏٺو تہ مولانا بل سنو ڏنون آهي. سو ٺهڪائي ڏنائين تہ: ”اگر خري
پيدا شود“ يعني جيڪڏهن گڏه اڳيان ايندو تہ انهيءَ کي
ڇا چوندين؟ مولانا جو انهيءَ اوچتي اعتراض تي هوش نڪائي
اچي ويو ۽ محسوس ڪري ورتائين تہ هڪ نالائق مون کان ڇا
ٿو چوائڻ گهري؟ سو انهيءَ گستاخ ڏانهن آڱر جو اشارو ڪري
چيائين تہ، ”پندارم ڪہ توئي“ يعني پائيندس تہ اي گستاخ تون
آهين.

اڪثر اوهو ساڳيو ئي گڏه بڻائي ويو خود انهيءَ گستاخ
ترقي پسند ڪي. الحاصل تہ حالت مدهوشي ۾ غير شعوري طور
اناالحق چوڻ وارو دؤر گهڻون وقت هليو تان جو شيخ اڪبر
محي الدين ابن العربي جو سالڪ ۽ ڪامل ولي هئڻ سان گڏ
هڪ عظيم فيلسوف بہ هو. پيدا ٿيو. انهيءَ فصوص الحڪم فتوحات
مڪيہ شجرة الڪون وغيره وغيره ڪتاب لکي گوناگون فلسفيانہ
دليلن سان سالڪن جي انهيءَ سڪر ۽ مدهوشي واري حالت
جي ديد يعني ”همہ اوست“ کي هڪ مستقل مسئلو ۽ هڪ
عين حقيقت ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

هن چيو تہ مختلف شڪليون جيڪي اسان کي نظر اچن
ٿيون. يعني ماڻهون جانور پکي وڻ جبل زمين آسمان وغيره
ايهو اسان جي نظر جو فريب آهي. في الحقيقت ايهي ڪل شيون
آهن ئي ڪونہ. جيئن فلم جي پردي تي ڇا ماڻ ڇا نظر اچي
ٿو، پر حقيقت ۾ ڪجهہ ڪونهي. حقيقت اوها آهي، جيڪا سالڪ
کي خاص وقت ۾ نظر اچي ٿي. يعني هر جاءِ هر هنڌ هڪ
وجود رب جو ٻيو ڪجهہ بہ نہ. جيئن درياهہ هڪ ئي آهي، اگرچہ
انهيءَ تي هزارن قسمن ۽ شڪلين جون لهرون نظر اچن ٿيون.
پر آهي اوهو جو اوهو هڪ درياهہ. اهڙي طرح سان نظر ڇا بہ اچي.
پر حقيقت ۾ رب جي وجود ڌاران ٻيو ڪو وجود آهي ئي
ڪونہ.

حضرت امام رباني مجدد الف ثاني حضرت شيخ احمد
فاروقي سرهندي رضي الله تعاليٰ عنه شيخ اڪبر جي انهيءَ عقيدي
جي ترديد ۾ تمام گهڻون ڪجهه لکيو آهي ۽ انهيءَ عقيدي کي
گمراهي ثابت فرمايو آهي. پر انهيءَ سان گڏ شيخ اڪبر ۽ ٻين
وحدت وجودي اوليائن جي ولايت جو به اعتراف ڪيو آهي.
فرمائين ٿا ته هنن معرفت الاهي ۾ ڪابه غلطي نه ڪئي
آهي. الله تعاليٰ کي قانون شريعت جي عين مطابق به همه صفات
موصوف ثابت ڪيو اٿن. البته مخلوقات جي معرفت (سڃاڻپ) ۾
ڀليا آهن ۽ مخلوقات جي معرفت ۾ ڀلجڻ ۽ مخلوق جــي وجود
کان انڪار ڪرڻ اگرچه حقيقت جي خلاف آهي. پر ڪفر ناهي
ايها آهي مسئله وحدت وجود جي مختصر حقيقت.

## فراڊ ۽ ڏوڪي بازي

عهد حاضر جا ملحد ۽ منڪر انتهائي بيحيائي سان
مالڪ الملڪ جي محبت ۾ مست ۽ مدهوش عاشقن جــي عجب
جهڙي اکر ”همه اوست“ کي مروڙي سروڙي عوام جي سطحي
۽ مناڇري کي ڏسندڙ ذهن ۽ نظر سان ڏوڪي بازي ڪري باري
تعاليٰ و تقدس جي ذات ستوده صفات کان انڪار جي معنيٰ ۾
استعمال ڪرڻ جي ناپاڪ ڪوشش ڪري پنهنجي مسخ ٿيل فطرت
جو مظاهرو ڪري رهيا آهن.

چون ٿا ته بزرگن جيڪو چيو آهي، ته تون به خدا آئون
به خدا هر شيءِ خدا. انهيءَ جي معنيٰ ايها آهي ته بس ايهي ئــي
دنيا جون ڪل شيون خدا آهن ۽ مٿيون خدا جيڪو سڀ جــو
خالق ۽ مالڪ آهي سو (معاذالله) آهي ئي ڪونه. الله جي محبوب
بندن فرمايو هو ته اسين ۽ دنيا جون ٻيون ڪل شيون آهن ئي
ڪونه. ڪابه شيءِ ڪجهه به ناهي. فقط خالق تعاليٰ آهــي. فقط
اوهو مٿيون خدا آهي. ٻيو ڪجهه به ڪونهي. هن وقت جا
ملعون ملحد چون ٿا ته خدا آهي ئــي ڪونه. خالق پاڪ جــو

وجود ني ڪونهي. هيءُ سڀ ڪجهه آهي. سڀڪا شيءِ ازخود پيدا ٿي آهي ۽ انهي ني دنيا جون شيون خدا آهن. هيءَ دنيا ۾ هو چون ٿا تہ مٿيون خدا تحقيق آهي. ڪونہ هيٺ ڪجهه ڪونهي. هي چون ٿا تہ مٿيون خدا آهي ني سڀڪا شيءِ ثابت آهي. دنيا ۾ سڀ ڪجهه آهي ۽ دنيا جي سڀڪا شيءِ وحدت وجود وارا اوليا چون ”ببين تفاوت رہ کجاست تابکجا“. وحدت وجود وارا اوليا چون ٿا تہ الله آهي. الحاد پرست چون ٿا تہ الله ڪونهي. اوليا چون ٿا تہ رب ڌاران ٻي ڪابہ شيءِ ڪانهي. الحاد پرست چون ٿا تہ صرف خدا ڪونهي. ٻي سڀڪا شيءِ آهي. انهيءَ ڊبل مخالفت جي باوجود اوليائن جي اقوال مان الحاد پرستن جو پنهنجي الحاد لاءِ استدلال ڏوڪي بازي فراڊ بلڪ بيحيائي ۽ بيشرمائي جو هڪ نادر مثال آهي.

## هڪ مثال

فرعون چيو تہ مون ڌاران ٻيو خدا ڪونهي، آئون خدا آهيان. حضرت موسيٰ جيڪو چوي ٿو تہ سڀ ڪائنات جو خالق خداوند پاڪ آهي. سو معاذالله ڪوڙو آهي. فرعون انهيءَ چوڻ سان اکفرالڪافرين ۽ دوزخ ٻوٽين جو چيئرمين بڻجي ويو.

منصور چيو تہ مٿين خدا ڌاران جو خالق پاڪ آهي ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي. آئون يا دنيا ۾ جو ڪجهه بہ نظر اچي ٿو، ڪجهہ ناهي. نظر جو فريب آهي. في الحقيقت سڀ ڪجهه خدا ئي خدا آهي. اناالحق. انهيءَ معني سان تہ آئون ڪونہ آهيان. خدا آهي. فرعون جو اناالحق انهيءَ معنيٰ سان تہ خدا ڪونهي، آئون آهيان. ٻنهي ۾ زمين آسمان جو فرق.

هڪ عاشق آهي جنهن کي محبوب ڌاران ڪجهه بہ نظر نٿو اچي. هو سڀڪنهن شيءِ کي منعم حقيقي ۾ محبوب تحقيقي ٻيو تصور ڪري. ٻيو دشمن آهي، جو محبوب جي وجود جوئي

منڪر آهي. پنهنجي پاڻ ڏاران ٻيو ڪجهه بہ قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي. هن کي محبوب جو نظر اچڻ تہ ڪجا، پر محبوب جي تصور ڪان بہ محروم آهي.

افسوس هزار افسوس تہ اڄڪلہ جو ازيہن قسم منڪر ملعون يعني فرعون جو پيچ پنهنجا ناپاڪ مردار سوگ جهڙا ڪتيل ۽ ڪارا ٿبل هٿ انهن الله جي محبوبن جي ڏاج (١) ڪيڙن تي اُڪهن ڪهري ٿو جن جي پاڪائي محبت عشق ايمان ۽ فداڪاري تي ملائڪن کي رشڪ ٿو اچي. هنن الله جي عشق ۾ پنهنجون جانيون گهاريون. هنن محبت ۾ پاڻ کي ماري وڃائي نيست ۽ نابود ڪري محبوب ڏاران پاڻ کي ۽ ڪل ڪائنات کي نہ هئڻ نيست ۽ عدم تصور ڪيو. ۽ سندن حال هن بيت سان مشابهہ هو تہ:

دمے در بار تو صد بار ميرم
باين بيچارگي نـام تو گيرم.

اڄڪلہ جو لچ لنب لوفر لڳ تہ پتائي نـل (٢) نالائق نا اهل. الله جو عدو. عشق ڪان عاري. محبت جي نالي ڪان نا آشنائي محض پنهنجي ڪفر جي اثبات لاءِ انهن عاشقن جـا بيت ۽ مصرائون دليل بنائي پيش ڪندي ڦڪو بہ نٿو ٿئي.

دراز دستي اين ڪوتہ آستينان بين

قادر قدير ڪندا پچيس. ڪا گبرس ترين ڪان بہ گهري چپ مٿس ڪيرائي. وحدت وجود مسئلو واقعي واڳن جي وات ۾ آهي. يا مون ايهو اکر خلاف واقعي جي لکيو آهي.

# هيءَ وري ٿي

وحدت وجود جي لفظ سـان اڄڪلہ جـا ڪل منحوس دهريا مـذاق ڪري رهيا آهن. پـر اسان جـي شنهہ ڪتو يعني

---

(١) زور اچا (٢) بدمعاش

پانجاري ڀڏي آهي ۽
جي. ايم شيد ۽ شياد جيڪا ٻنڌ تي ڪي ٻجائي ڇڻ جي ڀنج
ڪئي ڪي ڊڪڙو ثابت ڪرڻ ۽ ۾ ۾ ۽ سا ٻـي ايماني ۽
بنائڻ جي جيڪا ناڪام ڪوشش ڪئي آهي، ڇي وحدت وجود
۽ سفيد چشمي جو هڪ نادر الوجود مثال آهي. هاڻي پلا ڇا تا
مان مراد آهي، وحدت اديان يا وحدت مذاهب. لغوي آهي. نـ
ڇئو وحدت وجود جي معنيٰ، وحدت اديان نـ ڪنهن صورت سان
اصطلاحي آهي. انهيءَ اڪر جي اها معنيٰ پانجاري (١) ٻڌڻ
نهڪي تي ڪاڻ تي. ڪيڻن تا پانيو ٻنڌ تي ڳالهه آهي.
انهيءَ ڪي ڇنبو آهي يا اوها اڄان ڪا ٿي ڪل مذهبن
ڳوياڪ شياد صاحب فرمائي تو تـ دنيا جي
ڪي ڪئي ڇاڻي سندن اصليت ختم ڪري مذهبن جي روح ۽
حقيقت ڪي ٻڻ ڪائين ۾ ٻاه ڏئي ساڙي ڪفر جي چاش ۾
هلائي ملائي معجون مرڪب بنايو. صبح شام انهيءَ مان ڳئوماتا
جي چيٽي جيترو وزن ڳيت ڏئي ڳڙڪايو.
دنيا ۽ آخرت جي تباهي مردار تي جيئڻ ۽ مردار تي مرڻ
لاءِ ايهو طبعزاد ۽ صدري نسخو مجرب اڪسير ٻهدف ۽ منٻدي
تي لڳ آهي. پيٽ ۾ پهچڻ شـرط بدن ۾ ٻجلي وارو تاثير پيدا
تي ويندو. ۽ نهايت برق رفتاري سان دنيا ۾ ذلت خواري ۽
مڪمل تباهي جي اوڙاهه ۽ آخرت ۾ جهنم جي آڙاهه ۾ پهچائي
ڇڏيندو.
اي جناب جي. ايم تنهنجو نسخو واقعي حيرت انگيز اثرات
جو مالڪ ۽ نهايت قابل قدر آهي. ترقي پسندن ڪي پلي نوش
جان ڪراءِ. ايهو طاغوتي ترياق انهن سياڻن ڪي بيشڪ سينبائيندو.
پاڻ پوندو.

مومن

هو مچي مهوڙ تي مڙا ٻنجي ويندا. پر خدا جي واسطي

(١) اڻ ٿيندو ڪم ڪرڻ.

عالم اسلام جي غوثن قطبن ۽ عام اوليائن تي ايها ناپاڪ تهمت نه ڪر. ڪهڙي اوليا جو اهي نه اسلام جي ايها دعويٰ نه اسلام حق، ٻيا مذهب ڪل باطل. اها دعوي .معاذ الله ڪوڙي آهي ۽ ڪفر جا ڪل مذهب حق تي آهن ڪفر حق تي هو ته ... پوءِ اسلام آيو ڇو؟ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم سان ڪافرن ڇو جنگيون جوٽيون؟ ١٣ سال مڪي ۾ ڪين ۽ سندن جانثارن کي ڇو عذاب ڏنا. ۽ مدني پاڪ وارن ڏهن سالن ۾ بار بار حملا ڇو ڪيا؟ ڇا ڪو ملڪيت تان تڪرار هو؟ ڇا اختلاف اوطان ۽ ديسي پرديسي يعني سنڌي ۽ پناهگير جو مسئلو نزاع شقاق ۽ افتراق جو باعث بڻيو هو؟ ڇا ٻنهي ڌرين جو وطن ٻيو ٻيو هو؟ جيڪڏهن نه ۽ هرگز نه. پاڪ اسلام جي احقاق ۽ سربلندي ۽ ڪفر جي بطلان ۽ نڪو نساري لاءِ اناويهن مدافعانه معرڪن ۾ محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم پاڻ بذات خود شامل ٿيا. جن مان ٽون معرڪن ۾ ته باقاعده جنگيون به هليون. جن ۾ جيڪڏهن هڪ طرف هزارين مرون مردار ٿيا ته ٻي طرف سندن محبوب اصحابين به وڏي تعداد ۾ پنهنجي پاڪ خون سان اسلام جي وڻ جي آبياري فرمائي.

ڪفر حق هو ته ايها ايڏي ڪشت و خون ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ جڏهن محبوب رب العالمين صل الله عليه وسلم پاڻ ڪفر جو ڪرنگهو ڀڃڻ لاءِ ميدان ڪارزار ۾ ضيابار آهي. تڏهن ايهين ڪيئن ٿو چئي سگهجي ته امت جا غوث قطب ۽ اوليا جن سندن ٿي غلامي عشق محبت ۽ اتباع مان رفعتون ۽ عظمتون پرايون. اوهي ڪفر کي گرهاتيون پاڻ ۾ پورا هئا؟ باطل مذهبن ۽ باطل پرستن سان همدم ۽ همقدم ٿي رهيا؟ ڇا اوهي خود پنهنجي آقا ۽ مولي جا به مخالف هئا؟ ڇا اوهي قرآن پاڪ جا به مخالف هئا؟ جنهن جون ڇهه هزار ڇهه سؤ ڇا هٺ آيتون اسلام جي حقانيت ۽ ڪفر جي ڪوار (١) ۾ ناطق آهن؟ ڇا هندالولي خواجه غريبنواز اجميري ڪروڙن ڪافرن کي مسلمان نه ڪيو؟ اهڙي طرح ٻين

(١) ملامت

غوثن قطبن ۽ ولين اسلام نہ پکيڙيو؟ ۽ پنهنجي وس آهر کفر
جي پاڙ نہ پٽي؟ اڄوڪا هند جا سورنهن کروڙ مسلمان انهن
اوليائن مسلمان کونہ کيا هئا؟ ڇا انهن کي بہ کنهن بادشاهہ
يا جابر لٺيون الاري ٺونشا ۽ کسنيون (۱) هڻي مسلمان کيو
هو؟ عالم اسلام جي پوري تاريخ ۾ کو اهڙو هڪ بہ مثال پڌائيندا
تہ مسلمان کنهن بہ کافر کي ٺڦا ٺوڪي کري ٺکون ٻجا هڻي
پاڌرن سان ٽپڻ ڪٽي لا اکراه في الدين جو قانون ٽوڙي جبراً
مسلمان کيو هو؟

شاه عنايت الله شهيد جهوڪ شريف واري جو کو بيت
کا لکت کوبہ تاريخي حوالو اهڙو پڌائيندين جنهن ۾ هن بزرگ
چيو هجي تہ کفر جا کل مذهب حق آهن با الفاظ ديگر تہ
اسلام ۽ قرآن غلط آهي.

سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چہ بجا شد

ايهو بيت جيڪڏهن هن بزرگ پڙهيو تہ ڇا انهيءَ جي
ايها معني آهي تہ کفر حق آهي؟ جي ايئڙا هوش کرہ. وڏي
نہ لڳي. معاذ الله تہ جيڪڏهن موصوف تو وانگر
ٿياسافسٽ ۽ منکر اسلام هجي ها تہ پوءِ هي هزارن جا هزار
مسلمان سندس اهڙا مريد ٿين ها؟ جهڙا اڄ تنهنجا ٿا ٿين. شاه
عنايت الله شهيد جهڙي آفتاب عالمتاب کي غلط رنگ ۾ پيش
کري تو سچ کي تس هيٺان ڍکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

شاه عبداللطيف گونا گون اعمال صالح نمازون روزا حج
زکواتون جهاد خدمت خلق. وعظ تبليغ. تقويٰ خير خيرات
وغيره وغيره. قرب الاهي جي حصول جي بيشمار پڌايل ذريعن تي
نظر کري هڪ بيقرار عاشق جي حال زار جي ترجماني کندي
فرمايو تہ، ”واٽون ويهہ ٿيون کوہ جاڻان کهڙي وڃان.“ هر
هڪ عمل صالح لاءِ اسلام پاڪ محبوب حقيقي تائين پهچڻ ۽

(۱) ٺونشا

قرب الاهي حاصل ٿيڻ جي بشارت ڏني آهي. بيقرار عاشق جنهن جو پيمانهٔ صبر لبريز ٿي چڪو آهي، جنهن کي فراق جي ساعت سال جو ڏيکاءُ ڏي ٿي، اوهو بي اختيار ٿي رڙ ڪري ته انهن راهن مان ڪهڙي راهه وٺي ڪان ويجهي ۽ جلد ڪان جلد پڄائڻ واري راهه ڪوه ڇاڻان ڪهڙي آهي، ڇا انهيءَ جو ايهو مقصد آهي ته عاشق محبت واري راهه ڪي ڇڏي ڪفر ۽ عداوت وارين راهن بابت صلاح ٿو پڇي ته ڪهڙي وات وٺان.

ڇا انهيءَ جو ايهو مقصد آهي ته شاه صاحب جو اسلام جي حقانيت تي ايمان ئي ڪونه هو؟ هو توکان رائي تو پڇي ته تو گهڻن باطل مذهبن جو گند ميو آهي، هڏاه ته آئون ڪهڙو بدمذهب اختيار ڪريان؟ اي جي ـ ايم اڪ پٽ. ضلالت ۽ غوايت جي به ڪا حد هئڻ گهرجي. مسلمان اوليائن تي ايهين آلزين نه اڇ. ڀٽائي گهوٽ ايهو آهي، جنهن ڪرڙيون اکيون ڪري وڏي دهشت ۽ دهمان سان توکي ۽ تو جهڙن شيطنيت پرست (۱) ليڙيين کي چيو آهي ته:

وٺيو وڄ وات ڪنڌ ۾ قبرج ڪيڏهين،
لوڻي قبر لپات لڳندئي نا ته لطيف چئي.

معني ڪنڌ ۾ قبرج ڪيڏهين. يعني ڪفر ڏي نهار پڻ. لوڻي قبر لپات لڳندئي نا ته لطيف چئي. ڀٽائي گهوٽ جو ايمان آهي ته پيغمبرپاڪالله ۽ آخرت جوسڀ سماچارسچو سڏايو آهي. چوي ٿو ته:

اتان اوڻي آئيو تنهن خبر ڪئي ڪري
وسارج م ور کي ويندين مند مري
ويندين ويڙهه وري ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾ (شاه)

ڀٽائي گهوٽ فرمايو ته:

سونهان سڄڻ ڏس ديواني هن درياء جون
[illegible] ڪيئي رکو سڄ سوديـن
سبر جو اڏ رات ۾ وکر وهائين
سود نيايو نين ديواني هن درياء مان (شاه)

اي لنگور ڪنتور. اي رب جا مغضوب ۽ مقهور. اي وه
۾ وتجندڙ وڇون ۽ زهر ـان پرور زنبور. اي ديانت ۽ دانش
ڪان سوين ڪوه دور. اي انسانيت جي مٽي جا سور. اي آدميت
جي اک ۾ انبور. الحاصل تہ هو جيڪي ڪرڻ سو ڪر. پر
خبردار مسلمان جي اولياءَن تي ٻکهڙ بنجي اهڙا اڻنگا حملا نہ
ڪر. متان ايهي حملا توکي مهانگا نہ پون. توکي هاڻي مسلمان
اسلام کان ڦري ويو آهين تہ پوءِ توکي اولياءَن جي
اولياءَن جي نالي وٺڻ جو حق نہ ڪهڙو آهي. تون آسمان ڏانهن ڌوڙ تو اڇلائين
شان کي متاثر تو چاهين. ايهو تون آسمان تمام مٿي آهي. شاه
جا مولي تنهنجي مٿهن ۾ پوندي آهي.
فرمايو آهي تہ:

ڪر جا کڏ ڪٽني پوڻ لاءِ پرينءَ جي
تنهن ۾ پاڻ پئي ڪلوڏي ڪسار ٿيو (شاه)

# جيجل ڪير

حديث پاڪ ۾ اچي ٿو تہ ڪو ماڻهو چاليهہ ڏينهن مديني
طيبه ۾ رهي تہ اوهو مدني آهي. قرآن ۽ حديث جو هر حڪم
قانون فطرت آهي. جنهن ۾ تغير ۽ تبديل ناممڪن آهي. ڪنهن
ملڪ ۾ گهڻون وقت رهڻ سبب بتدريج اڳوڻون رت ۽ گوشت
وقت جي گذرڻ سان تحليل ٿيندو رهي ٿو ۽ انهي ملڪ جي
مادي پاڻي ۽ ٻين غذائن مان تيار ٿيل رت ۽ گوشت بطور بدل
مايتحلل جي انهيءَ جي جاءِ وٺي ٿو. جڏهن ايئين آهي تہ پوءِ
لامحال گهڻون وقت رهيل اوهو ماڻهو گويا ڪ انهيءَ ملڪ جي
غذائن جو حاصل ۽ لب لباب ۽ اتي جو وطني باشندو ۽ انهيءَ
جيجل زمين جو فرزند دلبند ٿي ٿو وڃي. هاڻي نظر ڪريو انهيءَ
قانون فطرت جي روشني ۾ مهاجرن تي. مهاجرن مان هڪ تہ
پاڪستاني ۽ نوجوان طبقو آهي. جيڪي چاوا نپنا جيجل سنڌ جي
هنج ۾ آهن. هنن کي جمڻ شرط جيڪا تارون تي لڳائي وئي سا

سنڌ جي ماکي. هنن کي جيڪو ڏکو ڪارايو ويو، سو سنڌ جو مکڻ. هنن جيڪا ڇڄ پيتي سو سنڌ جي غذائن مان ٺهيل رت مان تيار ٿيل کير. هنن جو سڄو وجود سنڌ جي پيدا ٿيل پاڪ غذائن ۽ سنڌو جي موتين جهڙي صاف ۽ شفاف پاڻي مان ٺهي تيار ٿيو آهي. انهن جي سنڌي هئڻ ۾ ڪو ٽيوهي (١) جو ڏونڪائي ۽ ٻڌڙي جو ڪيڙي ۽ لوڻڪي جو ڪوري به انڪار ٿو ڪري سگهي. هنن جو سنڌي هئڻ بديهي ۽ واجب التسليم آهي.

مهاجرن مان اڪثر و بيشتر يعني اندازا نو حصا آهن ئي ابهي سنڌ جي پيداوار ۽ جيجل سنڌ جو سڄو ٻچو اولاد ۽ ڏهون حصو مس ڪو هوندو ٻاهران آيل ۽ صحيح معنيٰ ۾ مهاجر. ڇو ته پوڙها ۽ مولها هنن چوٽهن سالن ۾ ڪهڙان راهِ رباني وٺي ويا. انهن مان ته ايڪڙ ٻيڪڙ رهيل نظراچي ٿو ۽ اوهي ايڪڙ ٻيڪڙ اوهي آهن جيڪي ترقي پسندن جي معتوب ۽ محبوب ملڪ يعني ڀارت جي محبوب مٽي مان تيار ٿي وڏا ٿيا، پوءِ سنڌ ۾ اچي سهڙيا آهن ۽ ٢٧ سالن جي طويل مدت ۾ وقت جي گذرڻ سان تحليل ٿيڻ واري لازمي قانون مطابق پنهنجو اڳوڻو بت ۽ بدن ڪڏهوڪو وڃائي سنڌ جي غذائن مان تيار ٿيل جسم سان عينڪن جي مدد سان راهون ۽ رند ڏسندا لڏندا لمندا سنڌ ۾ هلي ڦري رهيا آهن. پان خوري چوڙيدار پاجامو اردو ٻولي ۽ ڪن مخصوص هندستاني وضعن کان سواءِ هنن جي ظاهر ۽ باطن ۾ سنڌ ئي سنڌ آهي. ڀارت جي ڪا بوءِ به ڪانهي. الحاصل ته مهاجرن مان نو حصا ٿيا سنڌ جو اولاد ۽ ڏهون حصو ٿيا سنڌ جا نيپاج. سنڌي ۽ ۾چوندا آهن ته نيپاج اولاد جهڙو ئي مٺو ٿئي ٿو. هائي ديماڪ (دماغ) کان ڪم وٺو.

هڪڙي محترم، مائي صاحبه ڪي چئو ته تون منهنجي امان آهين منهنجي جيجل ماءُ آهين. توتان منهنجو سر قربان آهي. تنهنجي بچاءَ لاءِ هرهڪ قرباني مون لاءِ قابل صد افتخار آهي.

---

(١) ڳوٺن ۽ ذاتين جا نالا آهن

اولاد ۽ نياڻ کي باڻ ۾
ٻر فقط اينري اجازت ڏي ته تنهنجي چاچا چوندي. چوندي ته ابا
وبڙهائي مارائي ڇڏيان. مائي صاحب تنهنجي اهل و عيال تي
سر نون مارجن شل تنهنجا. موت ٻئي ڪوڙ جي پٺهائي تي.
ڏوڙ جا ڪ ٻربو تي وجهان. تنهنجي انهي سر جا ويري باھ لڳا.
مٺا ماريا دسمن (دشمن) منهنجي ٻچڻ جي ٿر دفع ٿي. هي ڇهري
ٺپٺا نانگا تنهنجي گهور تي ڪلو. وڃ ته عين ٻين ايها حقيقت
جهڙي شڪل واه جو منهنجو پٽ ڏو بنجي. امڙ سنڌ منافقت سان
اڄ هي ملحدن جو گروه بظاهر جيجل سنڌ جي ڪوشش ۾ مصروف آهن
نڙيون ڦاڙي نعرا هڻي رات ڏينهن انهيءَ سنڌ جي ٻچڻ ۽
ته ڪنهنبر جيجل سنڌ جا ڪونڌر ڪهايون. سنڌ جون آباديون
جگر گوشن کي پاڻ ۾ ويڙهائي ناس ڪريون. سنڌ جي وڏي اولاد
ٻو ڪون بازاريون جايون بنگلا ۽ باغ جيڪي انهن کي نيست و
۽ ننڍي اولاد جي در قدم سان آباد آهن انهن کي نيست و
نابود ڪري. جيجل سنڌ کي مڪمل طرح سان تباه ۽ برباد ڪري
بر ۽ پانباڙ (۱) بنائي ڇڏيون. جنهن مان هندان رت جي
بوه ايندل هجي. پيو بس ته پارت سواء ڪنهن مزاحمت جي ڪلي
ڪڏي اچي سنڌ جي ڪٽ تي پاڻولي ماري ويهي رهي. اي سنڌ
جا سپوت ۽ سورهيه سمات. اي سنڌ جا بانڪا ۽ بهادر بلوچ.
اي سنڌ جا ڪراڙا ڪهر قريشي. اي سنڌ جا اڻ موت عباسي.
اي سنڌ جا شاهين صفت شاه. اي سنڌ جا سرويچ ۽ سرفروش
سيد. اي پير جي نوڪر سان سخت پٿر کي پاش پاش ڪرڻ
وارا سنڌ جا پهلوان پير. اي سنڌ جا انصاف پسند عدل گستر
عقل جا وهر آفيسر. اي پشتو واري دغد هغس وساريل سنڌ جا
پتنگ پروانا پٺاڻ. اي سنڌ جا شهباز شهزور شهد ۽ شڪر ڪان
وڏيڪ شيرين شيخ. اي زر سان عاجزن ۽ ضعيفن جي مدد ڪندڙ
مهمان نواز ۽ اوطاقن جا ڌڻي. ذرت ۽ نياز سان نياء نبيرڻ وارا
سنڌ جا زرخيز زمينن وارا زميندار. اي سنڌ جا شيرين مقال ۽
شڪرين گفتار شاعر. اي سنڌ جا انشا پرداز ۽ آسمان صحافت

(۱) وڏي سڃي جاء.

جا نير تابان اديب. اي قانون جا ڪوڏيالا جي ڪتب ۾ رکي
ريتو تيل ۽ لال بتيل لاٿن پريا لاڪيا ۽ سچ جي سون کي
اجاري اڇو ڪندڙ سنڌ جا ايڊوڪيٽ. اي انصاف جا موتي
ٻوڙيندڙ من موهيندڙ مئجسٽريٽ. اي سنڌ جا مانجهي ۽ محفلن جا
مور ماسٽر ٻوري طرح سوچ سمجهه سياڻپ سنڌ ٻڌ ڪڻ ڳوڙهه چيت
چيٽ غور خوض عقل دانش ڏيان ويچار فهم فراست دور انديشي
۽ دانائي ڪان ڪم وٺي حاضر دماغ ٿي ٻڌاءِ ته ايهي فسادي
سنڌ جا دوست آهن يا جاني دشمن؟ انهن جي جيجل ماءُ سونهاري
سنڌ آهي يا ڀارت جي خونخوار ڏائڻ اندرا؟ جنهن جي اشاري
تي ٻوري طرح سان نمڪ حرام بنجي سنڌ جو ان پاڻي ۽ ليمڪ
کائي زهر ڪري سنڌ جي مقدس نالي کي لڄائي رهيا آهن. هنن
جي ڏور سنڌن پارٽي پوتار جي هٿ ۾ آهي. انهيءَ جي چڪن
سان ۽ انهن جي ڌٻڪي تي مي پولڙن وانگر نچي رهيا آهن.
اي منهنجا سر ساهه جهڙا پيارا سگر ۽ سياءِ اي منهنجا سپاجها
ساڃها ۽ سگهڙ سنڌي ياءِ سگهاءِ ته سنڌ زبان حال سان انهن تي
لعنتون چوندي يا اجان به انهن تي ڪي رحمتون موڪليندي
هوندي؟

## هو ۽ هي

اسان جي ملڪ ۾ اسان جي دين ۽ ملت جا دشمن اسان
جي مال ۽ ملڪيت کي اروڙ نانگ وانگر ڏيري ڏيري کڙڪائيندڙ
اسان جي سرن جا ويري. ڪوبه مسلمان نوبڪلو هٿ آيو ناهي
ته ٽڪر ٽڪر تي گٽر جي حوالي ٿيو ناهي. جي. ايم صاحب
پاڻ به اڄ شدهي ٿيڻ ڪان پوءِ ٿيو هنن جو پنهنجو. باقي جڏهن
مسلمان هو ۽ انهيءَ وقت جي هلندڙ منزل گاهه تحريڪ جو
ڏڙو (۱) هو. تڏهن سکر ۽ حيدرآباد جي ڪنهن سوڙهي گهٽي
۾ هيڪلو وڃي سگهندو هو؟ تڏهن سکر جي ڪنهن سوڙهي
گهٽي ۾ وڃي به ڏسي ها. وڃي ها ته اڄ ڪو ڪاڻ جو
جي. ايم ناهي انهيءَ مان سنڌس سڪون لاهيون ها ته پلي. باقي

٢- هن ڀر سيم هاڪ ستي سپارن جي
محبتي ميهار جي چڙن چوريا چاڪ
انهن جي اوطاق وڃڻ مون واجب ٿيو (شاهه)

٣- ٻرين ٻر ٻرين جون چڙيون چينگهارين
ڪي هڪڙڪي سريون ڪي تکيون تنوارين
مونکي ٿيون مارين سپارون سپرين جون (شاهه)

شهر ڏهوٽان وڏي ويا ۽ خوبصورت اڏاوتن ۽ جاين جي دلڪش ۽ نظر نواز ۽ ديزائنن جي لحاظ سان يورپ جي شهرن کي شرمائڻ لڳا. ڀرارين ۾ باغن جو لامتناهي سلسلو انهيءَ حد تائين وڌيو جو ڏرپارڪر جهڙو پوئتي پيل ضلعو به اڄڪلهه قندار جي ارغنداب سان ڪلهو هڻيو بيٺو آهي. ۽ ميوي مان ڪروڙ پيو ڪمائي. هندو اسان جي تجارتي ۽ زرعي ۽ صنعتي نظامن کي درهم برهم ڪرڻ جون ستائون ستي پاڪستان کي بگاڙڻ جا پهه پچائي وري فاتح ٿي موٽي اچڻ جا خيال پڪا ڪري ڪجهه وقت لاءِ سنهن ٿاري ويا هئا.

جس هجي اسانجن انهن مهاجر ڀائرن کي جنهن سنڌ ۽ پاڪستان جي هرهڪ شعبي کي ڏهوٽيون رونقون بخشيون ۽ هندو جيڪي نيت بد ڪري نڪتا هئا سي هميشه لاءِ دفع ٿي ويا. فالحمد الله علیٰ ذالڪ.

هاڻي جي. ايم حڪم ٿو فرمائي ته ايهي ڏاريان جتان آيا آهن، اوڏانهن هليا وڃن. جناب عالي حڪم برچشم اچو ته سنڌ مان ڏارين کي ٽڙي ڪڍي سنڌ کي خالص ۽ ڀرپور سنڌ بڻايون. اچو ته ڀرين سيدن سگورن کي جيڪي ادائي هزار ميل ڏورانهين عرب ملڪ کان امپورٽ ٿيل آهن. انهن کي ايڪسپورٽ ڪريون. پوءِ صديقي فاروقي علوي انصاري قريشي عباسي انهن کي ڀوڙائي ڪيون پوءِ ڪل بلوچ قومون جن مان ڪن کي ته اڃان سنڌي ٻولي به پوري طرح ڪانه ٿي اچي. انهن کي سنڌ مان اوڏيون. پوءِ پنجابي ۽ مهاجر به. باقي وڃي سنڌ ۾ سنڌ جا صحيح ۽ سچا وارث

ملڪ ويران ۽ جهنگلستان بڻجي
ڏھ ٻارهن لک ست رهن. جي ـ ايم انڊيا پارٽي ته خوش
وڃي ته ڀلي بڻجي وڃي. بورچيائي تي ويهي تو رهي ۽ ٻين
ٿي. باقي ٻاڻ آئي ڏاڏي تي رکي ـ اوها هندو
کي لوڏيو تو ڪيڏي ايها دل ڏوئي دلي تي قابض تي چڪي
فوج جيڪا مسلمانن جي چاليهه سيڪڙو زمينن تي ڪئي وهائي ويٺي هجي.
هئي. شهرن ۽ واپار تي ته جيئڻ ڪر سگهي. ڏاڙهيو تي
مجال آهي جو ڪو مسلمان ويجهو به اچي ڪڪڙ وانگر چاڙهر
ماريائون. نوڪرين تي ته نوي سيڪڙو سرڪاري ملازم مسلمان سي به
ڪريو ويٺا هوا. ڏهه سيڪڙو اهاني ٻهاني انهن تي ڪوڙا
پنهنجي پنڪي بچائڻ ۾ بس پورا هئا. ماڳان شروع هوندوئي هوندو
قدا ڪري ڀاهن جو عمل هندان دڪاندارن ڪان سواء سچي
هو. قنبر جي ٻڙ ۾ چند مسلمان اميد خير ڪي هئي. رکيو
شاهي بازار ۾ ٻائي جي ڪلاس جي به ڪان وٺي پينجي.
ڪفرستان نظر ايندو هو. ٻائي پينجي ته ڪنهن
سنائي ته سالن ڪان پوءِ ڪنهن مسلمان جي نهيل مصيبت ٿيندي هئي.
تازو شنان ڪيل ۽ ڪٽي ڏوتل ڪپڙا پهريل هندو جي به پير ۾
ونهيو هو ته هن جي بدن مان نڪرندڙ ڪفر جي ڏپ ۽ بدبو
ڪان اوڪارا اچڻ لڳندا هئا. حيدرآباد ۽ سکر جي سوڙهي گهٽيءَ
۾ آڙيو ڙڙيو مسلمان وڃي سهڙيو ته وشنوئي ۽ اهنسا جي پوڄاري
فوج جن وٽ ماڪوڙي مارڻ به پاپ ٻلي ماري وجهي ته سون
جا سو ڏنڊ ڀري ڏي نڌهن وچي پنچات ۾ حقي پاڻي جو حقدار ٿئي
اهڙا قياس وارا انهيءَ مسلمان کي عذاب ڏئي گهڻا ڪري
گهٽڙن ۾ ڪم ڪري ڇڏڻ هنن جو ترڪ هو. ڏوهه گناه ذرو به
نه. اي جي ـ ايم انڊيا پارٽي اسان جي گوشت ۽ هڏن کي
ڪرڻ وارا ۽ بگهڙ وانگر اسان جي ماه ۽ رت جا تاڪاڻو انهن
کي ٿا واپس آڻيو. هنن جيڪي اسانجي هنيين ۾ ڪاتيون تي
هنيون سي ٢٦ سال ته ڇا؟ پر ٢٦ سو سالن ۾ به نڪ چپ
وارن مسلمانن کي ڪين وسرنديون. مڙس مڙس کي منهن تي
چوي. چوندا آهن ته دال روٽي کائڻ سان دنيا ڪٽي ته
ڪٽڻ ڏي. سچ چوندي سنگت ٽٽي ته ٽٽڻ ڏي. حق ايهو آهي.

ته مهاجرن جاڻون يا املاڪون هٿ ڪيون ته انهن ڪافرن جون جيڪي سنڌي مسلمانن جي سر تي گردن توڙ بخار وانگر سوار هئا ۽ سنڌي مسلمانن جي نڙگهوٽي کي ننهن سان نپوڙي ساهه گهٽي رهيا هئا. سنڌي مسلمانن کان زمين جي چارڪي ۽ آن جو ڪڻ به ڪونه ڦريو اٿن. پاڻ هندن جي ڇڏيل ملڪيتن مان به سنڌي مسلمانن چڱا چوڙه ڪيا آهن. ۽ ڪٿي ڪٿي ته خوب ڦٻيا آهن. حالانڪ عدل ۽ انصاف ايئين ٿو چئي ته ايهي سڀ هندن جون ڇڏيل املاڪون انهن مظلومن جو حق هو جيڪي ڀارت مان ڦرجي مارجي گهر ٻار لٽائي مسلمان هئڻ جي ڏوهه ۾ تمام کي ڪريون سزائون ڀوڳي هتي پهتا هئا. واڻيان وڃا تڏهن سنڌ جي مسلمانن واپار سکيو. مهتن موڪلايو تڏهن سنڌي مسلمانن ماڙين ۾ ويهي ڦرنڊڙ پکن جي ٿڌين هوائن مان حظ حاصل ڪيا ۽ موجون ماڻيون. سنڌ جي مسلمانن کي جو ڪجهه مليو انهيءَ ۾ آئون ارهو ڪونه آهيان. منهنجا انهيءَ ۾ ست راضيپا آهن. خدا ڪري ته شال سنڌ جو شير سدائين سکيو ستابو سرس سوايو ۽ ويرا وير وڏ هجي. ۾ ٻاڻ تيون ليکو ٻڳڙو ۾ ڦارون. مهاجرن طرفان ملڪيتن يا ملازمتن ۾ ڪا هيس (۱) ٿيندي هجي ته آئيني طور طريقه سان انهن حقن جي بازيابي لاءِ پلي ٻاڻ پتوڙيو. ملڪيتن تان هڪ ابي امان مان پيدا ٿيل ٻن ڀائرن جا سوين ڪيس ڪونه پيا هلن ڇا؟ سڳن ڀائرن ۾ جهيڙا جهٽا ٻاڪ خونريزيون ڪونه ٿيون ٿين ڇا؟ پاڻ ۾ ڀائرن ۽ عزيزن جو جهڳڙو ٿيو ته انهن جي قوميت بدلجي ويئي ڇا؟ مهاجر ۽ سنڌي جو ملڪيت تان ڪو نزاع ڪٿي ٿي پيو ته ڪهڙي اربعا خطا ٿي. عدالتون پاڻهي حق حقدار کي ڏياريندون. انهيءَ ۾ ڪو مهاجر ٻي قوم بنجي ڪونه پيا. اسان ته ڀهراڙين ۾ سنڌي ۽ مهاجر پاڻ ۾ کير کنڊ پيا ڏسون. سنڌين جي شادين مرادين ۾ ٻه حصا سنڌي ته ٽيون حصو مهاجر سڳن ڀائرن وانگر پاڻ ۾ خوشيون ملهائيندا نظر اچن ٿا. اهڙي طرح سان مهاجرن جي ٻم ٻتن ٻوتن ۾ اڌو اڌ سنڌي خوشي مان ڀڪندڙ ڇهرن سان هلندا ڏلندا محفلون

(۱) ناجائز طرح سان دٻاءُ.

ڪندا ڏسبا آھن. ھنن ۾ ڪوبہ ويچو ڪونہ ھوندو آھي. ھيڪ
ٻي کي ڏسبو ئنا ڏاھن. الحاصل تہ جناب جي - ايم صاحب جا
ڪل ڪندا ڪرتوت ساھمين جي ھڪڙي ٻڙ ۾ ۽ مسلمانن کي
ھي ويڙھائيءَ وارو ڦھري ڪارناموڻ ٻي ٻڙ ۾ ر ڪو تہ ايھو ھڪڙو
ھنن سون ڪان گرو ٿي ويندو. قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ فتنون بہ
لحاظ گناہ جي قتل ڪان وڌيڪ سخت. آھي. جو تہ ھجي جو
موڏانھن ھڪڙو قتل. ھيڏانھن ھزارن لکن قتان واقع ٿيڻ جو
شديد امڪان آھي. ڪاش جيڪڏھن ڪا عرض اونائجڻ جي اميد
ھجي ھا تہ وڏي ادب ۽ الحاج سان عاليجناب محترم جي - ايم
صاحب جي خدمت عاليہ ۾ التماس ڪريان ھا تہ حضور اڄ اوھان
جي وڏي عمر آھي. اڄ اوھان جا ڏڪ پيا وڃن. اڄ اوھان کي
ڪھي ڪڙڪائي ھڙپ ڪرڻ لاءِ اوھان جي قبر وات ڦاڙيو بيٺي
آھي. ھن وھيءَ ۾ مار ماران ڪرائي مسلمان قوم کي ختم ڪرڻ
اوھان جي منھن تي ئتو بوي. آخر مسلمانن اوھان سان ڪھڙي
بڇڙائي ڪئي آھي؟ ڪھڙو اوھان جو ڏڪن جو جوڙو ٻڌو اٿن؟
ڪھڙو اوھان جو ڪرو ڦري اوھان جي اڳيان ٿيل ان جون راھون
لتيون اٿن. جو انھن کي ايڏي وڏي سزا ٿا ڏيو. دين تہ ڇڏيان
دين جي ڏٿين کي گاريون تہ ڏنان. ٻر ھاڻي مور کو سمورن
مسلمانن کي مارائي ختم ڪرڻ جون ستائون پڻ ستي رھيا آھيو.
لائي چاڻي ۽ تنگرپائي (۱) شرمناڪ ۽ ان سان گڏ نھايت
خطرناڪ فعل آھي. ٻن جي وچان پتر پورڻ ۽ پاڻرن جي وچ ۾
ڏقيڙ وجھڻ جا ھولناڪ نتيجا نڪري سگھن ٿا. فتني ۽ ڏامبيچ (۲)
۽ لڪائو (۳) ماڻھون کي ٻڙي ڪان ٻڙڙو سمجھيو ويندو آھي،
آنجھاني ٿيڻ بعد اوھان کي ڪھڙي نالي سان ياد ڪيو ويندو.
مسلمانن تي ڪاوڙ آخر ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ اڄ بہ مسلمانن جون ڏنل
زبيتون ڪاٿو. اڄ بہ بيخبر مسلمان سيد سمجھي اوھان کي پيرين
پئي رھيا آھن. واڻيي جي ٻيسي جو ڪھڙو بقاءِ. ڪنھن قضاني
ڪاوڙجي پيو تہ پوءِ پڇندو بہ ڪونہ. واڻين جو حق نمڪ پلي

(۱) چغلي (۲) ڪپتيو (۳) فتني.

ادا ڪريو ۽ مسلمانن ڪان حاصل ٿيندڙ آلي ۽ پاڻي جو ته ڪجهه ته لحاظ رکو. ڪجهه لوڻون ڦرائي پوڻتي به ته نظار ڪريو. صفا اکيون نه پوريو. پنهنجو اصل نسل به ڏسو. شيخ اياز جي ريس نه ڪريو. هو ته اصلي به ڪنهن هندو يا ٺڪر يا ڪولهي يا ڀيل يا گواردي يا گرگلي يا ڊيڊ يا پنگي الحاصل ته ڪافرن جي ڪنهن نه ڪنهن قوم جو اولاد آهي. جنهن جو بنياد ئي بد آهي. جيڪو آهي ئي ڪڙي ول جو ميوو. اوهو جيڪڏهن خداوند تعاليٰ و تقدس کي گاريون ٿو ڏي ته پنهنجي پسوري ٿو پڌري ڪري. پنهنجا مائٽ ٿو ملهائي. هن تي ڪابه ميار ڪانهي. اوهان تي لک ميارون آهن.

"تو بهار عالم ديگري ز ڪجا درين چمن آمدي"

ماڻهون هلر ان تي پڌندا آهن. اوهان گونهن تي هلر پڌي آهي. سا گونهن تي هلر نه پٽو. اوهان هيئان لاهي مٿي تي رکي آهي. مهتن جي موڪليل مٽي مايا جي مٿو ۾ اوهان جو ايڏو مخول ڦري ويو آهي جو جيڪا پنهنجي هٿ سان پنهنجي اکڙي ڪٽي رهيا آهيو. انهيءَ کي ڏسندي به اوهان جون اکيون هيٺ نٿيون ٿين پاڻ ڦندجو پيا. ويڪرا ويڪرا پيا ٿيو. جنهن اکڙي ڪجهڻ تي پڌي مرڻ ڪپندو هو. انهيءَ تي پڏو پيا. پارٽي جي بين ملحدن ڪان پاڻ ڪجهه اڳتي وڌڻ لاءِ وارڙيو (۱) چڏي چانچ ۽ چوباز ۾ ڪاهي پيا آهيو. ايهو نٿا ڏسو ته هو ڇا. اوهين ڇا. هو ڇا هئڻ گهرجن. اوهان ڇا هئڻ گهرجو. ائين نه ناهي ته هو پاڻ ڄڃ ۾ گهوٽ بنجي هر قسم جي ڪاشن (۲) ڪاڇن مان جنج (۳) ڪري رهيا آهن. اوهان کي اٺهيار (۴) بنائي ڇڏيو اٿن. ماڻهن جي وٽ وٺان اوهان جي سر تي. جناب محترم پير الاهي بخش صاحب جي پڪيڙبل پمفليٽ جيڪو چون ٿا ته اڄ تائين ڏيڍ لک ڪاپيون شايع ٿي چڪو آهي. سڄي سنڌ ۾ اوهان کي ائين نروار ۽ نشانبر ڪري ڇڏيو آهي جو جن ماڻهن

---

(۱) گهوڙي جو سنو پنڌ (۲) سٺن (۳) زبردست ڊوُ (۴) گهوٽ سان گڏ هلندڙ.

پيو سو ڏٺو ويا سٺو پڌو اٿم. انهيءَ ديده ۽ شنيده زماني جي قانون مطابق قطعيت سان چوان ٿو ته جي - ايم صاحب جيڪو فرمائي ٿو ته اڳي مسلمان هڪ واري وقت ۾ بقول سندس آوان حماقت ۽ زمانهء جاهليت ۾ هڪ بزرگ جو مريد به ٿيو هئس. اول ته ايها مريدائي به ايهين هوندي جيئن ٿيو سال عمره جي بهاني سان سندس حجاز اقدس جو سفر. ڪعبي شريف تي انسانيت ڪان ڪريل ناشائشتہ ناپائسته ناگفتربه حملا ته پوءِ ساڳي بيت ربي ڏانهن عمره لاءِ وڃڻ چہ معني دارد. ايهو عمره جو فقط هٽ نات ۽ ڍونگ هو. في الحقيقت سفر هو تماشہ بيني لاءِ. ايهو امر واقعي آهي ته ڪنهن وقت ۾ صاحب موصوف ڪوٽڙ وڃي اسان جي قبله نانا صاحب عارف بالله قطب ارشاد حضرت مولانا حافظ حاجي محمد حسن جان رحمة الله عليه مسند آرائي خانقاه عاليه ٽنڊو سائينداد جو مريد ٿيو هو. پر ارادت ۽ اخلاص سان مريد نہ بلڪ ميم جي زبر سان مريد ۽ مارد ۽ متمرد بنيو هو. جنهن ڪي هدايت حاصل ڪرڻ جي نيت ئي ڪانہ هئي پوءِ هن ڪي هدايت ملي ته ڪيئن ملي.

لـــڙ پيتائون لبيا پلر نـــہ پيتائون
ريج جنين جي روح ۾ جيري ۾ جائون
انهن ڪي آئون ڪهڙا ڪنبيرا ڏيان (شاه)

ڪنبيرو واقعي ريج ۽ جيري جي جاڻن (۱) جو بهترين علاج. پر جن جي روح ۾ ريج انهيءَ روحاني ريج کي ڪنبيرو ڪوه ڪندو.

ويهي ويڄن وٽ تو جيءَ جڏو نہ ڪيو
مهندان محبوبن جي تون پاڻ هٿين ها پٽ
جيڪس تو ۾ گهٽ نہ ته سڄڻ لاهو سور جا (شاه)

بچي پتائي گهوٽ فرمائي ٿو ته جيڪڏهن دوست جي دامن

(۱) پيٽ جا ڪيڙا

۾ دليان هٿ وجهين ها ۽ دل ۾ ڪوٽ نہ رکين ها تہ ڪارڻلڙ
ڪر جو ڪاج ڪونہ ٿين ها. ...

ڪـــر ڪارڻلو سيلي ماڻو جن ٻرپٿون
نينهن نماڻا جي تن ڪرڪي ماري مات ڪيو

جيڪڏهن حب مان هوتن کي هنيون ڏئي ڇڏين ها تہ اڄ
وڏي ويري ۽ جي ور ڪونہ چڙهين ها. ويري ۽ ڪي ويجهو ئي
ڪونہ وڃين ها. ويرئي ۽ جي وضع ئي توکي ڪاٺ وڌي ها. ...

هنجن ڏي هيڪار جي ڳڻ ڪري نهارين
تہ ٻگهن سان ٻهار ٻيل نہ ـــ ٻڌين ڪڏهين (شاه)

الحاصل تہ هي طغيان ۽ عدوان انهي ۽ ڪوٽ ۽ ڪنبائي
جو لازمي نتيجو آهي. پر تہ تقدير جيڪڏهن شاه صاحب موصوف
هڪ لمحة البصر لاء الله جي محبوب بندي جي دامن ۾ اخلاص
۽ ارادت سان جنبي جهليو آهي. تہ پوءِ آئون پوري وثوق سان
پيشنگوئي ٿو ڪريان تہ ايهو شاه ڪٿي کهڙي بہ حد کي پهتو
آهي. پر ڦرجي ويل ايمان ڪيس موٽي ملندو ۽ اسلام جي نعمت
عظميٰ ۽ دولت ڪبريٰ جو اعزاز ۽ افتخار ڪاران ڪار حاصل
ڪري ڇڪندو. ڇو تہ هن بارگاه ۾ محرومي جي نحوست ۽
ناڪامي نالي لاءِ بہ ڪانهي. هتي سراسر فوز آهي. فلاح آهي.
سڀاڳ آهي. سعادت آهي.

وحشتي دشت معاصي را دو روزي سرد هيد
تابکي خواهد رميد آخر شکار رحمت ست. (بيدل)

# ڪيڏو نہ فرق

ظاهري طرح سان هو بہ ماڻهون هو بہ ماڻهون. پر خيالن
۾ ڪيڏو نہ فرق. جيترو ڇيٽو الهندي ۽ اڀرندي جي وچ ۾
انهي ۽ کان بہ ڪي ۾ وکون وڌيڪ. هڪ مسلمان ۽ هڪ ترقي

پسند جي ذهن ۾ فاصلو آهي. ترقي پسند فرمائي ٿو تہ ساماٺل نينگري بہ ٻلي ڇوڪرن سان دوش بدوش ويهي ڪاليج پڙهي. محبت جي داد و گرفت واري معاملي ۾ بہ ٻلي عملي تجربا ڪري انهيءَ فن جي ماهر ٿئي. ناتجربہڪار الڙ ۽ رموز عاشقي کان نا آشنائي محض جنهن، عشق جي ڪوڙي ۽ قاتـل ڪام ودهن ڪي ساڙيندڙ ۽ سوسڙاٽ ڪرائيندڙ زهر جو ڇڪو يا ڇمار نہ چکيو. جنهن وڇوڙن جون وہ جون ولنيون ڏيک ڏيکي پڙي نہ پٽيون. جنهن جي جيءَ جان ڪي جدائي جي گرم جهولي بہ ڪونہ جلايو. جا نہ ڪنهن جي لاري لڳي ۽ نہ ڪنهن جي آڏن جوابن ۽ بي پرواهين جي ڪوسي لڪ هن جي بت ڪي لوساليو. انهيءَ قسم جي ڏڏ (۱) ۽ ناقدر شناس ڇوڪري محبوبہ ۽ مطلوبہ تہ ٿي سگهي ٿي ۽ بوڙهپڻ تائين پنهنجي محبوبہ هئڻ واري خام خيال ۾ سرشار تہ رهي سگهي ٿي. پر طالبہ ۽ عاشقہ هئڻ جـي هن ۾ ڪابہ صلاحيت نہ ٿي هجي.

هو پنهنجي محبت ۾ مرد کي موهي تہ سگهي ٿي پر پاڻ هن تي موهت ٿيڻ جو مظاهرو نٿي ڪري. نازنين رهڻ چاهي ٿي پر مرد جي ناز برداري نٿي ڪري ۽ محبت وٺڻ لاءِ هن جي اڳيان سوالڻ نٿي ٿئي. محبت جي راہ تي هنکي رمڻو تہ پوي ٿو پر حصول ۽ وصول لاءِ مرد تي پيشقدمي نٿي ڪري. تنهنڪري ايها ڪنهن نہ ڪم جي.

ٻي طرف مذهب رسم رواج ننگ ۽ غيرت کان ٻڪسر آزاد. يعني صحيح معنيٰ ۾ ترقي پسند ڇوڪري لائق اهڙ ۽ شادي جي سيج تي وهڻ کان اڳ ئي سو سوا دوستن جون حلاوتون حاصل ڪندي ۽ هنن جا ميناج پاڻ ڏانهن ڪشش فرمائيندي فرمائيندي جلب لذات جي انهيءَ عمل پيهم سبب هوءَ هڪ لذتستان بنجيو ٿي پوي. ۽ سندس فني مهارتون انهيءَ کان علاوہ هونديون آهن. جن سان عين محفل جي وقت ڪار گذاري جا

---

(۱) اٺجاڻ

نت نوان نوان ۽ ماڊرن طريقا واضح فرمائي رفيق کي گارڊ ۽ رهنمايون ڪري ٽرين جي انجڻ ڪاهيندڙ ڊرائيور گائيڊ جو انهيءَ اڙانگي سفر جي گم گشته راه پانڌيڙي لاءِ ذاتي حلاوت کان ڪم ڏي ٿي. شريف ۽ پرهيزگار عورت پنهنجي کان يقيناً محروم هوندي سواءِ درآمد فرمايل گونا گون حلاوتن ڪمالات کان ٻڻ وانجيل آهي. ۽ ماڊرن عورت جي مذڪوره بالا شريف حيادار ۽ (۱) ۽ بي بهره. ڪيترن ترقي پسندن پنهنجين شريف ڏني گهر پرهيزگار عورتن کي محض انهيءَ گناه سبب طلاقون سندن ترقي پسند مان لوڏي ٿو ڪنا ڪري ڪڍي ڇڏيو. جو اوهي سندن ترقي پسند مڙسن جي دوستن جي هٿن جو رانديڪو بنجڻ ۽ هنن جي ناپاڪ هوسن جي تيرن جو آمجگاهه ٿيڻ ۽ هنن جي حيواني خواهشن کي پايہ تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ ڪنهن به حالت ۾ تيار نہ ٿي ٿيون. انهن مظلوم نيائين طلاق جو طوق مذلت پنهنجي گچيءَ ۾ وجهڻ پسند ڪيو پر پنهنجي منهن ۽ پنهنجن مائٽن جي منهن کي بي غيرتي جي بدنما ۽ منحوس داغ کان بچايو. اهڙا ڪيترا واقعات نالي بنالي ٻڌائي سگهجن ٿا.

مصلحت نيست ڪہ از پرده برون آفتد راز ور

نہ در محفل رندان جزے نيست ڪہ نيست

انهي خيال تہ آهن جناب محترم ترقي پسند صاحب جا.

هاڻي ٻڌو هڪ مسلمان جا خيال. هو چوي ٿو تہ ٻاهر پيري لانگ چوٽي ۽ هارباڙي (۲) هچا سان شادي تہ ڪجا هن ڏانهن غيور مسلمان اک کڻي نهارڻ لاءِ بہ تيار نہ ٿيندو.

هو چوي ٿو تہ اوباريل. لپيل جهڳيل. ڪاڏل ڪپڙيں. واڀرايل. لويل چوڙيل. لڪيل چٽيل. چاهيل چپيل. لتاڙيل اورانگيل سون لانگن هيئان نڪتل ۽ صفا ڏهيون (۳) ٿيل. انهن پارن واري لبوسڻ سان گڏ گهارڻ تہ پري منزل ٿي، پر سؤ ڪوه کان اورتي

(۱) محروم رهيل (۲) جيڪا واڙو ٿي وچي پيل ڪري

(۳) ذرا ذرا ٿيل

هن کي سهڻو لاهہ بہ اڻون تيار ناهيان.

اڄ و ٻاڻي لسڙ ٿيو ڪالوڙيو ڪنگڻ
اينديءَ لڄ مرن تنهن سر مٿي هنجڙا (شاهہ)

هو چوي ٿو تہ ڪڏهن ديڳڙي ۾ ٻلي ڪئي ست رڇيون تيار هجن، ٻر جڏهن تہ ڪڏهن ڪبوتر ۽ ڳيرا انهيءَ مان ڇڳيا ڪڏهن ڪڪڙن انهيءَ کي ڦولريو، ڪڏهن ڪانگن ٺونگاريو ۽ ڪڏهن ٻلن چٽيو. ڪڏهن منجهس ڪتن وات وڌا ۽ مٿس ڪڪون هاريون. ڀلا انسان جي دل ڪيئن چوندي تہ انهيءَ مان ڪو گراهہ کڻي کائي. انسان نيٺ بہ انسان آهي. انسان جو هنيون ترقي پسندن وانگر ڪو ڳجهہ جو هنيون تہ ڪونهي جو ڏهن ڏينهن جي مردار تيل ڍوند ڪان بہ ڪجهہ نہ ٿئي.

هو چوي ٿو تہ مسلم معاشره انهن ٻارن واري زال کي جيڪو ڪني رن جو خطاب ڏنو آهي. سو بلڪل بجا آهي. ڀلا انهيءَ کي ڪني نہ چئبو تہ خوشبودار ۽ سرهي چئبو ڇا؟ هو چوي ٿو تہ حيا ۽ شرم ۽ لڄ ۽ ڀرم ڌاران زال، زال ٿي ڪانهي. هو چوي ٿو تہ جيڪا ترقي پسند جي ترقي پسنديائي رفيقہ حيات سرعام پنهنجي شرمناڪ ڪارنامن ۽ ناگفتہ بہ حالات جا فوٽا ڪيائي وڪڻ لاءِ مارڪيٽ ڏانهن موڪلي ٿي. انهيءَ کي زال چئي ڪير ٿو. هوءَ يا تہ ڪتي آهي يا تہ گند آهي.

هو چوي ٿو تہ جلب لذات وري ڇا جو. ايهو في الحقيقت سلب لذات جو عمل آهي. جنهن جي مسلسل جاري رهڻ سبب زال ڦڪو ڦوڪ ۽ چوپيل چوٽو بنجيو وڃي. انهن ڳالهين جي اپٽار مان منهنجو مقصد ترقي پسندن تي ڪو هرويرو اعتراض ڪرڻ ناهي. مون فقط ايهو ٿي عرض ڪيو تہ هو بہ ماڻهو، هو بہ ماڻهو. يعني ترقي پسند ۽ مسلمان ظاهراً تہ ٻئي انسان آهن. پر هنن جي خيالن ۾ ڪيڏو نہ فرق آهي. هڪڙو ايهو جنهن جي زال ڏانهن ڪو اک کڻي نهاري تہ انهيءَ جون اکيون ڪڍي

ڇڏي. ٻيو اوهو جنهن جي زال کي ڪو ٻانهون مان جهلي ولي
ٿئي روانو ته ٻه هن جي منهن ۾ سر تي نه پوي. ٻيڪو پنهنجي
ور ۾ خوش آهي. ٻيڪنهن کي پنهنجي ٻر سيباڻي تي. مسلمانن
کي پنهنجون حيادار ۽ غيرتمند خواتين مبارڪ هجن. ترقي پسند
صاحبان کي پنهنجون رفاه عام لاءِ وقف ٿيل هردلعزيز بيگمات
مبارڪ هجن. مون فقط خيالن جو ورق تي ٻڌايو. سو ٻڌاءِ هڪڙي
جي ساراه ڪريان ٿئي جي ڪلا ڪريان ٿڻهن سان منهنجو ڪهڙو ڪم.

## دشمن ڪبر

مسلم معاشره زال ذات جي حيا واري فطري جذبي کي
جلا بخشي زال ذات جو مهت (۱) ۽ سان عزت ۽ شان بلندي
جي انهيءَ افق اعليٰ تي پهچايو هو جو سنڌن. هڪ ساروڻي
جي صفت ۾ اديبن ۽ شاعرن پنهنجون عمرون گاري فصاحت ۽
بلاغت جا دريا وهائي ڇڏيا.

پردي جي معمولي ۽ فرحت بخش پائبندين سبب هو سياري
جو سج ۽ جهڙ وارين راتين جو چنڊ بڻجي پيون. جن جو هڪ
پرتو پسڻ لاءِ ماڻهون ڪر مريو ٿي پيا. آلادين کي سنڌ وٺي نه
هئي، سڄي سنڌ جي حڪومت کان وڌيڪ متاع عزيز ۽ قيمتي
شي هن جي نظر ۾ سنڌ جي هڪ حيادار ۽ خوددار نياڻي ياڳي هئي.
جنهن جي وٺڻ لاءِ هو دهلي کان ڪهي ۽ ڪاهي آيو.

غيور ۽ سورهيه سومرن ياڳي جي شان اڳيان سنڌ جي
حڪومت ٻاڪ پنهنجا ساهه ۽ سسيون هيچ سمجهي ياڳوند ياڳي
تان صدقو ڪري پنهنجي سورهيائي جا لازوال نقوش دنيا وارن
جي لوح دل تي هميشه لاءِ اڪري ڇڏيا. حافظ شيرازي شاخ
نبات جي هڪ خال تي سمرقند ۽ بخارا جون سلطنتون گهورڻ
جون اڇائون (۲) ڪيون. ايهي هيون حيادار خود دار ۽ پرده دار

(۱) عزت (۲) پيشڪش

عورتون جن جو ملھ پوري ٻر ڪٿي ڪان ٻہ ڪي رتيون ڪٿر ھو. ڀلا ايھي ساڳيون ٽوٽي ڪٿي ڪيتري قدر حسين. پر جيڪڏھن ھالو چالو ھجن ھا تہ ھن جي ڪا ھيڏي ھاڪ ٿئي ھا. نہ نہ ھرگز نہ. ھڪ باوقار ۽ خود دار عورت جيڪڏھن بنان پردي جي بہ ڪنھن ضرورت سان نڪري ٿي تہ ڪنھن ڳري گنجي جي مجال ناھي جو ھن جي اڳيان پنھنجي خبث باطن جو ڪو ادني مظاھرو بہ ڪري سگھي.

برخلاف ان جي اڄڪلھ جي ترقي پسندن آزاديءَ جا دلبا ڏئي ھن ڀالي ڀولي قوم کي پنھنجي دام تزوير ۾ ڦاسائي ٿڙڻائي چلولائي خست ۽ رزالت جي انھيءَ ڏاڪي تي آڻي بيھاريو آھي. جنھن کان انسانيت تہ ڪٿي رھي پر بھيمت بہ شرم کان ڪنڌ جھڪائي ٿي. لوفر ۽ غنڊا ھن بابت جيڪو گند مٿين ٿا سو ھو پاڻ ھڪ حد تائين ٻڌي اندر جو اندر ۾ رجھنديون پچنديون ضرور ھونديون. پر آئون چوان ٿو تہ انھيءَ آخري حدتائين ھزارن مان ڪا ھڪڙي پھتل ھوندي. ھڪ جو قانون ھزار سان لاڳو ٿئو ڪري سگھجي.

ھي ترقي پسند جيڪي في الحقيقت الحاد پرست آھن. سي پنھنجي فحش رسالن ۾ پوري ھزار تي ھٿ اڳھڻ جي ڪوشش ڪنتا. ۽ انھيءَ ھڪڙي ڪين جھڙيءَ جي ڪريل ڪردار جي ڪارڻ سڄي ھزار جي چتايل چنبن (1) جي چٽني پلاندن تي ملڻ لاءِ ھٿ پير ھڻن ٿا. ھن جي افسانہ نگاريءَ جو ڍول ۽ ڊينگ گھٽون ڪري ھي ھوندو آھي تہ فلاڻيءَ ھيترا ھيترا معاشقا ڪيا. ھنڌ ھنڌ ٻن ٻارن سيڙھن سنڌن تي چوٽ چرندي رھي. ٻگھن وانگر جتي ڪو پاڻيءَ جو ڍبو نظر آيو اتي لھي پاڻي جا پونڊرا چڳڻ لڳي. پوءِ ھن وائي آنو لاتو. انھيءَ جو نالو ھيمون ڪلياڻي رکيائين. ھيمون اوھو ڪافر آھي جيڪو ريل ڪيرائڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ پڪڙيو ۽ ڦاسي چڙھيو جنھن بي ترس بگھڙ ھزارين

(۱) سٽيون گندبون

هندن مسلمانن مردن عورتن ٻچن ٻارن کي چلهن ۽ چڙهڻ ۽ چيچلائي مارڻ جي بد کان بدنيت ڪئي. انهيءَ جو انهن عقل جي انڌن وٽ ايڏو مان آهي جو جنهن راتي (١) رلي ٻني ٻگهرجي سون کان سيڪڙ (٢) ڪري ٻنجاتي پٽ پيدا ڪيو ۽ ان تي هيمون ڪليائين جو نحس نالو رکيائين ته اوها ترقي پسند آهي. آزاد خيال آهي. عظيم عورت آهي. انقلابڻ آهي. بس دنگ تي ويو. انهيءَ جي زرين ڪارناما ۽ شاندار ڪيريڪٽر جي خوب، پلستي ڪئي تي وڃي ته ڪي ٻيون به ايها ساراه سٺي ستجن ۽ وڪڻي وڌن.

اي قوم جي تباڻي خدا جي واسطي ٻڌاء ته انهيءَ قسم جا فرضي ۽ جڙتو افسانا تنهنجي لاءِ عزت آهن يا انتهائي ذلت؟ انهي افسانا لکندڙ ۽ عام رسالن تي زال ذات جون اگهاڙيون يا نيم عريان تصويرون شايع ڪندڙ تنهنجا دوست آهن يا اول درجي جا دشمن؟ زال ذات جو ته وڏو ڀرم آهي. پر ڪنهن مرد جي به جيڪڏهن اگهاڙي تصوير شايع ڪئي وڃي ته هو ڪيس ڪندي نه ڪسي، خود ڪنهن ترقي پسند کي به جيڪڏهن جهلي ڪپڙا لاهرائي شهر ۾ سنڌس سرڪس ڪڍايو وڃي. پوءِ ڀلي ڪٺي ڪاري گڏه تي چڙهيل. ٻچ جي پاسي منهن، سڪل پادرن جو هار ڳچيءَ ۾، پير ۾ هلندڙ ڇوڪرن جي هٿن ۾ پراڻا ٽين ۽ انهن تي ڏونڪا هڻي ديڙات ڪندا هلن. آبن وبن جو پونبو هڪڙو لاهي ته پيو گهروڙي ڏي. انهيءَ قسم جون ريتون رسمون ٽوٽي ڪٺي نه ادا ڪيون وڃن ۽ بجاءِ ڪاري گڏه، ڀلي ڳاڙهي گهوڙي تي چاڙهي سرڪس گهمايو وڃي ته به هو پنهنجي بي عزتي سمجهي وڃي ڪورٽ جو در کڙڪائيندو ۽ ڪورٽ سگوري به هنکي ايهين ڪانه چوندي ته تون ڀاڻ ڪي پولڙي جو اولاد سڏائين ٿو.

جڏهن تنهنجو ڏاڏو سائين اگهاڙو هلي پيو ته پوءِ تون کو انهيءَ کان مٿان لٿو آهين ڇا؟ جو تو کي اگهاڙو ڪري

(١) بدڪار عورت (٢) پنچ

کيهائن ڏوهه تي ٻيو، بلڪ ڪنهن ترقي پسند جو اگهاڙو فوٽو ٻه جيڪڏهن شايع ڪيو وڃي ته انهيءَ تان ٻه همراه ڪاوڙبو، ڦوڪبو. هائي ويچار ڪريو ته جيڪا ڳالهه هڪ مرد لاءِ عيب آهي، جت تادي آهي. اوها هڪ زال ماڻهون لاءِ ڪيڏي نه ذلت ۽ رسوائي ۽ خواري ۽ خفت ۽ سبڪي جو سبب ٿي سگهي ٿي هائي پلا چئو. اي نياڻي نماڻي، اي نياڻي سياڻي، ته ايهي توکي مذهب کان آزادي ڪپڙن کان آزادي ننگ ناموس لڄ پرم کان آزادي عزت ۽ شان کان آزادي ڏيارڻ لاءِ ڪوششون ڪندڙ تنهنجا سخت دشمن ۽ بدخواه آهن يا اجا ٻه تنهنجا خيرخواه ۽ خيرانديش. پوءِ اوهان کي ايڏو ذليل ڪرڻ وارن جي منهن تي اوهين قانون جي مدد وٺي ڪو اهڙو موچڙو رسيد ڪريو جو هنن جو ٻوٿ ڦري وڃي.

اي قوم جي نياڻي، اٿ. سجاڳ ۽ منظم ٿي. حڪومت وقت جا در کڙڪائي پنهنجي ناموس ۽ عزت جو حق تسليم ڪرائي بي لغام غنډن جي، وه وهائيندڙ ۽ زهر افشاني ڪندڙ واتن ۾ ڳرا ۽ تکا آلاڻ وجهائي پاڻ کي خوددار ۽ باوقار ثابت ڪر، دوست دشمن کي سڃاڻ. مائٽ ننگ تي ڪجندي ڪپندي اولاد سان بعضي ڪڙو ٻه ڳالهائيندو آهي، ۽ ڪن نامناسب حرڪتن کان روڪيندو آهي.

پوءِ ڇا چئبو ته مائٽ دشمن يا اوها سر قاتل جهڙي سنگت دشمن، جيڪا من کي آواره گرده ۽ بدراه بڻائي ٿي. بلڪل انهيءَ مائٽ واري جذبي سان مون ٻه جيڪڏهن توسان ڪو ٻاڙو ٻول ٻوليو ته ڦوڪجڻ بدران انهيءَ کي هنيين سان هنڊاءِ ۽ پنهنجي دل سان لاءِ. چيٽ سان چڪ. پوءِ ڏس ته انهيءَ ٻاڙاڻ ۾ ڪي صحتن ۽ شفائن جا ڪن ۽ معنوي مٺاج جا مڻ پوشيده آهن. يا سڪٽي ڪڙاڻ ڪليون ٻئي جهلي. ڪوئنين ڪڙي آهي. پر تپ جي عذاب کان ڇٽو آجا ٿي ڪري. دوست نما دشمن توکي ڳڙ ۾ وڙهي زهر ڏئي رهيو آهي. هوشيار ٿي، پاڻ ۾ احساس پيدا ڪر. انهن دشمنن جي منهن تي موچڙو هڻ. پٽ ڏئي

آهي.

بادشاهه خاص تولاءِ ٿي ڇني ويو آهي.

۱- جنين سندي جيءَ ۾ ٻئان ڀچين ٻوڙ
تون ڪهڙا ڪرين ڪوڙا ڪي اڳين ان جي (شاهه)

۲- جنين سندي ڀوڙ ۾ ٻيا ڀچين جيءَ
تون تن سان ٻيءَ اوڏا اڏي ڀڪوڙا (شاهه)

## رنب روڪ

هڪ عربي جي ٻهاڪي جي معنيٰ آهي ته جنهن تي رند روڪ هوندي آهي. انهيءَ تي انسان جو چاهه حرص هيچ وڏيڪ ٿو ٿئي. اونهاري ۾ ٿڌي هوا ڪمياب آهي. ته انهيءَ لاءِ وڏي چاهه مان ونجڻون پکا ايئر ڪنڊيشنڊ ڪمرا مهيا ڪرڻ. ڪوهمري ۽ ڪوئٽا جا ڏورانهان ڏيهه ڏورڻ ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا ڪيترائي حيلا ٿڌاڻ جي حصول لاءِ هلايا وڃن ٿا. ساڳي ٿڌي هوا سياري ۾ عام جام ٿي ٿئي. ته انهيءَ جو مان ايڏو گهٽجي وڃي ٿو جو ماڻهين هن جي دفع ڪرڻ ۽ هن مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهين هيٺرن بند ڪمرن ۽ گرين سوڙين جو سهارو ورتو وڃي ٿو.

پاڻي جهڙي عظيم نعمت دنيا ۾ ڪانهي. اڄ وقت پاڻي جو هڪڙو گلاس ڪيڏي نه راحت بخشي ٿو. سچي سردار ﷺ فرمايو ته يا الاهي تنهنجي محبت مونکي منهنجي مال کان منهنجي سرساهه کان ۽ ٿڌي پاڻي کان وڌيڪ نصيب ڪر. پاڻيءَ جي هڪڙي ڪلاڪ لاءِ هاري هيڪ ٻي جا مٿا ڦاڙيندا آهن. ساڳيو پاڻي شاخ ۾ گهارو پيو ۽ گهٽون ٿي ويو يا ڪڪر کو ڪمهلو ۽ قاعده کان وڌيڪ جر اوتيو ته ساڳيا هاري چوندا ته وارو ڪريو، گهارو ٻڌو. يا اڳئن ۽ ٻنين مان پاڻي اپائي ڪيو. پاڻي ملڪ ٿو ڪنو ڪري.

بادشاهه ٻه جيڪڏهن ڀڪوڙا ۽ مرملا ڪائيندو بازار ۾ هلندو

پئندو ۽ مرشدن کي هر وقت حاصل هوندو ته ان جو شڪوه ۽ شوڪت صولت ۽ هيبت مان باقي وجي ڪو بچندو. ڪو مرشد سائين ۽ قبلو صاحب جيڪڏهن سچو ڏيهن مريدن سان وڏ ڪبڙ ۽ ونجهه ورت راند پيو ڪڏندو ته يقين آهي ته سندس زيارت لاءِ مريدن جي من اندر جيڪا لوڇ ۽ طلب آهي. سا مائي (۱) تي وبندي. جيڪا به شيءِ عام جام ٿي اوها ڪهڙي به قيمتي هجي، ان جو قدر ڪجهه نه رهندو.

يورپ ۾ چون ٿا ته زال ذات بلڪل عام جام ٿي اهڙي ته بيقدري ٿي آهي، جو زالون گولڻ ۾ پوريون ۽ مڙس لڪڻ ۾ پوراء هئي. ڪان معاملو بلڪل برعڪس بنجي ويو آهي. زالن ۾ حيا جو فطري جذبو ۽ پنهنجي شان برقرار رکڻ ۽ خود داري جو خيال وديعت فرمائي. قدرت هن جي عزت ۽ وقار کي ٿريل کان ثريا تائين پهچايو آهي. پنهنجي حال محرم رفيقهٔ حيات سان به پرت جي معامله ۾ باوجود طلب ۽ تشنگي جي پيشقدمي ته بجاء خود رهي، پر ڪنهن حد تائين پير پوئتي هٽائي ٿي. ۽ انهيءَ ۾ ئي وڏي حڪمت آهي. انهيءَ رنڊ روڪ ۾ ئي سندس عزت شرف ۽ شان ۽ محبوبيت جو راز سمايل آهي. انهن طالب جي وار وار مان محبت جا فوارا نڪرن ٿا.

مڙس پوڙهو ٿيو ته ڪنڌ ڏيڻ لڳو ته هن جو ڪنڌ ڏسبو ته هيٺ مٿي ڏيي گويا قبول آهي يا نه؟ جي جواب ۾ هائو هائو ڪري رهيو آهي. زال ذات جو پوڙهپڻ کان ڪنڌ ڏيبو ته اتر ڏکڻ ڏيندو گوياڪ قبول آهي يا نه جي جواب ۾ نه نه نه ڪري رهي آهي. الحاصل ته زال ذات لاءِ دم جهلي ويهڻ ۽ خود دار ٿي رهڻ بيحد ضروري ۽ عين مصلحت آهي. جنهن تان سؤ سينمائون صدقي. سا ڇو سينيما جي منت ڪش احسان ٿئي.

اي تماشا گاه عالم روئی تو
تو ڪجا بهر تماشا مي روي

---

(۱) گهٽ

اي قوم جي ناز پرورده نيائي تون ٻاڻ چئو ته گهر ۾ شاهاڻي ڪروفر سان رهڻ ۽ گهر جي سڪون اطمينان ۽ خاطر جمعي مان لطف اندوز ٿيڻ عزت آهي. يا هر جائي ٿيڻ، هر ڪنهن سان نڪو (۱) ڏئي ٻيهڻ. گهٽين جي ڪچڻ ۾ ڪلها گسائڻ، ڪپا گيهه ۾ ڪان پوءِ مائٽن ۽ مائٽن جا ڪيڏا نڪ ٻاڙان ڪپڻ ۽ جي نڪن جا لاهه ڪيڏي اڇلائي چڙهڻ ۾ عزت آهي.

آغوش صدف جنکے نصیبوں میں نہیں ہے
وہ قطرهٔ نیسان کبھی بنتا نہیں گوہر

سنجيدگي سان غور ڪرڻ گهرجي ۽ ڏسجي ته ايها آزادي في الحقيقت بدترين گرفتاري ته ناهي. عزت جو سونون هار لاهرائي طوق مذلت ته ڪونه ٿو پهرايو وڃي. ناموس جي موتين سان مڙهيل گلوبند جي جاءِ تي رسوائي جو ڳرو ڳٽ ته ڳچيءَ ۾ ڪونه ٿو وڌو وڃي. جيئن ته:

دولت ہے بڑی چیز حکومت ہے بڑی چیز
از سب سے بشر کیلئے عزت ہے بڑی چیز

مادي دنيا ۾ ڪٿا به ڪائين پيماءِ انسان جي آهي عزت. سو غور ڪري ڏسو ته عزت انهيءَ معمولي ۽ فرحت بخش پائبندي ۽ روح کي راحت رسائيندڙ رسمي رنڊ روڪ ۾ آهي. يا جيئن ترقي پسندن جو گمراه گروه اوهان کي چڙواڪ ۽ چوٽ چرڻ ۽ شهر جي لوفرن ۽ غنڊن جي پيرن سان فٽ بال وانگر ٺڏجڻ ۽ پليتن جي پيرن جي ٻٺي ٿيڻ لاءِ سڏي رهيو آهي.

اي قوم جي سلڇڻي ۽ سدا سگهڙ نيائي پائبنديون نه فقط زال ذات تي آهن. پر انسانيت جون پائبنديون ۽ مذهب جون پائبنديون ۽ معاشري جون پائبنديون مردن تي به، تمام گهڻيون آهن. مرد پائبندين جي ڳائيٽي کان وڌيڪ ڳانن ۾ جڪڙيل ۽ ڳهيل

---

(۱) منهن منهن ۾ ڏئي ٻيهڻ

آهي. جيڪڏهن ڪو مرد به انهن پابندين جا ڏاوڻ ٽوڙي اوجهڙ ۾ ڪاهي پيو ته اوهو به سڏبو لوفر. بدمعاش. لنب. لفنگ ڦرڦاڙي ڪو حرامي انهن اهڙن نامناسب نالن سان پيا اجان به ڪن وڌيڪ لائق لقبن سان.

## هي ڏسو چڱمڙسي

ڪتاب ____________ صفحه ١١٠ ۾ سن جي ساندي جيڪا دق دڦي آهي. انهيءَ جو حاصل مقصد هي ته ڪعبو مندر آهي ۽ حجر اسود ڪنهن مورتي جو ناپاڪ عضوو. نعوذ بالله من شر ذالڪ اللعيم الرجيم. تفو بر تو اي مرد نادان تفو. ڪائنات جي ذري ذري جون ڦٽڪارون تنهنجي مردار منهن تي نازل ٿين.

ٻڌ. ڪعبو شريف پهرين حضرت آدم عليه السلام بنايو. اٽڪل ٻه هزار سال پوءِ حضرت ابراهيم عليه الصلواة و السلام ساڳين بنيادن تي ڪعبي شريف جي پڪل عمارت از سرنو تعمير فرمائي. حضرت آدم عليه السلام دنيا جو پهريون انسان ۽ پهريون پيغمبر هو. انهيءَ وقت ۾ مندر ۽ بتن جو سوال ئي ڪٿو پيدا ٿئي.

حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام اوهو موحد هو جنهن جي بتن سان دشمني ۽ بت شڪني سبب وقت جو بادشاه ۽ سڄي قوم ۽ خود سندس مربي ۽ محسن چاچو (آذر) انهيءَ حد تائين دشمن ۽ سر جا ويري ٿي پيئا جو پهرين ته جبل هيٺان آڙاه ٻاري جبل جي چوٽي تان کيس منجنيق جي ذريعي آڙاهه ۾ اڇلايائون. جڏهن رب رحمان کيس بچايو ۽ هنن جي ايها تدبير ناڪام رهي. تڏهن کيس ملڪ بدر ڪيو ويو.

حضرت ابراهيم عليه الصلواة السلام تي بت پرستي جي تهمت لڳائڻ محض حماقت جهالت خباثت شرارت ۽ عداوت ۾ انڌائي جي حد کي پهچڻ جو واضح دليل آهي. ڪعبو شريف

نبين جو عبادت گاهه هو نه معبود. ڪعبو شريف سندن مسجد هئي نه مسجود. ڪعبي کي مسلمان بيت الله چون ٿا. الله تنا چون. ڪعبي شريف ۽ سڀ ڪنهن مسجد کي خدا جو گهر به انهيءَ معني سان ڏنو چيو وڃي ته معاذ الله خداوند قدوس اتي ئي گهر ناهيو ويئو آهي. بلڪ انهيءَ معني سان چيو وڃي تو ته اوهو گهر جيڪو خداوند تعالي لاءِ وقف ۽ سنڌس عبادت لاءِ مخصوص ڪيو ويو. ايترو ضرور آهي ته به نسبت ٻين جاين جي مسجد تي رب جي رحمت وڌيڪ ۽ ڪعبي شريف تي بيحد وڌيڪ آهي.

نماز جي نيت وقت مسلمان چوي ٿو ته نماز خدا لاءِ فقط مهاڙ هڪ معين طرف يعني قبلي ڏانهن. ڪعبو شريف هئي ڪعبي اچي ته مسلمان ڪيس سجدو ڪندا؟ هرگز نه. الحاصل ته ڪعبة الله شريف کي بت ۽ حجراسود جهڙي پاڪ پٿر کي ناپاڪ عضوو ڪوٺي هن مردود ۽ منحوس جي- ايهڙي دنيا جي ستر ڪروڙ مسلمانن جي هنيين ۾ ڪاتي هنئي آهي. هنن جي اک ۾ ڪنڊو چڀايو آهي. رڙ ڪيئن نه ڪرندي. ماٺ ڪيئن ڪري سگهجي ٿي. ڪٿا ڳالهاءِ واتان ڪيئن نه ڪرندا. شخن ڪيئن نه ڪيبا. جيڪي ڳاريون سيون هڏيون سي ته هن ڪتن جي چٽ ڪسيرڪ ڪني کي ور ور ڏني ڏيبون. پر اڃان به دل ۾ ارمان رهجي ويندو ته ڪاش پيو ڪجهه به نه پڙهون ها صرف ڳاريون ياد ڪريون ها ته اڄ هن چاولي چوڪ چنڊي قتل مقام جي چپ ۽ سڪل ٻيلي جي ٻانڀ ۽ وهريل پونڊڻ (۱) کي ڏني ڪجهه هنيون ڳاريون ها.

حقيقت ڪري سنڌي ٻولي به لحاظ وسعت الفاظ جي عربي کان ٻي درجي ۾ ٻي نهايت وسيع عام ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. گاريون به جيتريون سنڌي ۾ آهن. اوتريون ڪنهن ٻولي ۾ ناهن پر خود عربي ٻولي ۾ به ڪينهي. ٻوڙهي ولايت ڪاوڙٻي هئي ته

(۱) سوئر جي ماديءَ کي چئبو آهي.

پنهنجي مد مقابل ڪنهن اپ ٻوڙهي کي ڪوٺا ڪون ڪاريون ڏيڻ
بعد ٻڄاڙي ۾ ايهو به ڏڙڪو ڏيندي هئي ته اجان اوهي ڪاريون
ڏيندي سانءِ جي سٺن درياهن ۾ ڊونجن ته به ڊوبي نه سگهن.

افسوس ته مائي ولايت مري وئي. اسان وٽانس اوهي سٺن
درياءَ ۾ نه ڊوبجي سگهڻ واريون ڪاريون نه ڇپيون نـه سگهيون.
اڄ اوهي ياد هجن ها ته هن سن جي وچڙيل سبري جـي داڻي
تي سربستيون استعمال ڪري هنين جي بابت ڪجهه هتايون هـا
۽ انهن ڪارين رستي پنهنجي هنيين جون ڪجهه ڇپيون هن ڏڦبر
جي ڏيل ۾ منتقل ڪري پارت جي پاڙتي پلجندڙ هن ڳگهه ٻڪي
جي پانياڙ اندر ۾ به ڪي ٻيڙ باريون ها. انسان ذات جي بدوآفرينش
کان وٺي اڄ تائين يعني پورن سٺن هزارن سالن جون ڪعبة الله
شريف جون مستند محقق ۽ معتمد عليه تواريخون عربي ۽ فارسي
۾ موجود آهن. اهڙي طرح سان اردو ۾ به... تازو اجان ٿيو سال
دارالعلوم تندو الهيار وارن مستند تواريخي حوالن سان ڪعبة الله
جي تواريخ شايع ڪئي آهي.

ڪعبي شريف تي هدم ۽ تعمير جا جيڪي دور گذريا
آهن، هر دور بابت انهن تواريخن ۾ واضح تفصيلات مندرج آهن.
ڪا گم شـم واري ڳالهه ڪانهي. شياد ۽ شيد ايهو بـه جائي
ٻجهي بي انتهائي بي ايماني سان لکيو آهي ته ڪعبي جي ڪابه
تاريخ ڪانهي. هي ته واٽين حي رذيل ٽڪريل مسلمان قوم کي
مري ويا يا اجان ڪجهه پساهه اٿن انهيءَ امتحان وٺڻ لاءِ نيزي
جي نوڪ سان چوڪون ڏيڻ شروع ڪيون آهن.

چون ٿا ته ڪپ ۾ مينهن جي پير سان پيدا ٿيل کهبيت
۾ پاڻي پرجڻ بعـد ڏيڏر انهيءَ کهبيت ۾ گهڙي پنهنجي هيٺ
مٿي پاڻي ڏسي آپ سمنڊ آپ سمنڊ جـون ٻوليون ڪندو آهـي.
هتي به ساڳي طرح سان ملعونن جو سنڌ ۾ پکڙيل سؤ سوا جو
گروهه پاڻ ۾ ڳڏجي بي ڏڙڪ ايها رائي قائم ڪندا آهن ته بس
اسلام ختم ٿيو. مسلمان رهيو ئي ڪونه، ڪل مري ويا.
اي ٻوزان پوک پليو آهين. ٻتال ٿيو آهين. تسي ڏينهن

اک ڇتي جو ڏاڙهيل ٿو ڏسجين جو هاڻي پيئجي (۱) پيو آهين.
ازي مسلمان حياتي آهن حياتي. ضرورت پئي ته توتي كارو كڇڙو
وجهي مٿان پاڻي جا گهڙا به ناڻيندا. ايمان جي حرارت مسلمانن
جي دلين ۾ ۽ اسلامي خون مسلمانن جي رڳن ۾ اڃان پوري
آب تاب سان موجون ماري رهيو آهي.

گمان مبر كه بسه پايان رسيد كار مغان
هنوز بادهٔ ناخورده در رگ تاک ست

اي احمق اللذي- مسلمان شير اٿي شير. ستل شير كي
جاڳائڻ جي حماقت نه كر. نه ته كنبا اٿ سويل پير به چڙهي
لاءِ هٿ كونه ايندئي. انهن سو سوا گدڙن جي هر طرف كان
ٽيندڙ اونارن تي نه پلج. مسلمان اٿي پيو ته اهڙا سوين پاپڙ هن
جي هڪڙي ڌڪ سان پري ڀكا ٿي ويندا.

سوين مڙئي سنيارڙا جاڳهر جنبون كن
كيهر كن نه آبكي ٻجهي ڏاڻ نه تن
گدڙ مر گرن شينهن نه ڏيجو دل كي (شاه)

اي ويهين صدي جي پوئين حصي جا نالائق نٿورام. اي
عهد حاضر جا شقي شرار شرڌانند. تنهنجو ايڏو من وڏي ويو
آهي، جو تون ستر كروڙ مسلمانن جي اک جي ماڻكي يعني
كعبي پاک ڏانهن ناپاک نسبتون ٿو كرين؟ تون كهڙي باغ
جي موري آهين؟ تون كاڇين ڇا سان؟ تو پاڻ كي سمجهيو ڇا
آهي؟ تون جيكڏهن چاهين ٿو ته اٿي وقت مسلمان اسلام جي
شمع تي پروانن پتنگن وانگر پاڻ نه گهوريندا ته ايها تنهنجي
ڇپ جي اک وانگر سچ جي اجاڻ كان انكار واري كار
آهي.

پيو كجهه نه، تون پاڻئين ٿو ته ڳاڙهن ڳانن هڏڻ وارا
ڳاڙها گهوٽ عبدالقيوم ۽ علم الدين جن نٿو ۽ شرڌانند كي دوزخ

(۱) چريو ٿي پيو آهين

ڏانهن پارسل ڪيو هو ۽ دوزخ جي داروغن ٻلتي چڙائي مال امانت سلامت وصول ڪيو هو. اوهي هتا ئي اتزا جي مري ويا هاڻي بس ٻيا وڃي ٿيا ست خير. مسلمان رڳو ڪماڙين ڪنهن ۽ ڇپن ڏڪائڻ وارا وڃي رهيا آهن.

جناب عالي ڪنبڊ ٿو ڪائين ڪنڊ. ايهين ڪونهي. اڄ بہ مسلمانن ۾ عبدالقيوم ۽ علمالدين جهڙا لکين لا ڪيتان لعل ٻڪي رهيا آهن. چوٽي هٿ جي دير آهي. ڪنن مان ڪپاهہ ڪڍي ڇڏ. ٻلائي مهرباني ڪري مسلمانن جي ايمان جو امتحان نہ وٺ. هو انهيءَ امتحان ۾ اچي ويٺا تہ پاس ٿيندي ويرم ئي ڪونہ ڪندا. ٻتائي گهوٽ انهن ماڻجهين مٿرن جي فداڪاري صداقت ۽ جذبہ ايماني جي اندر مان اسرندڙ آواز کي اڄهو هن ريت ٽيپ رڪارڊ ڪيو آهي تہ:

> مٿي مٿان جـــي هجن سرن سؤ هزار
> تہ تنهنجي تند تنوار هرهر وڃيان هيڪڙو (شاهہ)

## هڪ حيرت انگيز انڪشاف

هڪ جهونون جوڳي روايت ٿو ڪري تہ جي - ام سائين ناقص الخلقت ڄائو هو. نڪ جو نشان ڪونہ هو. چوٽين جي جاءِ تي صرف هڪڙو ڳڙڪ هو. جنهن مان ساهہ جي آمدورفت جاري هئي. انهيءَ مان ئي ٻرا پر ســان ڪير اندر پهچايو ويندو هــو. ڏايون پايون هٿ ڪيڏي ويون هيون. صورت ايڏي هيبتناڪ هئي جو ٻاتي ڏايون ڳڏ ٿي پوءِ مور ڪيءَ تان ڪپڙو لاهيندون هيون تہ بہ سنڌن هنيون ٿڙ ٿڙ پيو ڪندو هو. بس هڪڙي ڏيٺاري جهڙي شيءِ هئي. جنهنکي جاڳندي ڏسڻ سان بہ خادمائن جا هٿ پير ۽ بت ساٿون ٿيو ٿي پيو.

سنڌس والد بزرگوار تي رب جون رحمتون نازل ٿين، انهيءَ کي وڏو اوسيئڙو ٿي پيو. هن پاڪ انسان اوڙي پاڙي جا ڇڳا مٿا ميڙي پنهنجي برخوردار جي انهيءَ پوائتي ۽ ڀيانڪ

صورت حال ڪان آگاه ڪري صلاح مصلحت پڇي. جهجها جونجهار (١) آهن. گهڻن سوڻي چڙهو به ڪڄيو وڃي. هي کهڙو مسئلو هو، جنهنکي حيدارن جو هيڏو مجموعو به حل نه ڪري سگهي. سو ايها رٿ بالاتفاق منظور ٿي ته پيسا پاڻي وانگر ريلي ڪراچي جي هاڪاري ڊاڪٽر واز جون خدمتون حاصل ڪجن. هو آپريشن ذريعي گهڻ اوپ ڪري هن سوڙي کي ماڻهون جي شڪل ۾ آڻي.

”زر ڦهينڪ تماشا ديکه“ جو نرمل نظارو ڏيهه ڪي ڏيکاريندو، واه ڙي واز واه، اهڙا سياڻان سارجن مائرن مر جاوا. واز جهڙي عقل جي وير کي سندس ماءُ ڪير ٻي ڄائو هو. هن ايندي سان هڪ ڊيڪي وڄائيندڙ فقير کان باندر هٿ ڪري انهيءَ جي اندرئي کي اندران نل وانگر ڪنهن سنهي سيرائي سان ٻورو ڪري نڪ وانگر بنائي نڪ جي جاءِ تي ٽانڪا هڻي ٽانٽ ڪري ڇڏيو. وات جي برابري تي ڇهڪ ڏئي وات کوليائين ۽ چپ عدم پيدا هئا. انهيءَ لاءِ ٻهڙي ڪتي جي سار ڪوري چوڪ جي ٻنهي پاسن سبي درست ڪيائين. اندران ڏند ته خيرڪا هئا، ٻر ڏندن جي ڄاڙي به ڪانه هئي. انهيءَ لاءِ ٻلو ٺئي ڪهوٽ جي ڇوڪرن جو، جن گدرن جي واڙي ۾ هريل هڪ گدڙ کي جهان لاءِ هڪ ٻڪل گدري ۾ ڇڙهو ڏاتورو ملائي ڇڏيو هو.

صبح جو ڏسن ته گدڙ ڏاتوري وارو گدرو کائي اتي جو اتي ڏند شڪيو ويٺو آهي. انهيءَ کي ڪتن ڪان ٻوڙائي مارائي گهلي ڪوٽ ۾ کڻي آيا هئا. ڊاڪٽر جي دوررس ۽ ژرف بين نگاه ڏسنديئي دريش آيل انهيءَ تي مشڪل جي حل جي راه به کولي لڌي. هن گدڙ جا ڏند ڄاڙي سوڌا ڪڍي ٻار جي وات جي اندران فٽ ڪري انهر هڪ هيبتناڪ هيوليٰ کي انساني صورت ۾ آڻي ڪيترا ڏينهن ترسي فٽ ڇوٽائي اٺ سيون انعامون ۽ دوستن جون دعائون وٺندو پنهنجي ماڳ موٽيو.

(١) وڏي طاقت وارا آهن

ٻچي شال واز اچان جاني وٺو آهي.

ايهو قصو ڏاڍي دلنشين انداز ۾ بيان فرمائيندو آهي. شڪ مجي شرط هي آهي ته ڪيس شاهدن جي اکيان آڻڻ لاءِ هر طرح سان حاضر آهيون. ۾ ڪعبة الله شريف بابت اهڙا اڻ سونهائيندڙ احوال آهن ته ٻين شڪ ڪري جنهن جيترو جاڳندو مسٽر واز هڪيو تڪيو حاضر نه ڪريون ته هر طرح جا هرجانان ڀرڻ لاءِ هر طرح سان حاضر آهيون.

## تيز لهجو

بحث ۽ مناظري ۾ واقعي لهجو نرم زبان مٺي شستہ ۽ شائستہ استعمال هئڻ گهرجي. ايهو ڪير نٿو چاڻي تہ چڙهتا ۽ ديون (۱) ڏيڻ ۽ دمان ڪرڻ في الحقيقت مناظره جي حد اورانگهي مناقشہ مڪابره ۽ مصادره جي دائري ۾ ثبي ٻوڻ آهي. ڪانڊ ۽ ڪمت (۲) پلي آهي. صبر وڏي وٿ آهي. ويري وڏيو ٻيو لڳي ته ٻه عقلمند تي گفتگو واري آئين انسانيت جي نگهداشت واجب آهي.

پنهنجي ميس (۳) مارڻ ماڻهون جي ماڻهوپي جي مثاهين منزل آهي. ايهو سڀ ڪجهه درست. پر سو تڏهن جڏهن ڪو خود اسان ڪي ڳالهائي. اسان کي شخن ڪڍي. اسان جي حق ۾ گنتا الفاظ ڪتب آڻي. ته ٻوءِ اسين اخلاق رواداري بلند حوصلگي ۽ وسيع القلبي کان ڪم وٺي زهر جو ڍڪ پري سڀ ڪجهه سهي. هن جي اسان کي گارايل ابربي جي عبوض اسين هنکي ماکي چٽابون. ۽ ٿوه جي عيوض هنکي سنڌڙي انب يا سال جو گدرو هٿ ۾ ڏيون.

هتي ته ڳالهه ٻي اور آهي. هو اسان کي نٿو چوي اسان جي محبوب مذهب تي تهذيب ۽ اخلاق کان ڪريل حملا تو ڪري.

---

(۱) دڙڪا (۲) نياز نوڙت (۳) پنهنجو مٺو ٻيڇڻ

اوهي
چوندا آهن ته گار جهڙي جو سنڌ آهي. چئون ته پنهنجو
۽ جيڪڏهن اسان مسلمانن کي ڏي ها ته ڪٿي ڳالهه آهي سو گونهن پيو
وات ٻيو وڃائي. سو ٻئي پيو وڃائي. ڪٿي جي چٽي سان ڪو
ڦاوري ته ٻئي پيو ڦاوري هاڻي ٿيو، ڪٿي ڪٿي وڃي رهون.
دريا ڪوڙ ٿو ڪنون ڏئي. ماڙي ڪري پيهندو ته انهيءَ
يلا هڪڙو جيڪڏهن لاهي ڀاهي ڪان مٿي ڪٿي ته مٽ لڳڻ شروع
ڪي ڪري ٻه ڇا ٿو سگهجي. هن ڪسيرڪ نڪا هر نڪا تسم
ڪري ڏنون. هڪڙو ڪين جهڙو ڏر لايو بيٺو آهي. هن ظالم
اسان جي پاڪ دين تي گارين جي ڪنبو هٿي اسان
ته بي سبب ئي گناهه اسان جي اک ۾ خطا رڙيڻ ڪرڻ
ڪسي بي اختيار رڙيون ڪرايون آهن. بسي ته ٿو ناموزون ۽ نامعقول
واري ڪي ايهڙن ڇٽي سگهجي ٿو ڇا، رڙ جڏهن ته اختيار
آواز جو ڪيا؟ ههڙا ههڙا سنا سر ڪيئين ها. هنڪي شايسته،
ڪان باهر ۽ هڪ اضطراري ڪيفيت آهي. ته بوءِ نشايد و نبايد
۽ بايسته جي رنگ ۾ رڱڻ جون صلاحون ڏيڻ ۽ ابتڙ ناهي ته
ڪان ڪناره ڪشي جي تلقين ڪرڻ عقلمندي جي
ٿيو ڇا آهي.

ٻار ڪيڏي روئيندڙن ۽ اوسارڻ وارن کي پيروي ڪسي
ڦٽايو ٿيون. ٻاراڻي جي سر جون راڳڻيون برابر ٽٻيون ڳايو. انهي
قسم جي فني خامين تي اشتباه ڪري سگهجي ٿو ڇا؟ هنن ڪسي
انهيءَ وقت موزون يا ناموزون سر يا سرن جا تال ڪي ياد ۾
هوندا آهن ڇا؟

## ڪوجنا

نمازون روزا حج زڪواتون ۽ ٻيا ڪل اسلامي احڪام
۽ شعائر اسلام خراب آهن. زمانهٔ جاهليت جون فرسوده رسمون
آهن. دليل ڪهڙو؟ دليل ايهو ته مون ڪوجنا ڪئي. مونکي ايهين
معلوم ٿيو. تو ڪهڙن ذريعن يا ڪهڙن ڪتابن، مان ڪوجنا ڪئي

۽ ڪوجنا ڪرڻ بعد توکي ڪهڙا ثبوت يا ڪتابن جا ڪهڙا حوالا هٿ آيا. انهيءَ جي جواب ۾:

لب از گفتن چنان بستم ڪہ گوئی
دهن بـر چهره زخمی بـودو بـدشد

انهيءَ بيت جهڙو جواب. نماز خراب ڇو پيا؟ ڇني مون کوجنا ڪئي. حج ڇا جي ڪري خراب؟ ڇني مون کوجنا ڪئي. منهيات اسلاميه ڪوڙ، زنا، چوري، قمار، خونريزي وياج، شراب خنزير. اهي سڀ تمام سٺيون خصالتون آهن. ڇا جي ڪري؟ ڇني مون کوجنا ڪئي.

پيڙيءَ پڌا ايهو ته ڇٺو ته کوجنا مان توکي هي هي مواد هٿ آيو. طلب ته رسوائي عالم ڪتاب ..... ... جو مرڪزي نقطو جنهن جي چوڌاري ڪتاب جي سڄي پرڪار گردش ڪري رهي آهي. سو ايهو ئي کوجنا جو لفظ آهي، ٻيو مڙئي هيچ. جيڪڏهن کوجنا جو لفظ ڪو اهڙو جادو جو اکر آهي. جنهنکي جنهن به چڱائي سان لاڳو ڪيو وڃي ته سا في الفور پنهنجي ماهيت بدلائي بڇڙائي ٿيو ٿي پوي. ۽ جنهن به بڇڙائي سان کوجنا جو اکر چسپان ٿو ڪجي. سا بدلجيو چڱائي بنجيو ٿي وڃي.

جيڪڏهن ايئن آهي تہ پوءِ اسين بصد عجز والحاح عرضگذار ٿينداسين ته پنهنجي مائٽن جو ننگ سڄائي اسان جي اسلام کي کوجنا جي جادو سان ختم نه ڪري ڇڏ. ۽ جيڪڏهن گهٽون ڪري ختم ڪري ڇڏيو اٿئي ته به جو ڪجهه باقي رهيو آهي انهيءَ کي باقي رهڻ ڏي.

مون کيو ڪسڻ قبول مگر تون ڪو قياس ڪر
خنجر وهـاءِ حلق تـي قـاتـل هري هري (قليچ)

اسلام جي عمارت جيڪڏهن سربستي ڍاهي چڪو آهين. ته به ڪم از ڪم انهيءَ جي کنڊرات کي ڪيٽون هٿي زمين سان هموار ڪري معدوم نه بناءِ.

مزار اهل وفا پائمال ڪين ڪجان
پلي نه تنهنجي جفا جو به يادگار رهي (نامعلوم)

اي بقول روز نامه عبرت جي بزرگ سياستدان جيڪڏهن
ڪوجنا جي لفظ جي معنيٰ تحقيق ۽ تلاش آهي ته پوءِ هيٺين لک
ته مون اسلام جي هر هڪ قانون جي رد ۾ تحقيق ۽ ڪوجنا
ڪئي. فلاڻي فلاڻي تاريخي ڪتابن جي هنن هنن حوالن مطابق
ايهي دور جاهليت جا يادگار آهن. اوهي حوالن وارا ڪتاب پڙهي
ڪٿي واڻڪا ويد ۽ پورڻيون هجن. آخر ڪجهه ته ثابتين جو سهارو
هٿ ۾ هجي. ڪا ته ليڪ به هجي. ماڳهين آثار باقر سنهڙي پٽ
تي سراڙا ڪرڻ سر وڃائڻ جي سنت ناهي ته پوءِ ڇا آهي؟
ڀلا ڪره ڪتاب هٿ نٿو اچي ته ڪم از ڪم ڪي
عقلي دلائل پيش ڪر ته اسلام جو هي حڪم هنن سببن جي
ڪري خراب آهي. يا اسلام جي ڄاڻايل ۽ ثابت ڪيل فلاڻي
بڇڙائي ۾ هنن هنن خوبين جي سبب ڪابه خرابي ۽ بڇڙائي
ڪانهي بلڪ چڱائي آهي.
مون ڪوجنا ڪئي. مونکي هي هي تحريري ثبوت مليا.
مون اسلام جي رد لاءِ ڪوجنا ڪئي. مونکي هي هي دلائل ۽
براهين هٿ آيا ته ڳالهه وري ٺهي ٿي. باقي ڪوجنا جو نتيجو
ڪوبه ڪونهي. رڳو ڪوجنا جو لفظ آهي.
تنهنجو وظيفو پيو پڪو ٿئي، ڪوجنا ڪوجنا ڪوجنا. ايهو
ڀلا آهي ڇا؟ سپريم ڪورٽ جو هڪ جج جنهن کي قوم ۽
حڪومت جو وڏ کان وڏ اعتماد حاصل آهي. اوهو به جڏهن هڪ
معمولي ڏوهاري تي فرد جرم عائد ڪرڻ جي فتويٰ لکي ٿو ته
دلائل پيش ٿو ڪري. لکي ٿو ته مونکي هي هي ثبوت مليا. تون
اي مت جا ماريا. اسلام پاڪ جهڙي دنيا جي عظيم ترين مذهب
جي رد ۾ ڪتاب لکڻ ويٺو آهين ته ڪو دليل ته ڏي. يا بس
رڳو ايهو ته مون ڪوجنا ڪئي. ڪوجنا جي نتيجي ۾ تو کي
ڪهڙو مواد هٿ آيو؟ تو کي ڪهڙا عقلي يا تحريري ثبوت مليا؟
سو ڪجهه به نه ڏوڙ جا به ڪٿان. ڪنهن گستاخ ماڻهون بزرگ

سياستدان جي ڪوجها جي حقيقت هن طرح بيان ڪئي ته بزرگ سياستدان شريعتي آتمي پاڻي جي پاڻچي ۾ جهاتي پائي ڏسندو آهي. پوءِ هنڪي سڀ ٿئي ٿيندي جي خبر پئي پوي. آتي ڪوهه چاڻان کهڙو آئينه سڪندري يا جمشيد جو جام آهي. جنهن ۾ نظر ڪرڻ سان سٽطبق مثل روشن ٿيو وڃن. يا ڪا اهڙي عجيب قسم جي ٽيليويزن آهي، جيڪا اڄ کان ڏهه لک سال اڳ جا دنيا ۾ ٿيل واقعات ڏيکاري ٿي.

بزرگ سياستدان اتي ڏسي بيو ته انسان اول ۾ پاڻيءَ جو بونٽرو هو جو ترقيون ڪندي باندر يا لنگور بڻيو. پوءِ نيٺ انسان بڻجي بيو. ايهو به ڏسي ٿو ته اسلام جاهلن جـون خراب رسمون ميڙي سيڙي قرآن ۽ آيتن جي نالي سان دنيا اڳيان پيش ڪيون. ڪوجها جي ذريعن جو نالو ته ضرور وٺيو آهي ته. هي جيڪو نالو ٿي ٿو وٺي، تنهنجو سبب ايهو آهي ته اهڙي مخفي ۽ لڪ چيپ واري ذريعي جو نالو وٺندي ڦڪو ٿو ٿئي. ۽ ڦڪو ٿيڻ به ڪهڙجي. رب رسي ته مت ڪسي هئي ڪونه هئيار. اهڙو پسا ٿي پار جنهن ۾ جوڪو جان جو.''

ڪاش جيڪڏهن بزرگ سياستدان جي دماغ ۾ عقل جـو ڪو قطرو ۽ دل ۾ حيا ۽ شرم جي ڪا بوند به هجي ها. باقي رهيو بزرگ سياستدان جو ايهو سوال ته اسلام پاڪ قديم مذهبن جي نقالي ڪئي آهي. سو سڻ اي اسلام جا عدو.

اسلام حضرت آدم عليه السلام کان شروع ٿيو. هر قرن ۽ هر دؤر ۾ جيڪي به پيغمبر پاڪ آيا تن خلق کي اسلام جي دعوت ڏني. ساڳي رب وقت بوقت ساڳيو پيغام موڪليو. چند فروعي اصلاحات کان سواءِ بنيادي عقيدا ۽ مک ڳالهيون حضرت آدم عليه السلام کان وٺي حضور سيدالمرسلين ﷺ تائين ساڳيون ئي آهن. پيغمبرن جي پيروڪارن جڏهن دين کي بگاڙيو ٿي، تڏهن معبود مالڪ ساڳيو دين نئين نبي هٿ، نئين آب و تاب سان ارسال فرمايو ٿي. تانجو معاملو اسلام تـائين پهتو. جيڪو قيامت تائين پنهنجي اصلي ۽ حقيقي رنگ سان، دنيا ۾ قائم رهڻ لاءِ آيو

آهي ۽ هميشه قائم رهندو، ۽ اسلام جا پيروڪار هميشه لاء الحاد
پرست انهن جي هٿين تي ٿي ڏرپندا رهندا. ڪافر پلي جلن،
پرن، ڪامن، سڙن، پوسرن ۽ پڄن. پر اسلام جو ڏيو روشن رهندو
تي رهندو.

## سرويچ يا سنڌ ويچ (۱)

هوشو شيدي، دودو سومرو، دريا خان دل سنڌ جا اوهي
جانباز سرويچ وفادار فداڪار ۽ سپوت فرزند آهن. جن جيجل سنڌ
تان ڪلي ڪڏي سر گهوريا. دشمن جي دولت هٿن جو هيون
ڌ، هر ڪابو. جيستائين سنڌن سسي ۾ ساه هو، تيستائين ڌارين
کي سنڌ ۾ راج ڪرڻ نه ڏنو. مٿي ڪان پوءِ ميار ڪانهي. اول
الذڪر ڪان سواءِ پوءِ ٻن ته توڙي جو ڪاهيندڙ غيبر مسلمان
هئا، ته به تادم زيست هٿن کي سنڌ ۾ سڪ جو ساهه ڪڻڻ نه
ڏنائون. افسوس هزار افسوس ته اهڙن سورهيه سرويچن جي وارثائي
جي دعوي اوهي سنڌ ويچ غدار ڪن ٿا، جن سنڌ جو هڏ چم
وائين تي وڃيو آهي، جيڪي سنڌ واسين کي پاڻ ۾ ويڙهائي جيجل
سنڌ جي ٻچاپهه ڪري، ارهو ڪافر دشمن سنڌ تي مسلط ڪرڻ
گهرن ٿا. جنهن جهڙو خونخوار ۽ خون آشام ظالم سڄي روئي
زمين تي نه ٿيو نه ٿيندو، جنهن پنهنجي رعيتي مسلمانن تي ايذا
ته ظلم ڪيا جو ڪوبه انسان ڪنهن پاڻ جهڙي انسان تي ڪري
نٿو سگهي، به لحاظ اخلاق ۽ انسانيت جي تنزل جي اوڙاهه ۾
ڪريل پر پاڻ کي ترقي پسند سڏائڻ وارا. سانجاهه ادب ۽ انسانيت
کان مطلق عاري پر پاڻ کي اديب چوائيندڙ حقيقت ۾ سنڌ جي
ٻچي ٻچي جا ويري، پر پاڻ کي سنڌ جا گهڻگهرا ظاهر ڪندڙ
ڀارت جا پگهاردار ۽ ايجنٽ ۽ جاسوس. سنڌ جا نمڪ حرام. سنڌ
کي ڦاڙيندڙ بگهڙ پاڻ تي ٻڪرين جون کلون وجهي غريبڙا ۽
ڳڪدامڙا بنجي سنڌين کي دلبا ڏيڻ لڳا آهن. نه اڄو نه هوشو ۽

---

(۱) وڪڻ.

دودي ۽ دريا خان ۽ مير شير محمد خان جهڙن ورسيون ملهايون.
اهڙن غازي مردن جون ورسيون ب ملهائجن. پر اي سنڌ واسيو
ياد رکو سنڌ جي سروڻ لاءِ منعقد ٿيندڙ محفلن ۽ ميڙن ۾
انهن سنڌ ويچ منحوس ملحدن کي پير پائڻ نه ڏيو. هو اوهان جا
دشمن. اوهان جي محبوب مذهب جا دشمن. اوهان جي اخلاق
تهذيب ۽ روايات جا دشمن. اوهان جي جيجل سگهوري سنڌ جون
مقدس ۽ اڇيون چوليون دشمن ڪافرن جي هٿ ۾ ڏيڻ لاءِ هٿ پير
هڻندڙ. سنڌين کي نو نيرن ڏهه ڏاوڻين ٻنڌرهن ٻنڌن ۾ جڪڙڻ
لاءِ بد ارادي ۽ منافقت سان سنڌين کي اوڏا اچڻ ۽ سنڌن اکيان
پيچ لڪائيندڙ اوهان انهن سان رلمل ٿيا ۽ اوهان انهن بگهڙن
کي واقعي ٻڪريون سمجهي ليا ته اوهان هڪ ته هوشو دودي
۽ دريا خان جي روحن کي رنج رسادو. نه فقط انهن ٿي پر گويا
اوهان سنڌ جي هزارن جانبازن سان جفائون ڪيون. ٻي طرف
اوهان چئبو ته پاڻهي پنهنجي ڪک ۾ ڪاتي هڻي. چو ته
دشمن خير خواهي جي رنگ ۾ اوڏو پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ته
پوءِ زندگي جي شمع جاڻ ته اجهائي. پوءِ حياتي اجهاڪ اجها
ختم ٿي.

بر تواضعهائي دشمن تکيه کردن ابلهي ست
پائي بوس سيل از پا افگند ديوار را

هيڏو ٻه کو ظلم. هيڏو ٻه کو ناحق. هيڙو ٻه کو بغداد
جو هڪ طرف جيڪي دشمن جا ٻچيل ڏاڙيل ٻڇيون ۽ پالا ڪٺي
سنڌ ۽ سنڌ واسين جا آندا ڪجيون ڪيڻ لاءِ موقعي جا منتظر
ٿيو ور ڪٺيو ويٺا آهن. سڀ ڪن سوپارن سرويچن سورهين جي
نالن کي ڪاورو فارم جون شيشيون پيائي سنڌ واسين کي
سونگهائي بيهوش ۽ بي حس ڪري رهيا آهن ته هو جنهن خدمت
يعني وڍ ٽڪ ۽ سنڌين جي پوسٽ مارٽم لاءِ ملعون مهاشين جي
طرفان مامور آهن. اوما نوڪري آرام ۽ اطمينان ۽ آسائي سان
انجام ڏئي سگهن. ٻي طرف سنڌي آهن جيڪي پنهنجي هيڙي

ٻڪري ٻوازي (۱) دشمن کي سڃاڻن ٿي ڪونه ٿا، ڇا سنڌين جو احساس ٿي مرده ٿي چڪو آهي. ڇا هنن جي حواس خمسه کي برقرار رکندڙ اعصاب تي فالج ڪريو آهي. بنگال جو ته آزادي جي ناتي تي ٻيڙو ٻوڙيائون. آزاد ايهو ٿيو جو ٻن جابر طاقتن روس ۽ ڀارت جو غلام بڻجي ويو. ۽ ظلم جي اهڙي ڪهاڻي ٻڌڻجي رهيو آهي. جنهن کي ڏسي دنيا جي ڪافرن جون ٻه ڏاڙهون کسي رهيون آهن. هنن جوان لڄون لٽجي ويون. هنن جي پرده دار زالن جي وڪجڻ لاءِ رڍن ٻڪرين وانگر ڪلڪته ۾ باقاعده مارڪيٽ تيار ٿي وئي. هنن جا مال ملڪيتون تاراج ٿي ويا. هنن جون فيڪٽريون ڪارخانا ملون ڦٽجي ڪجي ويون. هنن جا ڪوٺدر (۲) کسي ويا. هاڻي وري وارو آيو آهي سنڌ جو. ساڳيو نعرو آهي. ساڳيون چالون آهن. ساڳيا رنگ ڍنگ آهن. ساڳي قسم جا ملعون سنڌ کي به ساڳي طرح سان تيلي ڏئي ساڙڻ لاءِ واجهه وجهي رهيا آهن. حيلا هلائي رهيا آهن. اي سنڌي ٻاءُ تون ڇو ننڌو اک اٽڪين؟ تو کي ڪهڙي نياڳ جي ننڊ ورائو آهي. ٻنهون ۽ سين پيساءَ ٿي نياڳي نندبون ڪرين. تون سڃاڻي ننو ته هي بگهڙ آهن؟ تون ڏسين ننو ته هي تنهنجا قاتل آهن. هو ٻنجاه لک قديم سنڌين کي سٽ لک، جديد سنڌين سان ورهائي انهن لکين سنڌي ڪهائي سنڌ کي پڙهينگ ۽ صفا سيج ڪري پوءِ ڀارت جي پونڊڻ (۳) کي اچڻ لاءِ چانڊ (۴) ڏيڻ چاهن ٿا. هنن کي ته وڏو سور ايهو آهي ته پاڪستان ڇو ٺهيو؟ اجا به وڏي ڪان وڏو سور ايهو اٿن، ته اسلام هن ملڪ ۾ آيو ڇو؟ انهي ٻئي سور هڪ ڏي وقت ۾ پنهنجي دل ميان ڪيڻ ۽ پنهنجو هنيون ٺارڻ گهرن ٿا. مسلمان وڏهي مري وڃن. ملڪ تي ڪافر قابض ٿي وڃي. پوءِ نه مسلمان رهيو نه اسلام رهيو. اي سنڌ جا سياڻا تون انهي* چال کي اجا به ننو سمجهين ته پوءِ رب ڪا توکي سمجهه عنايت فرمائي. اجا ڪرڻ مون وس ٻڌڻ ڪم بروچ جو.

(۱) ظاهر ظهور. (۲) ننڍا ٻار (۳) مرون جي ماڏي (۴) اشارو ڏيڻ

# محسن ڪش

ڪتو به جنهن جو کائي تنهنجو ڳائي. پر انسان ٿي
ڪري کائي ٻوءِ نه مڃي انهي انسان جي اڌوهي ڪاڌل سرو لڳل
يڪا(۱) ٿيل انسانيت تي حيف. ٻوءِ جنبو ته انهيءَ جي ڪني
ڪان به ڪا وڏيڪ ذليل فطرت آهي. ٻوءِ جنبو ته اوهو انسان
ڪميڻائي ۾ ڪتي ڪان به ڪي رتيون ڪسر آهي. ٻوءِ جنبو ته
هو ان ٻچڻ وارو ڪتو آهي. يعني مڪري ٻچ واري ڪتي ڪان
وڏيڪ سنڌ جي پيرن ۽ سيدن کي رب پاڪ اجا به وڏيڪ
عظمتون ۽ رفعتون نصيب فرمائي. سنڌ جو ڪوبه منصف مزاج
پير يا سيد ايهين هرگز نه چئي سگهندو ته سندن وڏن ڪمايون
ڏنڊا ڪري ملڪيت ناهي يا واپار وڙاءِ ڪري مايا ميڙهائون. يا
بليڪ مارڪيٽ يا سمگلنگ مان ڌن ڏٺي ليا. يا رشوتن مان
سندن اڳيان رهين جون راهون نهي راس ٿيون. بلڪ حقيقت هيءَ
آهي ته انهن بزرگن جا علمي ۽ روحاني ڪمالات عرب ملڪن
۾ ابڏي آب وتاب سان چمڪيا جو انهن جو عڪس ۽ آهاءَ ۽
هنن جي خوشبو جو عطر بيز هڳاءُ(۲) اياڻن هزارن جي ڏورانهين
پنڌ تان سنڌ ۾ چٽو ڏسجڻ ۽ شام نواز ٿيڻ لڳو. قدر شناس
سنڌين انهن گران مايه گوهرن کي ڪن حيلن وسيلن سان سنڌ ۾
آندو ۽ انهن کي وڏيون جائدادون ۽ جاگيرون ڏئي سنڌ ۾ رهائي
وهاري انهن هيرن کي سنڌ جي تاج تي هميشه لاءِ جڙائي ڇڏيو.
سنڌ وارن انهن کي ڇو آندو؟ انهيءَ ڪري ته سنڌ وارا
مسلمان ٿي چڪا هئا. مسلمان انهيءَ ڪري ٿيا ته غازي محمد
بن قاسم سنڌ فتح ڪري سنڌ ۾ ٻڪڙيل ڪفر جي هولناڪ ظلمتن
کي سراپا نور ۽ روشنائي بنائي سنڌين کي مسلمان ڪيو. اڄ
سنڌ جا سيد ۽ پير جيڪي مائٽن جي ڇڏيل اڻ ميڻ ملڪيتن مان
الوليون ڪري رهيا آهن. اوهي هنن کي اڻ سڌي طرح سان

---

(۱) ذرا ذرا ٿيل (۲) خوشبو.

قاسم جي محابي ملڻون آهن. ابن قاسم سنڌين

يا بالواسطه غازي ابن دولت ڪبريٰ سان نه نوازي ها

ڪي اسلام جي نعمت عظميٰ ۽ پاڪستان ۾ ملڪيتون ترڪئي

ته سيدن پيرن جون حدود سنڌ ۽ ملڪ ۾ پير پاڻ جو ٻه ڪو

رهيون، ٻر سيدن پيرن جو من ها تـه سيد ۽ پير

امڪان ڪونه هو. ڪفران هجي

پلا سنڌ ۾ ڪفران ني ته اسان پيرن ۽ سيدن ڪي هڪ

سنڌ ۾ ڪتان اچن ها. الحاصل حضرت غازي ابن قاسم رحمة الله عليه ڪـي

هڪ گراه ڪائيندي سنڌس شڪرانه جا گيت ڳائڻ

دليان دعائون ڪرڻ گهرجن ۽ محابي اسين سنڌ

ڪين جنهن اسان ڪي سنڌ ڏيکاري. جنهن جي اسان ڪي سنڌ جي ماڻهون

جي جاگيرن جا مالڪ بنياسين. جنهن

جي دائره محبت جو مرڪزي نقطو بنايو.

اڄ اسين سنڌ جي ماڻهن واتان گهوري گهوري ۽ صدقي

پصدقي جون صدائون سڻون ٿا. اڄ اسان جي اکيان هزارين سنڌي

جانباز سربڪف آهن. ۽ اسان جي هڪڙي اشاري تي پاڻ جي

سچ ۾ لڀي پوڻ لاءِ تهدل سان تيار. ايهي احسان في الحقيقت الله

سائين جا ٻر ظاهري طرح سان رب پاڪ اسان تي ايهي پلايون

۽ پال پنهجي محبوب مالڪ مرني لعل لاڪيڻي اڇيال حضرت

ابن قاسم جي هٿان ڪرايا. حقيقت ۾ پالڻهار رب ظاهري طرح

سان اسان اٻي پرورش ڪئي ته سنڌن ڪيڏا نه احسان ثابت ٿي

وياه سنڌن ڪيڏا نه ڳرا حقن جا بار اسان تي هموار ٿياه بعينه

اهڙي طرح سان ابن قاسم جي احسانن جو ٻه شڪرانو واجب

آهي. ڪو سيد يا پير سنڌس ڪاڻي پوءِ نه مڃي تـه هو پنهنجي

خانداني شرافت ۽ نجابت کي ٽڪو ٿو لائيءه ابـن قاسم سان

جيڪو عداوت ٿو رکي، سو غدار، احسان فراموش ۽ محسن ڪش

آهي. جڏهن ته حيوان ٻه احسان کي مڃي ٿو. تڏهن انسان تي

ڪري ڪو ماڻهون احسان ڪندڙ سان عداوت ڪري تـه

انهيءَ چئبو ته انسانيت کي حيوانيت جي اڳيان شرمسار ۽ نگونسار

بنايو ۽ پاڻ کي انسانيت جي ديگ جي سڙيل ڪاري اڪراڻ

ثابت ڪيو.

سندن پيرن کان علاوه ڪل سنڌ جي مسلمانن تي ابن قاسم جا اڻ ميا احسان آهن. ابن قاسم هنن کي الله ڏيکاريو. ابن قاسم هنن کي رحمة اللعالمين رسول سان روشناس ڪيو. ابن قاسم هنن کي دنيا جي عظيم ترين نعمت (اسلام) انعام فرمائي. ابن قاسم هنن کي ڪفر ۽ جهالت ۽ درندگي ۽ توهم پرستي جي اونهي اوڙاه مان ڪڍي علم اخلاق تهذيب ۽ جملي چڱاين جي آفق اعلي تي پهچايو. ابن قاسم جا احسان ۽ ڳڻ ڳڻي نٿا سگهجن. ليکي کان ٻاهر آهن. حساب جي جاءِ ڪانهي، بي حساب آهن. گهرجي ايئين ته جتي جتي ابن قاسم پير پاتا آهن، يا هليو چليو آهي. اوهي سنڌس راهون ۽ رند سون جي سرن سان ٻڌائجن. ۽ انهن جي ٻنهي پاسن کان قسمن قسمن جا گل ۽ وڏي ڇانوَوارا وڻ پوکائجن، ۽ پوري طرح سان ٻڌرائي ڪري ڇڏجي ته هنن هنن هنڌن ماڳن تي هن محبوب جا مبارڪ پير پهتا آهن. اوهو نرمل نجيب جنهن نور جو اهڙو دريا وهايو جنهن سنڌ ته ڇا پر سڄي هندوستان جون نوڙيون (۱) ڊنيون ڊوريون ڪڏون ڪاهيون ته ڇا، پر جبلن جي مٿاهين چوٽين تائين نور پهچائي ڇڏيو.

غازي ابن قاسم جو سنڌ مان وهايل نور ايماني جو مهراڻ هيناهين کي پري مٿي چڙهي هماليه جي چوٽين تي موجون مارڻ لڳو. غازي ابن قاسم ۽ سنڌس قدر شناس سنڌين تي رب جون رحمتون نازل ٿين شال. ۽ سنڌس ته مچيندڙ محسن ڪش مردودن جي ڪنڌ ۾ شال ڦتڪار ۽ ڪوار (۱) جا ڪنڊلا پون، پيو ڪل خير.

## راڄا ڏاهر صاحب

غور طلب امر هي آهي ته هڪ ظالم جابر سفاڪ انسان ذات جو قاتل، شرابي عياش رندي باز رنگيلو ڊڪٽيٽر يعني راجا

(۱) جهڪيون زمينون

ڏاهر، اڄوڪن الحاد پرستن نه نه ترقي پسندن کي ڇو اڃي ايڏو
وڏو آهي، جنهن جون صفون پکڙيو ڪريو مرڻو ٿا پون. هن ۾
اوها ڪهڙي خوبي هئي جنهن جي ڪري ۽ و اڄوڪن ملحدن
جو محبوب بڻجي ويو آهي. اسان تاريخي ڪتابن جي روشني ۾
ڏاهر کي خوب فواري ڏاو. ڀڄڙاين اونداهين کان سواءِ هن ۾
ڪنهن به چڱائي جو ڪو معمولي چمڪات به نظر نه آيو. اسان
تي واضح ٿيو ته ملحدن وٽ سنڌس محبوب بڻجڻ جو سبب سنڌس
هڪ ۽ صرف هڪ خوبي آهي، اوها هي ته راجا ڏاهر پنهنجي ڀيڻ
ساڻ شادي ڪئي. انهيءَ ساڻ الحاد پرستن انوماڻ ڪيو. انوماڻ
نه ڇا، پر اذعان ۽ ايقان جي حد کي پهتا ته هو لامذهب هو.
هندو مذهب کي مڃيندڙ هجي ها ته ظاهر ظهور ڀيڻ ساڻ شادي
نه ڪري ها. مذهب لاءِ معيار صداقت

هتي پنهنجي لامذهبيت واري مذهب جيڪا به سنڌس
اڳهو ٿي نامرادو آهي ته ماءُ ڀيڻ ڌيءَ انهن مان
قبضي ۾ هجي، انهيءَ ساڻ پارٽي وارن جي روبرو ۽ اڪين اکيان
اڄي منهن ڪارو ڪري ته اوهو واقعي مذهب کان آزاد سچو
ڪميونسٽ ۽ سچو ترقي پسند آهي. راجا ڏاهر انهيءَ امتحان ۾
انهن جي اکيان سچو سون، سچو دهريو ۽ سچو لامذهب ثابت
ٿي چڪو آهي. پوءِ ڇو نه انهيءَ جي صفت ۾ سوڏا زور لائين.
۽ انهيءَ ڦوارڙي کي هيرو ڄاڻي هسي وانگر پنهنجي پيشاني تي
اوڀڙان ڪن.

اي ترقي پسندو ڏاهر واقعي اوهان جو آهي. ڏاهر جي
متعلق اوهان جي قائم ڪيل رائي سو فيصد صحيح آهي. تيرهن
سؤ سال اڳ جو اوهان جهڙو ترقي پسند آهي. هڪ زبان ڇا آهي؟
اوهان تي واجب آهي ته بلا وانگر پنهنجون گهڻيون زبانون ناهي
هلائي رات ڏينهن هڪ ڪري سنڌس تعريفون ڪريو. اسين ارها
ڪونه ٿيندا سين، ڪونه ٿيندا سين، صرف پنهنجن مسلمان ڀائرن کي
عرض ڪندا سين. اڄوڪن ماءُ ڀيڻ ڌيءَ ۽ زال کي هڪ نظر
ساڻ ڏسڻ الحاد پرستن کان ؟؟؟ مهرباني ڪري توڻي جو اوهان

جا عزيز نه ڇو نه هجن سنگ ۾ وٺو: حتيٰ ڪنهن هندو کان ب ـــ سنگ ـــ وٺو. پر هنن کان نه ـــ وٺو. پلا جيڪڏهن اوهان جون سب واهون بند هجن ۽ انهن کان سواءِ ڪٿان ٻـ کو آسرو نه هجي. سخت لاچار هجي ته ٻه اهڙي مهرباني ڪرڻو جو ايوب خان جي بحال ڪرايل شارٽ ايڪٽ کي نظرانداز ڪري ڪا اڻ ساماٿل نينگري وٺو. ترجيح پسندن جي گهرڻ ۾ ساماٿل ڪيبل هوندي. نينگري رڳو چانهن جي مٿين ڪل هوندي. ۽ ڳر سندس ڪوري هوندي. هوءَ اهڙي پارسل تي آيل خالي کوکي جي مثال هجي. جنهن جو هڙ موڙي مال ريلوائي وارن جي ور چڙهي ويو هجي. جيڪڏهن ڪا اهڙي انهيءَ نموني واري عجيب خاتون جيڪا پنهنجن پائرن ۾ ٻـ وابراڻي چڪي آهي. سان اوهان جو پاند اٽڪي ويو هجي. ڪنهن قضائي انهيءَ حيات ۽ همخوابہ روز رات بنجي وئل هجي. يعني اوها اوهان جي رفيقہ گهر جي وچم عاليشان پيهو ناهرائي مضبوط ڪانيائي وتائي ڳوڙهن جا ڍڳ ناهي مڙس ماڻهو ٿي خوب طرح سان ڪانيائي ڦيرايو ۽ چوطرف ڳوڙهن جا وسڪارا لايو بيٺا هجو. انهيءَ ڪم ۾ ڪجهہ ڍر يا سستي ڪيان ته پوءِ جهار ٻني ۾ ان جو ڦڪو (١) ٻـ ڪونہ ڇڏيندي. جيڪڏهن لڪو لڪو لڪو جي هر وقت هونگر هوندي ته شايد ڪي ڪٿان بچي ٻـ پون. ڇو ته انهيءَ قسم جي ٻني خود جهار کي دعوت ڏيندي آهي. اتي وهيا ۽ روڏا ڊيليگيٽ بنجي ايندا آهن. اتي خود پاڻي اچايلن جو ڳولائو ۽ ڪرلاهو (٢) هوندو آهي. اتي شيشہ ناموس پاڻ پاڏاڻهن سنگ طفلان کي ڇڪيندو ۽ انهيءَ سان ٽڪرجڻ ٽڪرا ٽيڻ لاءِ پيشقدمي ڪندو آهي. اتي سقوط پاڻ اسقاط لاءِ آتو هوندو آهي ۽ اسقاط کي وڏي لڳندو آهي. اتي هرڻيون ٻگهڙ کان ڀڄنديون ناهن. پر پاڻ ڀڄي ٻگهڙ کي ڀڄنديون آهن. اتي ڪئو پاڻ ٻوڙي وڃي ٻليءَ کي ڀڪين پوندو آهي. ها سو عرض ٿي ڪيم ته جيڪڏهن ڪنهن اهڙي نازنين جي

---

(١) ذرو ذور (٢) خبر وٺندڙ

نڪاح جي نوجن (١) ۾ واڳجي (٢) ڇڪا آهيو ته پوءِ براهِ‌ڪرم
زبردست احتياطي تدبيرون عمل ۾ آڻجو ننڍي هو اوچ هوا ۾
اڏامي ويندو زياده خير والسلام —

## ڪافر گر

شيخ اياز جي ڪتابن جا اقتباسات مون ڪُهڻا ڏٺا آهن. هو خداوند تعاليٰ جي وجود ۽ تقدس جو باڻ ڪي ڪلمَ ڪلا ڪافر پنهنجي تحريرن ۾ ڪنهن ٻـ منڪر چوي ٿو. اياز اينڊ پارٽي ڪٿون ڪٿو ڪندا آهن. برخلاف مذهبي اصطلاحي اڪر لکڻ ڪان ٻه همراز ۽ هم نوا ان جي اياز جو هم پياله هم نواله همدم همقدم ته خدا جو انڪار ٻه دوست جي - ايم پنهنجي تحريرن ۾ ڪٿي ته خدا آهي. اگرچه هن ڪري ٿو. ڪٿي ته اتهو ٻه تاثر ڏي ٿو ته دنيا قانون ارتقا جي زعم ۾ خداوند تعاليٰ خالق ۽ مالڪ ناهي. ڪوبه اختيار مطابق پاڻهي نهي راس ٿي. خداوند تعاليٰ ڪي دنيا ۾ ناهي. خير شر نفعو نقصان ڪنهن ڪي ٻه پهچي ٿو بطور ايڪسيڊنٽ يا اتفاقي حادثه جي پهچي ٿو. خدا جي طرفان نه. پلا اڍهين آهي ته پوءِ آخر خدا ڇو آهي ۽ ڇا لاءِ آهي ۽ اهڙي جي - ايم جي جڙتو ۽ مزعومه بي ٻهچ ۽ بيوس ۽ بي دست وپا ۽ باطل خدا جي هٿن مان فائدو ڪهڙو؟ انهيءَ سڌي ۽ اڻ سڌي انڪار جي باوجود هو بيسڙو بيسڙو ٿي مسلمانن ڪي ويجهو اچي رب جي هٿڻ جو سر آلايي ٿو. ۽ ڪڏهن مشيت ايزدي ۽ حقيقت محمدي جهڙا اکر لکيو وجهي. انهيءَ پچاڙائي جو مطلب هي ته اياز محض ڪافر آهي. جي - ايم نڪهو ڪافر نه پر ڪافر گر ٻه آهي. هو پنهنجي وقت جو خناس آهي. جنهن جي زندگي جو مقصد ڏئي آهي مسلمانن ڪي برغلائڻ ڦيرائڻ ۽ گمراه ڪرڻ. هو هڪ غول بياباني آهي. جنهن جو راه ڪان ڦيرڻ ئي حاصل زيست آهي. هو

---

(١) رسي جو ونگ (٢) ٻڌجي

مڪڙي وانب آهي، جنهن جو ڏنڊوڻي آهي يا (۱) ڏٿي والهاڻ
کي پلائڻ ۽ رلائڻ. هو ازين قسم مذهبي اصطلاحي الفاظ جي
آڙ وٺي لڪي ڇپي مسلمانن جي ڪک ۾ ڪاٺي مٿي ڪهري ٿو.
هو جيرا بکيون ڪيدي ڪائڻ واري ڏائڻ آهي جنڪا پنهنجا وڏا
۽ زردا ڏنڊ لڪائڻ لاءِ ڪاري برقعي ۾ ويڙهجي ڪنوار بنجي
ابوجهل کي اوڏي ٿي انهن کي جيرڻ ڦاڙڻ چاهي ٿي. مسلمان
کي چوي ٿو تہ اوهان کي حقيقت محمدي جي ڪهڙي خبر؟
حقيقت محمدي جي خبر جي-ادم کي آهي. جو چوي ٿو تہ
قرآن خدا جي طرفان موڪليل ناهي، رسول پاڪ ايام جاهليت جون
چند برائيون ۽ فرسوده رسمون گڏ ڪري قرآن جي نالي سان
ناهي ڪئي پيش ڪيون آهن. هن وٽ رسول جي رسالت کان
انڪار حقيقت محمدي جو پرجهڻ (۲) ۽ پروڙڻ آهي. هو مسلمان
کي اهڙو اڳڙين جو گڏو عقل کان عاري اڌ مغزي اڌ چريو
آلو پولو ۽ وبساه وسوڙل سمجهي ٿو. هن جي خيال موجب جو
هو ڪهڙيون بہ ڪانگ بولايون ڪائي. ڪهڙيون بہ گرڊوليون
هڻي. ڪهڙا بہ سانڍي وانگر رنگ مٽائي. مسلمان هن جي ڪنهن
بہ چال ڪنهن بہ ڍونگ ۽ ڍنگ ڪنهن بہ فريب ۽ فراڊ ڪنهن
بہ دولاب ۽ دلبي کي سمجهي ڪونہ سگهندا. هو حماقت ماب
جائي ٿو تہ مسلمان اڪر جي معني ٿي آهي بي عقل. مسلمانن جي
بي عقلي جي ڏي تي هو ڪڏهن ڪڏهن دام همرنگ زمين بنجي
مسلمانن جي روپ ۾ اچي مسلمانن تي ڪفر جي چار اڇلائي
وجهندو آهي. الحاصل تہ هي پنهنجي پارٽي وارن ملحدن کان
وڌيڪ خطرناڪ ۽ وچڙندڙ وبائي مرض آهي. ڪا ڪالرا يا پليڪ
آهي جنهنجا جيوڙا چگن پلن کي نهوڙي نيڻ جي صلاحيت رکن
ٿا. پروردگار پليس قادر قدير ڪنڌ پچيس.

---

(۱) ڏتا (۲) سمجهڻ

رسالي سيدن جي سنڌي · ابوالحسن جي سنڌي نورنامه وغيره قديم سنڌي ڪتابن ۾ پير کڙي (۱) سڱهون ٿا · پر انهيءَ کان به آڳاٽن ويل لفظن جي هٽ اچڻ ۽ ورائڻ لاءِ ڪيترا ٻه پنگ پرجن · ڪيترين ٻه ڪريون ڏجن · پر انهن جي ورڻ جو ڪو امڪان ئي ناهي · ڪنهن ڪاٽڪو جا چوراٻل ۽ ڪنهن پاڻاريدار وٽ ٿيل هجن ته کر ڪنداٻ (۲) مال وانگر نڪري ٻه پون · پون · پر ايهي الفاظ آڳاٽن انسان جي ذهن جي ڦرهي تان اهڙا مينجي ويل آهن جن جو اڄ وجود ئي ڪونهي · مثلاً ث ح خ ذ ص ض ط ظ ع غ ف ق جنهن مرڪب ۾ انهن ٻارهن مفرد اکرن مان ڪو به هڪ اچي وڃي ته اوهو اکر سمجهو ته سنڌي ناهي يا فارسي يا عربي آهي · صرف ايها هڪ ڳالهه خيال ۾ رکي صورت خطين تي غور ڪريو ته ڪيترا نه هزارين عربي فارسي جا اکر اسان جي سنڌي زبان جي سدا سهڻي ۽ سدا ملوڪ هار ۾ هيرن ۽ موتين وانگر مرصع آهن · جنهن سخي ٻولي جا اسين هميشه ڪان نمڪ خوار آهيون · ۽ جنهنجا ٽڪر اچا اسان جي پيٽ ۾ ڳرٻائي ڪينهي · انهيءَ جي احسان تي ٻاڦي ڦيري انهي دلخواه دوست زبان ڪان منهن موڙي اسين دشمن ڪافرن جي ٿاميل ذليل ۽ ڪين جهڙين زبانن ڪان وڃي پنج ڪٽي پنون · ۽ ڦڪو منهن جهلي سيڪڙ (۳) لاءِ وڃي صدائون ۽ سين هڻون · هڪڙي ٽند حاصل ڪرڻ لاءِ هنن جي اڳيان ڳيسيون ڪريون · جاناڻ پربون ۽ جهوليون جهليون ايها ڪمينائي ناهي ته ٻيو ڇا آهي ·

ور سان وڃهين ڪاڻ ڪر سان ڪاڻ پاڻيين
پوري منڌ اچاڻ ڪڻ چڏيو تهه ميڙيين (شاه)

هاڻو عرض هي تي ڪيم ته ترقي پسند اديب عربي فارسي اکرن جا سخت مخالف اصلي هنن ڪي پري لٺ جي منهن تي

(۱) پير جي نشان تي چوڦير لڪو ڪڍڻ (۲) چوري جو مال
(۳) پنڌ ·

# غدار سنڌ

## ١٣١٩ هجري

سونهاري سنڌ سان جي. ايم سيد جهڙن غدارن ڪيترين ڪيترين ڳالهين ۾ ڪيترين ڪارن ۾ قطعي ڪيا ڳن، هو سنڌ جو اهڙو خير خواه آهي، جهڙو ٻڪري جو. جهڙو ڳدڙ ڪڪڙ جو. جهڙو ملان حلوي جو. جهڙو ترقي پسند هر قسم جي حرام مال جو. جهڙو ڏاندو ڪپاهه جو، جهڙو سنکيو انسان جي ماس جو، جهڙو ٻلو مڇي جي ماه جو. سنڌ تي سندس ڳڻتين ۾ تورا آهن. پر انهن ڳڻتين تورن مان تورا تورا هي آهن.

١- سنڌي زبان ۽ سنڌي ٻولي جي هيرن جواهرن کي هندي ۽ سنسڪرت جي گند ۾ لوڙي هنن جي چالاڪ چمڪات ۽ جهرڪات ۽ آب تاب کي چٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

٢- سنڌ جي پنجاهه لک قديم سنڌين ۽ سٺ لک جديد سنڌين کي پاڻ ۾ ويڙهائي، مارائي، ڪپائي سنڌ جي اڪثر زنده انسانن کي ڍونڍين جا ڍير ۽ ڪجهن جو ڪباهه بنائڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ.

٣- قديم ۽ جديد مانجهي ۽ مٿير مردن جي مارجي وڃڻ بعد ٻارت جي پوندڙ (١) کي بازاري سدا سهاڳڻين وانگر فحش اشارن سان سنڌ ڏانهن سڏي باقي ٻچيل نست ۽ نٻل سنڌ واسين تي دشمن ڪافرن جي دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ ظالم حڪومت کي مسلط ڪري سنڌ کي دنيا جي بدترين محڪومي جي وڏي کان وڏي عذاب ۾ ڦاسائي سنڌين جي ٻڃاپيهه ڪرائڻ.

٤- سنڌين کان سندن دين ايمان ۽ محبوب مذهب ڦري هنن کي لادين ۽ خدا جي غضب جو مستحق ۽ هميشه لاءِ دوزخ جو ٻل (٢) بنائڻ لاءِ ڪئين حيلا هلائڻ.

٥- سنڌين جي حيادار ۽ باوقار لڇڻ ۽ نياڻين کي فٽبال وانگر غنڊن جي پيرن ۾ پامال ڪرائڻ لاءِ ويهن ئي نهن جا زور

---

(١) مردن جي مادي (٢) ٻارڻ

لاڻي. ايهي ڳالهيون اهڙي قدر ثابت مڃيل ۽ مسلم آهن، جنهن
کان ڪوبه بصيرت ۽ بصارت وارو ماڻهون انڪار جو دم نٿو
هڻي سگهي.

اڄ پيغالله ربب جڻي سگهجي ٿو ته جي- ايم سنڌ جو وڏي
اتفاق ڏسو ته سنڌس حسن ڪان وڏو غدار ۽ ڪٽيل دشمن آهي. غدار سنڌ،
لفظ مان نڪري ٿو.
سن ولادت غدار سنڌ جي
گويا قدرت ايهو ٿو جو ١٣١٩.

سائس اهڙو نهي ۽ نهڪي اڇي صاحب لاء. منهنجو موصوف
جناب حي ايم لفظ پيدا ڪيو ني آهي عرض آهي تـه آئنده لاء
جي جملہ موافقن ۽ مخالفن کي پرزور يعني جي- ايم جي بجاء
ڪيس انهيءَ نئين نالي سان سڏيو وڃي نامناسب ۽ اوپرو بہ
جي- ايس. هو اڳوڻون نالو هونءَ بہ سائس ابن ملجم کان بہ
لڳو. علي المرتضي رضي الله تعالي عنه جو (مرتضي جو) غلام. ايها
وڏيڪ زهرياو دشمن. انهيءَ ڪي چئجي اڃا ڪيس عدوالمرتضي
ڳالهہ ڪنهن ڪتاب ۾ ني لکيل ڪانهي. ورِي بہ ڪانڪين.
يا اينمي مرتضي (١) يعني اي- ايم چئجي تہ ختم شد. هاڻي ڪيس
الحاصل تہ جي- ايم وارو نالو اڄ کان پوءِ
جي- ايس چئو يا اي- ايم چئو. انهن ٻن سان جيڪو بہ نالو وڻو
سا اوهان جي موج.

# اي برخوردار

هڪ طرف آئون اپرو اڳڙو (٢) ابوجهہ فن صحافت جي
پتڻن پيچرن کان اڻڄاڻ ۽ اسونهون. سڦرو ست ڪتڻ مون مور
نہ سکيو. مونکي ڪاپاٽين وٽ هميشہ ڪاڙهيارو (٣) رهڻون پيو. ۽
مون کان ڪڏهن بہ پيڙا (٤) پڳا نہ ٿيا. ٻي طرف اڄڪلهہ جو
نونهال جيڪو ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي سر (٥) ۾ ٽپيون هڻي

---

(١) دشمن مرتضي (٢) ميرڙو (٣) مياري (٤) ڪتيل ست ۾
ڪپاه جا رهجي ويل ڳنڍيا (٥) تلاءُ

هنج وانگر علم جا موتي چڳي رهيو آهي. ۽ هنڪي علم جـي دولت سان مالا مال هئڻ سبب لازمي طرح سان حقيقت پسند هئڻ گھربو هو. سو بجاءِ حقيقت پسندي جي سخت جذباتي تـي پيو آهي. هنڪي ڪي ستائون ستي هٿ سان جذباتي بنايو ويو آهـي. ڇو ته ڪاوڙ ئي آهي جنهن ۾ انسان جي سوچ ۽ سمجهه جـي مرمرين مينار تي ڪاري ڪلر جو تلهو راڪو اچيو وڃي. هـو عقل کان عاري ٿي، ڪاوڙ ۾ ڪن ڳاڙها ڇپ ڏڪنس سهڪندو سهڪندو (يعني شـاگرد اڄڪلهه جو) مخبوط الحواس وانگر هوڪا ڏئي رهيو آهي. ته اَبل مسلمان مهاجر واپس وڃن، ويـل هندو واپس اچن.

ڪو بڪ جو ماربل بروچ ڊوري تي ٻڌو. ڊوري جـي ڪپ تي اڪن جا ازڪر (۱) لڳا پيا هئا. ڇوڻ لڳو ته اڪ ٽيون ڊڪڙ ڊورا ٽيوي پوڙ. پوءِ اتان ٽوڙ اتان پوڙ. جيڪڏهن بروچ جي اڪن جا ٻن ڊڪڙ ۽ ڊورو پوڙ ايها تمنا پوري ٿي ته پوءِ شاگردن جي به مٿي ذڪر ڪيل تمنا شايد پوري ٿي سگھي. پائنجي تـه ايهن تو ته ايهي مهاجر هميشه لاءِ اتي جو اتي الحاد پرستن جي هنيين تي مڱ ڏريندا رهندا. الحاصل ته برخوردار خطا ٿيو ويٺو آهي هنڪي زون (۲) ڪري ڇڏيو اٿن. تنهنڪي هاڻي ڇا سمجهائي ســگھبو، پر ته به آهو پلڻ ۽ هنيون هارڻ مرد جي منهن تي ٺٺو ٿيوي. مٿو موتو هٽيو ضرور. وس وڏا ئي ڪيا.

ٽڪيائـي ترٽيل ڇڪيائي ڇڙهه ڇوٽيين
هلندي هوت پنهون ۽ ڏي پڻ مڙ ئي پيل
اٿي رائو ريـــل ويڻ تـان واري وري (شاه)

برخوردارن کي عرض ڪندس تـه گھڻي برف وجهي فنتا جا ٻاڻي گلاس پڪا نوش جان فرمائي ٿڌڙي ديماڪ نـال ڪراڙي ڪاڪي جـون وينتيون سمع قبول سـان سٽڻ جـي ڪوشش ڪن.

(۱) تمام گھڻي انداز ۾ (۲) چيڙائي

مي جي ڪن ڪپار جا سوڌو مي نہ سٽين
آهين سڱ سنيها تن سسان (شاه)

اندر جا جي گهنگهرو ڪير نہ هوندو.

اي برخوردار - شاگردن جو منگهرو تي سگهي تو. تو ڀلا پنهنجن ٻچن جو بہ ڪو ماڻهون مونکي هيٺ لکيل بابت منهنجي انتهائي خير خواهي ۽ دلسوزي نازڪ مزاجي عرض پيش ڪرڻ تي آيارهو آهي. ڇجان بہ پيو تہ اغيارن سبب متان ڪو اڪر سندن دل آزاري جو باعث نہ بنجي. ۽ اعدائن جي هتان مليل ڪڙ جي غلاف ۾ ويڙهيل سم قاتل جي ڪائڻ تي عادي طبيعتون متان ڪونين سلفار جي حيات بخش گولين ۽ ان ڪا ڪڙائي نہ محسوس ڪري وجهن. بوعلي سينا شراب خانہ خراب جهڙي وہ جي واڪاڻ ۾ ڪي بيت چيا آهن انهن مان هڪڙي مصرع هي آهي تہ: بہ طعم تلخ چو پند پدرو ليک مفيد. شراب پيءُ جي نصيحت وانگر ذائقي ۾ ڪڙو پر فائدي وارو آهي. حاصل ڪلام هي تہ نصيحت توڻي جو اڪين ڪان وڌيڪ عزيز ابي جي هجي پر تہ بہ ڪڙي ضرور لڳندي. توڻي جو ظاهري طرح سان اوهي ٻاڙا ٻول في الحقيقت ماکيءَ ڪان وڌيڪ بہ مٺا ڇو نہ هجن. پر تازو زبان ۽ ڪلين ڪي ايها تيز ٻاڙاڻ ٻوسرائيندي ضرور. اي رب مونکي سچ ٻولڻ جي سگهہ ڏي ۽ مسلم قوم جي ٻاپيهل (۱) جهڙن ٻچڙن ڪي سٺڻ سمجهڻ ۽ هنبين سان هنيائڻ جي توفيق عنايت ڪر. هنن ڪي ساڃاه نصيب ڪر تہ حق ۽ سچ جي آڏو سرتابي نہ ڪن حق ۽ سچ ڪي سٺڻ جي بجاءِ انهي ۾ جي اڳيان سر تسليم خم ڪن. "اين دعا از من و از جملہ جهان آمين باد"

اي اڇوڪا اعدائن جي عيارين ڪان نا آشنائي محض اڻ ڄاڻ ۽ الڙ اسٽوڊنٽ. اي شر پسندن جي شرارتن ۽ شاطرانہ چالن ڪان بنهن بيخبر ۽ ويساه وسوڙل شهزور شاگرد. تنهنجي ڪچڙي دماغ ۾ ايها ڳالهہ پڪي ۽ پختي ڪئي وئي آهي تہ هندو ويا ڇو؟ انهن جي جاءِ تي اڻ واقف اسلام وارا آيا ڇا لاءِ؟ توکي ذهن

(۱) سهڻو پکي.

نشين ڪرايو ويو آهي ته. اڳيون ڪاٺو ڪڇ مالڪن موٽ تي
وارو مثال سنڌ ۾ انهيءَ عملي طرح سان آشڪار ٿي چڪو آهي.
پلا ياني. ڳالهه واهه جي ٿسي. مهتا ٿيا مالڪ موٽي. ۽ مهاجر
مسلمان ٿيا ڪاوا ۽ ڪڇ. جن جي نالي وٺڻ سان اڄڪلهه مائهن
جا ڳرن ٿسا ڳيڃ. جن جي منهن ڏسڻ سان مڃي ٿسو مڇ. اي
برخوردار سعادت اطوار تون اوساري ۽ آهون پري ابهو ته چوين
پيو ته هندو ويا ڇو؟ پر ابهو ڪو ويچاريو اٿئي ته هندو هئا ڇا؟
پلا ڳهر جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ پيل پراڻن پنن ۾ هندو اخبارن
سنسار سماچار هندو وغيره وغيره جا پرچا تو ڪڏهن پڙهيا؟ ڦولرڻ
۽ ڦولري اتيون پتيون ڪيڻ ابهو ڪم توکان سواءِ ٻيو ڪير
ڪري. تو ڪڏهن ته ضرور ڪاڳرن ۾ هندو اخبارن جا ٿها ڏٺا
هوندا. پلا انهن ۾ مسلمانن جي مخالفت کان سواءِ ٻيو به ڪو
مفيد مواد نظر مان گذريو؟ پلا انهن جي اکرن جا ور وڪڙ
پتون جي ڪنڊي وانگر مسلمانن جي نيش زني لاءِ زهر سان پرپور
نظر آيا يا نه؟ پلا انهن جون سٽون سپن وانگر ۽ ڪالم ڪاريهرن
جيئن ڪسٽ مان مسلمانن تي ڪاهيندي ڏٺي يا نه؟ پلا بر تقدير
انهن اخبارن جا اوهي پراڻا پنا سڙن ڪاڏا يا اوٽڻ اٿو ڪري ڇڏيا
۽ اوهان پارٽيشن کان پوءِ پاڪستان جي پاڪ آستان ۾ پيدا ٿيل
پٽڙا ته پوءِ پنهنجن ابن کان پنهنجين جيجانئن کان پڇي ڏسو ته
هندو اخبارن مسلمان لاءِ ڇا ڇا ٿي لکيو ۽ پيا به هندن مسلمانن
سان ڪهڙا ويل ٿي وهايا. ۽ ڪهڙا بغداد ٿي ڪيا. ڪيئن مسلمانن
جي ابتي ڪل ٿي لاٿي. ڪيئن مسلمانن کي مڏين ڪاٽين سان ٿي
ڪٺو. اي فرزند سعادت مند آئون انهن داستانن جي ڪا س مان
ڪي ڪٿا ۽ مٺن مان ڪي ماسا ۽ جمع ٿيل ان جي راهن مان
ڪي رتيون عرض ڪريان ٿو. پنهنجي مشفق ۽ مهربان مائٽن کان
انهن جي حرف حرف جي تصديق ڪرائي پوءِ وسهجان. تصديق
کان اڳ ۾ بلڪل نه- ڪابه ڳالهه ڪوڙي ثابت ٿئي ته ڳالهه
ڳالهه جي عيوض مون کان ڏيڍ پاڻ ڏڏب پرائي ونجان.- پر اي
برخوردار توکي يحيا خان جي بلائيڪ بيوٽي (سياه حسينه) جي

سرروئي جو سنهن آهي تو ڪي سنڌس ڪارٽ جو قسم آهي. تو ڪي يحيٰ خان جي ڀوڙ ملڪه ترنم نورجهان جي نڪتل ڏيڍ جي ڏوهي آهي. تصديق ضرور ڪرائجان. مٿان هڪڙي ڪن سان ٻڌي ٻي ڪن جو اوچ (١) ڪيئي ڇڏين ۽ ڳالهه وچي هوا ۾ حل ٿي.

## زميندون

سنڌ جون زميندون رهڻي جا سو پيسا مسلمانن جون هيون. هندو ناخوانده مهمان بنجي ڪڙن وانگر مسلمانن تي ڪرندا رهيا. تعلق پيدا ٿيو. شائين شائين رئيس رئيس مالڪ مالڪ پوتار پوتار جون لوليون شروع ٿي ويون. جرن وانگر رت ۽ ٻي پاڙي ول وانگر رس جي چوس چوسان چالو ٿي. ٻنهنجي مؤ ۾ مست ۽ مدهوش زميندارن کي پتو تڏهن وچي ٿي پيو جڏهن زميندار ڏو ٻٽ ٿي. چوٽي ٻر وچي ٿي ڪريو. ۽ کيس معلوم ٿي ٿيو ته ابهي ورتل صحيون ڪڏي جي بلن ٿي نه ٻر زمين جي وڪري جي اسٽامپن تي اڱل هيون. ۽ اوها عاجز ڏيڏري اروڙ ناگ بنجي جناب وڏيري صاحب ۽ جناب رئيس صاحب کي گوڏن تائين يا چيله تائين يا نڙي تائين ڳڙڪائي چڪي آهي. زمين سڀ يا زمين جو ڪو حصو ٽڪي پيسي وڪر ويڳرتيل لماڪ جو نذر ٿي. حڪومت جي طاقت ور هندو مشنري جي مدد سان ٻي قاعده سهي پر ظاهراً باقائده هندو جي ڪاتي تي چڙهي چڪي آهي. اوهو ميرڙو ڏوتي بند وائيون جنهن جي سوگ جهڙن ڪپڙن تي جبين جا قافلا قطار اندر قطار سرگرم سفر نظر ايندا هئا. اوهو اڄ پمون مان ديوان پمن لال ۽ گنومان سيٺ گهنشام داس بنجي انهيءَ زمين ۽ ڳوٺ تي جنهن ۾ هو گربٺ مسڪين ٿي آيو هو ۽ ڳوٺ وارن جي اڳيان پيچ لتڪائي مياٺو مياٺو ڪندو هو. اڄ شير بنجي

---

(١) شيشي جو ڪاٺ جو بوچ

حڪم ۽ حڪومتون هلائي رهيو آهي. قربل ماربل زميندار مجال آهي جو اڪر ڪجهي سگهي. ڪجهي تو تہ ڪامورا سڀ هندو. ٽيپ همراه لاءِ ٿهي جڙي پئي آهي. انهي ۾ چاليهه سيڪڙو زمينون وٺي چڪا (۱) هئا. اڄ تائين خير جا هجن ها تہ مسلمان زميندار ڪو وڏي وڃي رهي ها. هي جو اڄ اي برخوردار ڪاليج يا يونيورسٽي ۾ رهڻي جي جاءِ تي پنج رپيا خرچ ڪري ڀاڙون هٽي رهيو آهين تہ فلاڻي زميندار جو فرزند آهيان پيسا اڏايا تہ ڇا ٿيو. سو جي اڄ تائين هندو هجن ها تہ ڪاليج ۽ يونيورسٽي جو ڪٿان ڪونالو پڙهين ها تہ بہ سوچڻ لڳين ها تہ ايهي پئي شيون آهن ڇا؟ پاڻ ۾ ياءُ پيش تين يسا ماءُ پٽ آهن. مائي يونيورسٽي شايد نانِي ثماڻي جي شڪل تي هوندي ۽ ڪاليج شايد ڪادڪي ڪرم خان جهڙو هوندو. اڄ ڪارهي تي جو لٽ هٽ ۾ مال چارڻ ۾ ٻورو هجين ها. يا ڪوڏر ڪلهي تي اونهاري جي ٻنپهرن جي لوسيندڙ لڪ يا آڌي رات جو سياري جي ڏڪائيندڙ پاري ۾ پاڻي جي واري وراڻ لاءِ ٻنن پارن تي سپن جو سانارِي (۱) تي سنجائي جي سورن ڪاڻ ۾ سرمست هجين ها. ۽ اڄوڪن ويهن رهين وال وارن ڪهڙن جي بجاءِ جهنگ جهر ۾ هي بيت:

ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو مٿو اڳهاڙو
پيٽر ڪجهاڙو منهنجو هــن پنيور ۾

جهونگاريندو رهين ها. انهيءَ ڳالهہ ڪي مذاق نہ ڄاڻ. اڄ تہ ڀهراڙي ۾ توڪي وڏن زميندارن جا پٽ ذليل کان ذليل ٻورهيا ڪندڙ ڏيکاريان. دعا ڪر انهن مهاجرن ڪي جن هندن ڪي هڪالي ڪڍيو ۽ تنهنجن مائٽن جون زمينون بچي ويون. انهن زمينن توڪي ايهي اڄوڪي منزل تي پهچايو. پل پائي لڳي پئي آهي اخبارن ۾ تنهنجا بيان ۽ فوٽا اچي رهيا آهن. اڄڪلهہ تون ڀانئين ٿو تہ تنهنجو ڪو بادي جو آواز بہ اجايو نہ وڃي بلڪ ڪنهن ريڊيو اسٽيشن تان براڊڪاسٽ ٿئي.

(۱) گڏ رهندڙ

# نوڪريون

انگريزن جي دور حڪومت ڪي هندن جو عهد اقتدار
چوڻ ايتري قدر تہ مبني بر حقيقت ۽ اهڙو تہ امر واقع آهي
جنهنکي وڏاءُ مبالغہ جو ڪو واءُ بہ نہ لڳو هجي. هندن جي عهد
اقتدار ۾ اول تہ ڪو مسلمان پرائمري اسڪول کان هائي اسڪول
يا ڪاليج يا يونيورسٽي تائين پهچي چو ٿو. ماستر ليڪچرار
پروفيسر پرنسپال چانسلر سڀ هندو هئا. مسلمان شاگرد انهن چئن
مرحلن مان ڪٿي نہ ڪٿي ٿڏجي ڏڪجي لوڏجي تڙجي پنهنجي
گهر وڃي مکيون ماريندو هو. ڀلا ڪو ڪنهن مرحلہ تي ڪامياب
بہ ٿيو تہ آفيسن جا هندو دربان (ڪامورا) مسلمان جي شڪل
ڏسي در ڀوري اندران ڪڙو ڏئي ڇڏيندا هئا. مسلمان اندر پير
پائي چو ٿو. عملدار طبقو ڪل جو ڪل هندو. مسلمان نوڪري
ڪري تہ بيلدار نائڪ پٽيوالو يا وڌ کان وڌ تہ پوليس وارو ٿئي.
باقي ڪا معزز نوڪري ۽ مسلمان سا ڳالهہ جهڙي ڪر اڻ ٿيڻي
پئي لڳندي هئي. ڀلا ڪو سخت جان سري وانگر سٽن جنبن مان
بہ سلامت نڪري پار پئي ڪنهن آفيس جي ڪرسي ۽ ميز تي
وڃي ٿنبرندو (۱) هو تہ هندو انهيءَ کي انهيءَ ڪرسي تان
ڪيرائڻ لاءِ پيرن مان جهلي ڇڪ ڇڪان هڪ طرف لائي ڏيندا
هئا تہ هن جي ڇاتي تي پهاڙي واريون ترپون هٽڻ ڏي طرف
کان شروع ڪندا هئا. ڪو مسلمان آفيسر بدلي ٿي آيو تہ مهاڄڻ
کي ڪر ڇڻ پيو. ڪر سندن نرو هيٺ لهي پيو. ڦٽڪ ڦٽڪان
لڳي ويندي هئي. پنڇاتن جو ميڙ بار بار مڙئي ايهو سوچيندو هو
تہ مسلمان آفيسر کي ڪيئن جانئو هٿي ڪيرائي. تانجو ڪو
ڪوڙو سچو منصوبو ناهي هن تي ڪٿي واري رومڙ ڪندا هئا.
پوءِ هو يا ڪنڌ پر ڪري يا پاڻ بچائي وڃي ايهو ٿيو هن جو
ڀاڳ. هندن جي ازين قسم ڪارستانين جا تفصيل لکجن تہ ايڏو

---

(۱) ڇهٽندو

ڪتاب لکجي وڃي جو ماڻهو ڪر هڪڙي هٿ سان ڪٽي نه
سگهي ۽ جي پيا ڪم ڇڏي چاليهه ڏينهن ٻڪو پيو پڙهي ته به
پڙهي نه پڄائي. ڪوبه مسلمان آفيسر آفيسريءَ جي ڪرسي تلي
بلڪل ايهين هوندو هو جيئن ڪو ماڻهون درياء جي سير ۽ تفريح
لاءِ ٻيڙيءَ تي چڙهي ۽ ٻيڙي هلندي سان ئي طوفاني لهرن جي
حوالي ٿي اجها ٻڏي. اجها وڃي جي حالت ۾ اچي وڃي پوءِ يا
ته غرق ٿي.

ڄڻڪ ڄرڪي وات ۾ سسي ڪي سينسار
مڙيا مـــڇ هزار پـــانگا ٽيندي سهٽي (شاه)

جي مثال مطابق دريا جي جانارن (١) جو پرلطف ناشتو
۽ لذت ڪـام و دهان جو سامان بنجي وڃي. يا جي شام ڏاري
سلامت نڪري اچي ته به اوهوٽڪ اوهوخوف ۽ دهشت يا چمار وساري
نه سگهي. ڪي صديون ڪين گذريون آهن. ڪي ڪساب ڪونه
ٿيا آهن. گردش ايام جي ڪنيارن واري تڪي ڦرنڌڙ چڪ صرف
٢٥ ڦيرا ڏنا آهن. پنجويهه سال اڳ واري دور ڪي اڳيون زمانون
باپرائوزمانونکو دغڙ بغڙ چوڻ وارو پوڪ يا ڪو ٽانگو روي انڪو
روان چوڻ وارو بزچوي ته پلي. باقي ڪوسرت وارو سڄيت سمات
هـر گز نه چوندو.

هو چوندو ته ادا اڃا ڪر ڪالهه ڪالهوڻي جي ڳالهه
آهي ايڏي جا ايڏا هئاسين. فرق صرف ايترو ٿيو آهي ته پارٽيشن
کان اڳ ڏاڙهي مان اڇا چونڊائيندا هئاسين. هاڻ ڳالهه چونڊائڻ
کان زور ٿي ويئي ته ميندي لڳائي خشڪي پٽ مان تهري بنائي
ويٺا آهيون. الحاصل تـه ڪيترائي اهڙا رٽـائر ٽيل خوش نصيب
جهونا جوڳي اڄ به اوهان کي موجود ملندا، جن هندن جي عهد
اقتدار ۾ نوڪريون ڪيون ۽ جيئن قدرت پنهن ڏندن جي وچ
۾ زبان جهڙي. نـرم ۽ نازڪ ۽ ان سان گـڏ بيحد متحرڪ ۽
فعال شيءِ کي سلامت رکندي آهي يا جيئن قدرت گدڙن ٻگهڙن

(١) جاندارن

۽ ٻين قسمن قسم درندن جانورن سان ڀرپور ٻيلي ۾ هولناڪ هڪل ٻڌي
سهي ڪي نازڪ ۽ ڏچڻون ٻه اهڙو جو رڳي سلامتي سان گذاري
ته هنيون ڦاٽي پوس. پنهنجي پوري ڄمار سلامتي سان گذاري
پوري ڪرائيندي آهي. تيئن انهيءَ ڪي ٻه رب پاڪ هندن جي
علائن کان اچين ڪچين (۱) بچائي ورتو هوندو.

سندن نشاني اچي ٽوپي تسبيح هٿ ۾ جماعت شروع ٿيڻ
کان پاڻي سنت اڳ پهچندڙ چانهه پاڻي وارن گناهن ۽ ٻين گناهن
کان معافيون گهرندڙ حج پڙهڻ جا شوقين. انهن پيارن وارن
اوهان جن بزرگ مائٽن کان پڇو تحقيق ڪريو. اچا به اعتبار
نه اچي ته پنهنجن انهن بزرگ مائٽن جي سيڻن جا ايڪسري
ڪرايو ۽ پوءِ ڏسو ته هنن جي اندر ۾ هندن جي هٿ جي مڏين
نشترن سان ڏنل ۽ هاڻي ڇٽي ويل ٽڪن جا ڪيترا نه نشان
آهن. بعينه اهڙي طرح جيئن جنڊ آهڙو جنڊ ڪي آهڙي هندن هٿان
هنن جا ڦٽڙ ۽ چيرا اوهانکي ايهين آهوڙيل نظر ايندا. هنن جا
هنيان هندن جي هٿان پرڻ ٿيل ڏسڻ ۾ ايندا.

جنهن قوم اوهانجن مائٽن سان اهڙا ڪيس ڪيا اهڙا ڪلور
ڪيا. اهڙو هننکي کهڪايو جن اوهان جي مائٽن کي پنهنجي
ناپاڪ وات جي وه سان يا چمار وهائيو. جن اوهانجي ابن ڏاڏن
کي هميشه ڪاڻين ڪارائين ۽ واهان سان وايوڙيو. جن اوهانجين
سڻن ڀيڻين کي ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهيو ۽ پيٺو. انهن لاءِ اوهان
ڇهو ٽا ته ڇو ويا؟ يا ويا ته وري اچن. ڀڄا ايهين ڇهو ٽا ته پوءِ
اوهان جي غيرت ڪيڏانهن وئي. اوهانجا ايهي نڪ چپ ته سلامت
رهي ڪون ٽا سگهن. اوهان جا ڪنڌا نڪ شال قادر قدير
بچائي.

پر ياد رکو هندن جي حق ۾ جيڪي اوهان وايون ورائي
رهيا آهيو، اوهي وايون اوهانجن نڪن چپن سان پاڪين يا بليدن
واري ڪار ڪري رهيون آهن. مائٽن جي ههڙن جاني دشمنن جي
اڳيان لوس لوس ڪرڻ ۽ پيچ لتڪائڻ ايهو اسان جي پهراڙي

(۱) صفا بچائي ورتو

جي اصطلاح مطابق ته نڪن چپن جي وڍجڻ ۽ نڪن چپن جا
لاهه به ڪوٺي ڪڍي ڇڏڻ جو واضح دليل آهي. شهرن ۾ ته،
ڪوهه جاڻان ڪهڙو قاعدو آهي. ٻچا پلاسٽڪ جا سهڻا ۽ سنا نهيل
سو نڪ چپ پاڻ سان پرس ۾ کڻي گهمايو ۽ عام اجتماعن ۾
پنهنجي منهن تي آويزان ڪريو ته به بابلا اصلي جي ڳالهه ٻـي
آهي. نقلي ڪهڙا سٺا پر اصل جهڙو مزو نه ڪندا.

اوهان شينهن مڙسن جو اولاد آهيو. ڳنڊڙ پاڻي جي ڪا به
ڳت اوهان جي وجود ۾ پيدا ٿي نٿي سگهي. غيرت اوهان جي
خون جي فطري قطري ۾ مٽن جي منهن پلٿايل ۽ سمايل آهـي.
مونکي يقين آهي ته ايهي چو ويا ۽ وري اچن جا الفاظ اوهانکي
دشمنن جي ايجنٽن اڻ ڄاڻائي ۽ بيخبري ۾ طوطن وانگر سمجهڻ
۽ سوچڻ کان سواءِ زبان تي حل ڪرايا آهـن. جڏهن منهنجو
عرض اوهانئي پنهنجن معزز ۽ محترم مائٽن کان پنهنجي ٻر ۾ ايهي
پروليون پڇندا ۽ پنهنجي ٻام ۾ ايهي مذڪور مٿي هنيين سـان
هنڊائيندا، تڏهن يقيناً اوهانجا خيال بدلجي ويندا.

اوهان کي پتو هوندو ته اوهانجن بـزرگن لاءِ ڪيئن نـه
قدم قدم تـي هنڌن جون ڪوڙڪيون اڏيل هونديون هـيون ۽
ڪيئن نه هنن ڦٿڙندي ڦٿڪندي پنهنجن پرن ۽ پيرن ۾ پيل ڏهاڳ
جون ڏوريون ڀا ته ٽڪيون ۽ توڙيون يا انهن ۾ ڦاسي شقي القلب
شڪارين جي هٿ پئي ڪاچي ڪپي ويا. منهنجا نورچشم پلا تون
نه پڇندين ۽ مائٽن کان معلومات حاصل نه ڪندين ۽ پاريل آزاهن
جي تو نندڙي ٻـار جـي اڳيان ٻڙڪ به ٻاهر نـه نڪرندي تـه
ٻوءِ توکي هنن جـي ڪيل ڪاورن جـي ڪل ڪيئن پئجي
سگهندي.

تو اي ڪبوتر بام حرم چه ميداني
طپيدن دل مرغان رشته بـر پارا

الحاصل ته هندو اڄ تائين خبر سان هجن ها ته نه تنهنجي
مائٽن کي نوڪريون ملن ها ۽ نه هو ڪجهه پگهار، ڪجهه چانهه

ماستر ماڻهن کي ڪيترا خرچ پاڻي واري ڏنڏي مان وڏيون ملڪيتون ٺاهين ها ۽ نه گهرا خرچ پري تو ڪي ڪاليج ۽ يونيورسٽي تائين پهچائي سگهن ها. تنهنجي انهيءَ اوچ تي پهچڻ ۽ پيسن مان جاوا ڪرڻ مهاجرن جو مرهون منت آهي، جن هندو ڪڍيا. تڏهن اوهان جي گهڻ ۾ ٽڪري پڌي. مهاجرن جا ڪي ٻاير ۽ انهن کي دعائون ڪريو. ٻچا منهنجا، پنهنجا پٽ ۽ پاڻيا پڙهي رهيا آهن. آئون سيني شاگردن کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهان ٿو ۽ اولاد سان ماڻٽ جي جيڪا محبت هئي گهرجي.

انهيءَ محبت مونکي چند نصيحت آميز ڳالهين تي مجبور ڪيو آهي. ٻچا جيڪڏهن ٻنهن اهنڊ (١) ٽيندين ۽ صفا نه مڃيندين ته به تنهنجي خير خواهي تان هٿ نه ڪندس، ۽ چڱائي جو چوندو رهندس. اولاد منهن ڇاڙهه ٿيو ته ڪو ماڻٽ ماٺ ڪري وهندو ڇا؟ ماڻٽ جي محبت جي فطري جذبي کي اولاد جي نافرماني ۽ ڪپوتائي ختم نٿي ڪري سگهي.

محبت اهڙي نياڳي شيءِ آهي جو محبوب جي ارڏاين(٢) تي پاڻ آفرڪي ۽ ايامي ٿي. گهنجڻ جي هڻ وٺ بات ٿي ڪانهي. ڪنهن وچاري واديوڙيل چيو آهي ته وا فرياد از عشق (الي آخره).

وا فرياد از عشق وا فريادا
کارم به يکي طرفه نگار افتادا
گر داد مـن شکسته دادا دادا
ورنه من و عشق هرچه بادا بادا

## واپـــار

واپار قوم جي پٽ جو ڪنڌو يا ڪرنگهي جو هڏو آهي. جيڪا قوم واپار کان وانجيل (٣) آهي. سا گگ نڪتل ۽ لولهي ۽ روئتي هوندي آهي. من حيث القوم معيشت جي عمارت

(١) شوخ ۽ سرڪش (٢) ڏنگاين (٣) محروم رهيل

جي پيڙهه تجارت، آهي. پيڙهه ٻڪي ناهي ته جاءِ جون پٽيون اڄ
ٿوريون اهليل صبحائي وڏيڪ نمبل پرڻتن ٿو پٽ تي. اڄ اسانجن
ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ شاگردن جي اڪثريت، تاجر زادن ۽
واپارين جي فرزندان والا تبار جي آهي. واپاري ئي آهن جن پنهنجن
نورچشمن جو اڻ مٽي ناٿي سان نازبرداريون ڪري هنڪي ايڏو
نازڪ مزاج بنائي ڇڏيو آهي، جو ملڪ جو ڪوبه مسئلو سندن
ڪچڙي ۽ ناپخته رائي کان ڪجهه آڏبرو آهي هو پنهنجي اندر
۾ اذيت تا محسوس ڪن ۽ برداشت تا ڪري سگهن.

تعليم کان علاوه اوپٽو ڳالهين ۾ لنگ اڙائڻ ۽ ملڪ
جي هر فيصلا جو بار پنهنجن اڻ سهنڌڙ ۽ اڻ آزمودگار ڪلهن
تي هموار ڪرڻ ۽ ڪاليجن ۽ يونيورسٽين کي بجائي تعليم گاهن
جي پارليامنٽون تصور ڪرڻ ۽ سکڻ جو وقت لغو ۽ لايعني
سيکارڻ ۾ ضايع ڪرڻ ايهي آره زورايون آهن. اڙپايون آهن پيٽ
پڙهي جا پار آهن. ايهي بليڪ مارڪيٽ ۽ سمگلنگ مان سهيڙيل
سرمايا آهن جيڪي پيٽ مان اندران ٿونان هٽي رهيا آهن ۽ سک
وهڻ تا ڏين.

پر انهيءَ ۾ اسان جي ڪوتڙن جو ڪوبه قصور ڪونهي
نعمت جي بيپايان فراواني انسان کي تمام گهڻون نازڪ مزاج
بنائي ٿي ڇڏي.

باده نوشيدن و هشيار نشستن سهل ست
گر به دولت برسي مست نگردي مردي

اي نورچشم - ايهي نعمتون ربالعزت توکي نيبهه فرمائي.
شال اڃان به وڏيڪ الوليون ڪريو. آئون اوهانجي خوشي ۾
ارهو ڪونه آهيان. الله سائين اوهان کي ۽ اوهان جي مائٽن کي
اڃان به وڌائي ۽ اڳي کان اگهرو ڪري. پر ڳالهه تي ڪئي
سين هندن جي جيڪي ڇيو وڃي ٿو ته ڇو ويا ۽ ڇونه وري
اچن؟ اوهي هجن ها ته اوهانجن مائٽن کي واپار ۾ وڌڻ ته ڪجا
پر واپار جي ميدان ۾ قدم به رکڻ نه ڏين ها.

بوءِ پاڻ فيصلو فرمايو ته ماڻهن جي واپار کان سواءِ اوهان
ڪاليج ۽ يونيورسٽي تائين پهرين پهچي سگهو ها؟ ۽ ايهي گردن
ٽوڙ فيسون ڀري سگهو ها؟ ايهي رهڻ سان رانديون ڪري
سگهو ها؟......

اي برخوردارو اوهين اج انهيءَ منزل تي تڏهن پهچي
سگهيا آهيو جڏهن هندو صاحبان خيرڪا آهن. اوهان يا اوهانجا
مائٽ اج شهرن جي بيش بها بنگلن ۾ پکن هيٺان پگهر ٺاري
رهيا آهيو تڏا مانجهاندا ڪري رهيا آهيو. هندو هجن ها ته
اوهان کي شهرن جي ايها فرحت بخش بود و باش ڪٿي حاصل
ٿي ها؟

اوهان اج ٻهراڙين ۾ اونهاري جي گهٽن گرمين جهولن
لکن ۽ وسڪاري واري موسم جي آگمن آڙتڪن ۽ رگهن ۾
هوا جو ذرو حاصل ڪرڻ ۽ پگهر سڪائڻ لاءِ پنهنجن چولن
جي ونجڻي جي جاءِ تي داونن سان هٿ هڻي ٿڪو ها پر پگهر
ڪونه سڪائي سگهو ها. ۽ گرمي بدستور هنيون ڦٽي منجهائي
ها. ڏينهن جو مکين جا شوشات رات جو مڇرن جا زونزات. نه
مڇرن لاءِ مهاري ميسر. نه مکين کان نجات لاءِ ڊي ڊي ٽي پاؤنڊر
جي چنڪار حاصل. نه ڪپڙو سڄو نه پيٽ پورو ڀريل. ڏينهن
جو ڪم جي مار. رات جو چورن جي ڊپ کان هرهر ڇرڪ
بي خوابي. زندگي غمن جي وادي پر خار. حياتي تسين (۱) ۽
تڪليفن جو تتل تنور. زمانو زهر آلود تيرن سان ڀريل ترڪش.
جهان جور پرور ۽ جفاڪيش. عالم الم ڪده. سک ۽ سرهائي جي
ٽڏي مير کان يڪسر محرومي زنده انسان سورن جي دريا ۾
لڙهندڙ بي حس و حرڪت لاش......

سرجياس تان سور ساماڻيس تان سک ويا
ايهي ٿي پور سون نمائي ۽ نصيب ٿيا (شاه)

---

(۱) ڏکن

سورن سانديان پورن پالي آهيان
سکن جي سيد چئي بکي آئون نه پياس
جيڪر آئون هياس ڪري گوندر ول جي (شاه)

الحاصل ته پنهن پاهراڙيءَ وارن وانگر اوهان کي اڻپ ئي پاهي پاهي (۱) پساهه پورا ڪرڻا پون ها.
اڄ سو سو شڪر ڪريو. منهنجا من ورهايو جو هندو ٽريو. اوهان جو وارو وريو. هندو ڀڄو اوهان کي ٻل لڳو. هندو ملڪ ڇڏيو اوهان جو گهر اڏيو.

ڇورين ڇڙ سکيو پنهون ڪياڻون پور
هڪڙي ٻي ڳالهه تي شايد اسانجن نورچشمن غور ڪونه ڪيو آهي. هندو واپس آيا ته پنهنجن سڄن اڏيل مڏيل شهرن جي گهر ڪندا. مهاجر چوندا ته اسانجون به اهڙيون جايون هيون. جيڪي ڀارت ۾ اوهان والاريون آهن. سنڌين وٽ ڪوبه جواب نه هوندو پوءِ بچو شال اوهانکي ساڳيا روهه رلا مٿي ڪلاءِ شهرن مان بسترا گول ڪرڻا پوندا. ٻڪي ساهي سراڙو ڪري پاهراڙيءَ ۾ پهچي پنهنجا پٽل (۲) پوڳا وسائڻا پوندا. ڇتين مان ڇٽندل مٿين مان اکيون شاد ڪام ۽ ڪرنڊڙ جهرڪين ۽ ڪانگن جي وٺين مان منهن ۽ وات ٻهره اندوز ٿيندو رهندو.

آخر جنڪي گهرايو تا انهن کي حق تہ ڏيڻون پوندو. حيدرآباد جي قلعي دروازي کان مارڪيٽ تائين ويساهه ڪريو ته هڪ دڪان به مسلمان جو نه. فقير جي پڙ ۾ البته حاجي غلام حسين پاتولي بجاج حاجي احمد پاتولي ريشم ۽ ناس سائين مٺن شاهه ڪتب فروش ۽ ڪي ٽانٽارا ڏسبا هئا. باقي شاهي بازار ۾ مسلمان جو وجود ايهين ناپيد هو جهڙا اٺ ۽ گهوڙي جي مٿي تي سنڱ. جهڙا ٻلي جي ٻاڙن تي ڪنپ. جهڙو ترقي پسند اديب جي دل ۾ ايمان ۽ زبان تي سچ.

تقريباً ساڳي حالت ڪراچي ۽ شڪارپور کان سواءِ پين سنڌ جي سمورن شهرن جي هئي. مسلمان جي مجال هئي جو شهرن

(۱) سور ڪاٽي (۲) ڪاڏل سريل.

سکهي يا ملاڻي سکهي.
۾ ڪو دڪان هٽ ڪري سکهي- مطلب ته هرشعبي
الحاصل ته واپار تعليم ملازمت زميداري لاءِ وڃهن ٿي نهن جو
۾ هندو صاحبان مسلمانن کي مارڻ ۽ هيسو. مسلمان ڪيڏو بہ تعليم يافته ۽
زور اڪائڻ ۾ مصروف هوندا هئا. لقب سان نوازيو ويندو هو. هندن جي
فاضل ڇو نہ هجي ڇٽ جي مسلسل ڇيري جون
۾ اخبار ڪوهه آتش فشان وانگر مسلمانن تي دل تعليم يافته عامليائي
ٿيون اوڳاربندي رهنديون هئي. ڪا نيڪ ڪان متاثر ٿي ۽ بقول
بقول سندس پاڪ دين جي زرين اصولن وقت مسلمانن جي بهترين
هندو اخبارن جي ڊئريڪٽ ايڪشن جي مشرف بہ اسلام ٿي پيرين
خدمت گذاري جي قدر شناسي ڪندي گلن جا پوتا وهريندي—
پنڊرو ڪري قدر قدر سان گونا گون

مي دمد گل هرڪجا پائي نگاري مي نهي
جاده چون از سير باز آئي چمن خواهد شدن

جي بہ مصداق وات ڪسي چمن ۽ ڪنهن خوش نصيب
مسلمان جي گهر کي رشڪ گلزار ارم بنائيندي هئي تہ بجنسه
قيامت برپا ٿي ويندي هئي. اڙي پاڻي اڙي ديوان هاڻي ٿيو ٿيو.
اڪي تہ اوهان خوشيءَ سان مسلمانن کي سنگ ڏيندا هئا. هاڻي
جيڪڏهن ڪنهن اعليٰ تعليم يافته ۽ بيدار مغز ڇوڪريءَ پنهنجي
هٿ سان منهن ڏوتو. ڪنهن پنهوري اڏامي وڃي ڪنهن بہ شاخ گل
کي پنهنجو نشيمن بنايو تہ ڪهڙي اربعا خطا ٿي. ڪهڙو جبل
ڏري پيو. مذهب ۽ رفيق حيات جي انتخاب جو هر انسان کي
فطري حق حاصل آهي پر ابها ڳالهه ٻڌي ڪير. هندو قوم جي
طرفان ڪانگن جو ڪانگورو (١) مچي ويندو هو ريل گاڏي جي
گوڙ کان بہ وڌو گوڙ وهندڙ مليرنئي جي شور کان بہ وڌيڪ
شور. هو جيڪي جلان (٢) پيون چرنديون هيون. انهيءَ ڳالهه
جو مڙئي خير هو باقي ڪنهن مسلمان سان حق حلال جو نڪاح

(١) ڪانگن جي ٽان ٽان (٢) ڇوٽ

ٿيو تہ ہوءَ سنڌ سڄي مٿي ني ڪجي وبندي هئي

ايهي مذڪور تفصيلوار ڏسڻان هجن تہ انهيءَ وقت جي
فن صحافت جي بي تاج بادشاه مجاهد اسلام مرحوم مولوي نورمحمد
نظاماڻي جي اخبارن نورالاسلام ۽ طيراً ابابيل جا پرچا هٿ ڪري
پڙهي ڏسو هڪ هڪ پرچو سو ۾ ملي تہ بہ ڪر مفت مليو.
هڪ هڪ پرچي مان هزار روپيہ ڪان بہ وڌيڪ لطف ۽ لذت ۽
حظ حاصل ٿيندو. وزارت عظميٰ جي ڳڙ جو ڳنڍيو ڪنهن بي‌ايمان
قسم جي مسلمان جي وات ۾ ٿنبي پوري حڪومت تي هندو
قابض هوندا هئا. ہوءَ تہ سائين مولوي ڏي بندو سهي. واري ڪار
هوندي هئي. مسلمان وڇارڙا پوڙن ۾ منهن لڪائڻ ۾ پوراه هندو
صاحبان چيٽي، وانگر هنن جي نڙي نپوڙڻ لاءِ پوري قوت ساز
سر گرم عمل.

اي برخوردار اي نورچشم رب پاڪ توکي شاد آباد رکي
هندو قوم بزدل تہ برابر آهي پر جڏهن هو مسلمان تي غالب ٿئي
ٿي تہ اوهي اوهي ظلم تي ڪري جو اڳہ نہ ڪنهن اک ڏٺا نہ
ڪنهن ڪن ٻڌا. هلاڪو ۽ چنگيز برابر بيگناه ماڻهون بيشمار
ماريا بلڪ اسلامي علوم جي ڪتابن جا بيپناه ذخيرا ساڙي دنيا ۾
هنن پنهنجي ظلم ۽ بربريت جو اهڙو رڪارڊ قائم ڪيو جو اڄ
تائين سندن نحس نالو وڄندو رهي ٿو. پر ننڍن ٻارن کي ڇيرڻ
زالن جا ٻبا وڍڻ زالون اگهاڙيون ڪري انهن جا جلوس ڪيڻ
زالن مڙسن ٻارن ۽ پوڙهن کي ڪنهن جاءِ ۾ بند ڪري گاسليٽ
نائي جيئرا جلائڻ ۽ ٻيون ازبس قسم حرڪتون جيڪي هندن
ڪيون سي دنيا ۾ ڪنهن بہ قوم نہ ڪيون. عقل نٿو قبولي تہ
ڪو انسان پاڻ جهڙي انسان سان ايهين بہ ڪري سگهي ٿو. پر
افسوس تہ هندن ايهين ڪيو ۽ ايهين ڪندي اڄ ٢٦ سال گذري
ويا. پر اڃان بہ انهن کي ڍؤ ڪونہ ٿيو. اڃا بہ هنن جو پيٽ
ڪونہ ڀريو آهي. ڀارت جي مظلوم ڏتڙيل بي ڀهچ ۽ عاجز مسلمانن
سان ڪڏهن ڪٿي تہ ڪڏهن ڪٿي فساد شروع ڪري مٿي ذڪر

--

ڪيل قسمن جا شرمناڪ انسانيت سوز ۽ ناگفته به مظالم ڪندا
ٿي رهن ٿا.

ٽيڙ ۽ ٽيڻڙ واقعات ايترا ته گهڻان ۽ ايتري قدر ته ثابت ٿيل آهن، جنهن کان ڪوبه ماڻهون جو ڦر ته انڪار نٿو ڪري سگهي. ڪو گڏهه جو ڦر جيڪڏهن انڌ ار ۽ نهڪار ڪري ته عن جي انڪار ۽ نهڪار جي گڏهه جي باد مخالف کان وڌيڪ ڪابه وقعت ڪانهي.......

اي مسلمان قوم جا نور نظر ۽ لخت جگر فرزند جا تنهنجي انساني حميت ۽ غيرت ايتريقدر ختم ٿي وئي آهي جو تون اهڙي ننگ انسانيت ۽ درندي قوم کي واپس آڻڻ جا نعرا هڻي رهيو آهين. ٻچا شرم ڪر. پنهنجي اصل نسل ڏانهن ڏس. جيڪو مسلمانڪو پاڪ خون تنهنجي رڳن ۾ گردش ڪري رهيو آهي، انهيء جي لڄ رک. انهي پاڪ خون کي بي غيرتي جو ٽڪو نه لاء.......

اي مسلم قوم جا فرزند دلبند سعادتمند جي - ايس عرف جي - ايم سيد اينڊ پارٽي ايهي هندن جا ڏوتا اٿئي ڏوتا. هندن جا ٽڪريل اٿئي ٽڪريل. ايهي پارٽي هندن جا ڪتا اٿئي ڪتا.......

ٻچا تون پسو (۱) ٻار. هو لڳا پيا آهن آڙيڪاپ. هنن جي ور ٿو چڙهين، ته توکي ابي گهڙي ڪري ونندا. هو گرگ باران ديده هنن جي اڳيان تنهنجو مثال، لارڙي (۲) ڇيلڙي وارو آهي. رڳي هٿ اچڻ جي دير آهي. قادر قدير توکي انهن بگهڙن جي ٻن جاڙين جي وچ ۾ اچڻ کان بچائي.......

خدانخواسته هنن جي ور ٿو چڙهين ته پوء سند سنڌن کان انگرا انگرن کان بنان موڪلائڻ جي الوداع ڪري ويندا ۽ نون قيسون بنجي ڪفر پرستن جي پيٽ جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ پئي اتان اندران ڪانگن واري ڪان ڪان پيو ڪندين. هو پختهڪار

(۱) ننڍو ٻار (۲) ننڍڙي ڇيلي

۽ شهباز. تون الله لوڪ ۽ ڏکڻڙو دماغ. هو اول نمبر
جو نل. تون نيڊڙو ۽ نازپرورده ۽ ٻالو ٻولو ۽ هن جي خطرناڪ
چالن کان نا آشنائي محض..... تڏهن تہ خود توکان تنهنجي
خلاف نعرا هڻائي رهيو آهي. هو هندن کان ٽڪا وٺي سنڌ ۽ سنڌ
جي مسلمانن کي ٻارڻ ۽ ساڙڻ گهري ٿو. هن جيڪي ڏيپ ڏيپا (۱)
آهن، انهن کان ٻچا ٻچ ٻري. توبه ڪر. انهن جي شر کان پناهون
پن. هو تنهنجي غيرت حميت باڪ خود دين ۽ ايمان توکان
ڦرڻ گهري ٿو.

جيڪي هندو ويا انهن جو اوڏانهن هجي منهن........
هيڏانهن هجي پٺ. انهن جو نالو ئي نہ وٺ. باقي هاڻو جيڪي
هندو هتي سنڌ ۾ رهيل آهن ۽ هن ڀاڱي کي پنجويهن سالن ۾
پاڪستان جو وفادار شهري ثابت ڪيو آهي، انهن سان ٻلي
دوستي رک. انهن سان ٻلي چڱايون ڪر. هو تنهنجي ملڪ ۾
رهيل گوياڪ تنهنجا ٻچا آهن، تنهنجي رعيت آهن.

اسلام پاڪ هندو ۽ ڪل غير مسلم رعايا جي حقن جو
دنيا جي ڪل مذهبن کان هڪ بهترين محافظ مذهب آهي. ڪو
مسلمان ڪنهن رعيتي هندو جا پندرهن رپيا چورائي تہ اسلامي
قانون موجب انهي مسلمان جو هٿ ڪپيو ويندو. مسلمان جي
هٿ جي قيمت لک رپين کان وڌيڪ آهي. مسلمان جو اهو
لاکيڻون هٿ رعيتي هندو (ذمي) جي پندرهن رپين تان قربان
ڪري اسلام پاڪ غير مسلم رعايا سان عدل انصاف ۽ احسان
جو اهو مثال قائم ڪيو آهي، جنهن جو نظير دنيا جي ڪا بہ
قوم ڪو بہ مذهب پيش نٿو ڪري سگهي.

منهنجي تہ ايها رائي آهي تہ هتي اهي ئي هندو رهيا
جيڪي نيڪ نيت هئا، جن جنگ جي وقت ۾ پاڪستان کي
وڏيون امدادون ڏنيون، ۽ پوري طرح سان پاڪستان سان وفادار
هئڻ جو ثبوت پيش ڪيو. انهن کي اسان ڀائرن وانگر سمجهيو
آهي. اسان هنن کي پنجويهن سالن ۾ ڪو بہ ايذاءُ نہ پهچايو. هو

(۱) منڊ منڊيا

اسان کان خوش اسين هئن کان خوش آهيون......... خود مون (راقم‌الحروف) جا سنڌ ۾ رهيل هندن ۽ اڇوتن سان بطور مدارات جي تعلقات آهن. باقي جيڪي بدنيت هئا سي ڀڄي ويا. جيڪي بدنيت ڪري ڀڄي ويا تن جي نيت تهڙي مراد جي مقولي وانگر بدنيت جو اٽ پلئه پيو. ڀارت ۾ وڃڻ کان پوءِ خوش ڪونه ٿيا. جيو وڃي ٿو ته هنن جون ملڪيتون مال ۽ لڄون مارواڙي ۽ پنجابي هندن جي هوس جي تيرن جو آماجگاه بڻجنديون رهيون آهن.

نيڌا ٻار چوندا آهن ته ڪانڌيري کي واءُ ڪٽي ويو تنهن ۾ منهنجو ڇا. ڇو اتي وڃي ڇا ٻيو ٿيا انهيءَ ۾ اسانجو نڪي اڇي نڪي وڃي.

هو هتي جون ماڙيون محلاتون ۽ جائدادون رڻ ڪري ڇڏي ويا. رڻو ڪرڻ وارن کي رنج رولڙا ۽ رانياڙ ۽ ريهون نصيب ٿينديون ٿي آهن. اي برخوردار توکي نصيحت ڪندي شايد مونکان ڪو ڪڙو ڳالهاءُ به غير شعوري طرح سان صادر ٿي ويو هجي. مٿان مونکان تو لاءِ سنگهاڻ مصري توريندي تڪڙ ۾ ڪو ڦٽڪي جو ٽڪر به تري توڙانهن آيو هجي ته انهيءَ کي برو نه ڀائيجان. مون نصيحت ڪئي آهي. مون حقيقت سمجهائي آهي. مون جٽ ٻاسٽ ڪانه ڪئي آهي. پر جيڪڏهن ڪو وڏو ڪئي ڪا جٽ ۽ زجر و توبيخ به ڪري ته نندي کي گهرجي ته ڪنڌ هيٺ ڪري ڪک هٽ ۾ ڪٽي انهيءَ سان زمين وٺي ڪوٺي. وڏي جون ڳالهيون هنيين سان وٺي هنڊائي.

سچ هي آهي ته توکي اجان کجهه گهڻون چوڻ ٿي چاهيم پر تمام کي ٿورا عرض ڪيا اٿم.

اند کی از غم دل گفتم و بس ترسیدم
که دل آزرده شوي ورنه سخن بسيارست

# دوزخ جو پٽ

ڪتاب - ـــــــــــــــــــــ صفحه ١٠٩ جي- ايس لکي ٿو
ته مسلمانن جو خدا (معاذ الله) ڊڪٽيٽر ۽ ظالم آهي جو اربها انسانن کي ملان جي شريعت نه مڃڻ جي ڏوهه ۾ دوزخ ۾ هڻندو يا عذاب ڏيندو. منڪر مردود جيڪڏهن رب العزت جل مجده لاءِ ظالم جو اکر ڪم نه آڻي ها ۽ پاڪ ذات ڏانهن ظلم جي ناپاڪ نسبت نه ڪري ها ته به سندس مقصد مناسب لفظن ۾ ادا ٿي سگهيو ٿي.

هن دهريي خبيث بارگاهه قدس ۾ گستاخي ڪري في الحقيقت پنهنجي سوال جو جواب پاڻ ڏنون آهي. سوال هي آهي ته دوزخ ۾ ڇو هڻندو؟

جواب- منڪري نه تو جهڙي دشمن ۽ منڪر ۽ گستاخ جي دوزخ ئي نهايت موزون ۽ مناسب هڏا آهي. پيو منڪري ته پٽ ماءُ جي هنج ۾ سونهي ٿو. دوزخ ڪيڏي نه دهشتناڪ هو پنهنجن ٻچڙن کي پنهنجي آتشين آغوش ۾ وٺڻ لاءِ بي تاب ۽ بيقرار آهي. هو پنهنجي اولاد جي فراق ۾ ٻجي ۽ پچري رهي آهي. دوزخ جا پٽ ۽ ڏيون جيڪي هن کان وڇڙي هن دنيا ۾ اچي رليا آهن ۽ پنهنجن اتي وارن تائن ۽ ٽاڪن تائين پهچڻ لاءِ ويڙائون ناهرائڻ جي ڪوشش ۾ همه تن مصروف رهن ٿا ۽ هنن جي پاسپورٽ ۾ خاص علامتن واري خاني جي خانه پري هنطرح ڪئي وڃي ٿي.

(هڪ) هو پنهنجي پالڻهار جي بي پايان احسانن عطائن ۽ گڻن گهائڻ کان نه وانجيل، حرمان نصيب هوندا آهن. پر خالق تعاليٰ جي وجود ۽ هئڻ کان به انڪاري ۽ چونڪ اصل ۾ انسان دياهن. في الحقيقت هو هڪ بدترين مخلوق ۽ دوزخ ۾ رهڻ جا هر طرح سان اهل ۽ لائق آهن ۽ هن دنيا ۾ هننکي ڪنهن خاص مصلحت سبب انسانن واري صورت ڏني وئي آهي. انهيءَ ڪري هو عام انساني قدرن جا به شديد مخالف هوندا آهن. هو

هن دنيا ۾ ڏي انسانيت جون حدون لوڙي بدترين جانور بڻجن
چاهين ٿا. اهي سوٽ پٽ پنهنجي ماءُ جا ٻه منڪر هوندا آهن.
چون ٿا ته اسين ڪيڙن ماڪوڙن جي پيٽ ۾ وينداسين
ماءُ جي پيٽ ۾ ته ......... انهيءَ نياڪي ماءُ جي اولاد جو
قاعدو ئي ايهو آهي ته پنهنجي ماءُ کي نه ڇيندا آهن. نه ڇجن
جي ڪري ماءُ کا هنکي ڇڏي ٻه ڏيندي ڇا؟ هوءَ پنهنجا ٻچا
سهڙي ٻاڻ وٽ ضرور سوڙها ڪندي. دوزخ جي ٻاهر ڇو ٿـي،
ڇا لاءِ ٿي. ڪافر ڇو پيدا ٿيا؟ جڏهن ته جيڪڏهن خدا گهري
ها ته ڪل انسان هدايت جي راه تي هجن ها. (القرآن)

سيدنا علي ڪرم الله وجه کان ڪنهن ماڻهون ايهو مسئلو دريافت ڪيو. فرمايائون ته: "بحر عميق فلا تلجه" هـي اونهون دريا آهي انهيءَ ۾ نه گهڙ. سائل وري ٻه ساڳيو سوال ورجايو. فرمايائون ته "طريق مظلم فلا تسلکه" اونداهي وارو گس آهي، انهيءَ تي نه هل. ٽي دفعي وري ٻـه جڏهن پڇڻ واري نرجائي ڪري پڇيو تڏهن ورائيائون ته "سر من اسرار الله فلا تفتشه" الله جي رازن مان هڪڙو راز آهي ايهو نه پڇ.

چونڪ ايهو تقدير جو مسئلو عوام جـي فهم کان بالاتر آهي. انهيءَ ڪري حضرت حيدر ڪرار (رضي الله تعالي عنه) ٻـ انهيءَ شاهد حقيقت کي بي نقاب نه فرمايو. مسلمان جـو صرف ايهو ايمان آهي ته رب مالڪ آهي، پنهنجي ملڪيت ۾ جهڙو به تصرف ڪري هنکي پورو حق آهي. کو ٿو ڇئي سگهي ته تو هيئن ڇو ڪيو. هيئن ڇو نه ڪيو؟

گل راچه مجال ست که پرسد ز گلال
کـز بهرچه سازي و چرامي شکني

ناهم جڏهن ته اڄڪلهه انهيءَ ترڪڻ ڙتان ساده لـوح ۽ اسلام جي حقيقت کان نا آشنائي محض ماڻهن کـي ٿيلهو ڏئـي اونهي اوڙاه ۾ اونڌي منهن ڪيرائڻ جي ڪوشش هلي رهي آهي. ۽ ڪوه ڇاڻان ڪيترهن ڀڙڻن کي هيستائين انهيءَ ڪن ۾ اڇهين

ٻوڙيو وڌو آهي. جن جي هرڻ هٿ اچڻ جي ڪا اميد ڪانهي.

مناسب نظر آيو ته آئون منهنجي ناقص رائي موجب انهيءَ مشڪل جو مناسب حل پيش ڪريان. منهنجي رائي موجب منهنجي رائي جو ڏيو مشڪواة نبوت جي انوار مان منور ٿيل آهي ورنه آئون ڪير ۽ منهنجي رائي ڇا. هڪ اهو ڏيهه جو ڏڌ (١) جيڪو ڏونري (٢) ڏينهن ۾ هنهين ٻيو هٿ هٿي. ٻرڪابه حقيقت جي هڙ موڙي هٿ ڪري نه سگهي. انهيءَ ڪي کهڙو حق آهي ته رب جي رازن کي هٿ جي ڏي ته ڏيکارڻ جي عام هٿي سگهي.

حقيقت هي آهي ته رب پاڪ حرارت ۽ گرمي ڪانسواءِ ٻه جاندار مخلوق ۽ ڪائنات جي ڪل نظام کي هلائڻ تي قادر آهي ٻر سندس عادت (قانون فطرت) ايهو آهي ته حرارت (گرمي) ني آهي جيڪا جاندارن (٣) کي رڳن ۾ دوران خون (رت جي گردش) کي قائم رکيو اچي ٿي. نه فقط جاندار ٻر نباتات جمادات وغيره جي زندگي جو مدار ٻه گرمي تي آهي. گرمي نه هجي ته ڪائنات مان زندگي ختم ٿي وڃي. رڳن ۾ رت ۽ وڻن ۽ ٻوٽن جي ريشن ۾ رس ڄمي ۽ سڪي ٻئي. انهيءَ گرمي لاءِ هن دنيا ۾ گرمي جو وڏو ذخيرو (سج) مهيا ڪيو ويو آهي، جو باوجود اندازاً ڏهه ڪروڙ ميل ٻري هئڻ جي هر شيءِ کي مطلوبه گرمي پهچائي ٿو.

ڪائنات جي هن نظام شمسي کي جيڪڏهن هڪڙو ڪرو تصور ڪجي ته سج کي انهي جو هيٽر چوڻ نامناسب نه ٿيندو. ايهو هيٽر نه هجي ته ڪائنات جي انهيءَ حصي جون ڪل نموپذير شيون انسان حيوان اوٻڙون ڪثرت برودت سبب منجمد ۽ يخبسته ٿي دائمي موت جي اونداهي آغوش ۾ گم ٿي وڃن. عالم آخرت چونڪ عالم ڪبير ۽ هن دنيا کان لکين ڪروڙين حصا وڏي

---

(١) اڻجاڻ (٢) اڇو ڏينهن (٣) جاندارن

ڪائنات آهي. انهيءَ ڪري لابحاله انهيءَ لاءِ سچ کان لکين حصا وڏو ۽ ڪروڙن اربن ميلن ۾ پکڙيل ڪري جو ذخيرو موجود هئڻ گهرجي. خالق تعالي جو قانون اهو آهي ته هرڪنهن ڪره ۾ ان ڪٿ جاندار مخلوق پيدا ڪري ٿو. مثلاً پاڻي ۾ وڏا ۽ ننڍا مڇ ۽ ٻوٽا ۽ انهيءَ کان پوءِ ننڍا جراثيم جيڪي سواءِ خوردبين جي انسان جي نظر درڪ ڪري نٿي سگهي. بيحد ۽ بيحساب آهن. اهڙي طرح سان هوا ۾ نظر ايندڙ ۽ نظر کان پوشيده جاندار مخلوق جو ڪو ڪاٿو ڪونهي. ساڳي طرح سان زمين ۾ به حشرات الارض جي ڪٿ ۽ ليکي جو سوال ئي ڪونه ٿو پيدا ٿئي.

جڏهن رب پاڪ هوا پاڻي خاڪ انهن ٽنهي ۾ بي انتها مخلوق خلق فرمائي آهي. اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته ڪروڙن اربن ميلن ۾ پکڙيل باهه جي ڪره ۾ قادر مطلق ڪابه جاندار شيءِ نه خلقي. جڏهن ته هيءَ ڪره بي جاندار شين جي بقا لاءِ الله الباقي جي صفت حيات جو متوجه هئڻ ضروري آهي ۽ انهيءَ ڪره جو نظر ايندڙ ۽ نظر نه ايندڙ جاندار مخلوق سان ڀرپور هئڻ رب جي صفت حيات جي توجه جو لازمي نتيجو آهي. هن دنيا ۾ اسين ڏسون ٿا ته سراسر زندگي ئي زندگي آهي. هوا جي هڪڙي هڪ انچ ۾ لکين زنده جراثيم آهن. رب جي صفت حيات جي متوجه هئڻ سبب جيئن هي دنيا سراسر زندگي بڻيل آهي.

ساڳي طرح سان آخروي عالم ڪائنات جو گرم ناري حصو به حي ۽ قيوم رب جي صفت حيات جي توجه سبب زندگي سان مالامال آهي ۽ لازمي طرح سان هئڻ گهرجي. جيئن ۾ انسان، جن، نانگ، بلائون، ٻڌون، ٿوهر جا وڻ، پاڻي جا ذخيرا وغيره زندگي جا دلائل آهن. انهيءَ طولاني تمهيد جو ماحصل هي ته عالم آخرت جي جاندار مخلوق جي ڪل قسمن ۽ نباتات جي بقا لاءِ ڪروڙن اربن ميلن ۾ پکڙيل باهه جو موجود هئڻ ضروري ۽ انهي باهه واري دنيا ۾ جاندار مخلوق جو وجود لازمي آهي.

لازمي جو اکر عادت الاهي ۽ قانون قدرت جي الل هئق
جي مدنظر چئي رهيا آهيون. ورنہ الله الصمد رب تي جيڪو غني
عن العالمين ۽ فعال لما بريد ۽ لايسئل عما يفعل آهي. انهيءَ تي
ڪابہ ڳالھ لازم ناهي.

هو بيشڪ مسبب الاسباب آهي. پر اسباب ۽ ذريعن کان
سواءِ بہ سڀ ڪجھ ڪرڻ تي قادر آهي. هو دنيوي ۽ اخروي
زندگيون سواءِ بيروني گرمي بلڪ سواءِ اندروني طبعي گرمي ۽
حرارت غريزي جي بہ هلائي ۽ باقي رکي سگھي ٿو.

حڪيم مطلق اخروي ڪائنات جي ناري حصي ۾ اهڙي
جاندار مخلوق خلق فرمائي جا هر طرح سان باھ ۾ رهڻ جي
اهل هجي، جنهن ۾ باھ جي ساڙيندڙ ڏکوئيندڙ ۽ اشدو ابقي عذاب
جي برداشت جي پوري پوري طاقت هجي. جيڪي باھ ۾ ملن
گھمن ڦرن، کائين پيئن، باھ ۾ ڳالهائين ٻولائين.

ايترو ضرور آهي تہ انهيءَ باھ واري مخلوق کي هن دنيا
۾ انسان کري پيدا ڪيو ويو. اگرچہ هن دنيا وارو موجوده
ضعيف البنيان ڪمزور اڻ سهندل ۽ نازڪ مزاج انسان پنهنجي
انهيءَ صورت هيئت ۽ طبيعت سان دوزخ ۾ نہ ويندو. هن کي دوزخ
۾ رهڻ جو اهل ۽ هڪ وڏي جبل جيترو قد ۽ بدن ۽ اتي رهڻ
جي لائق شڪل ۽ صورت ڏئي ايتريقدر تہ سخت جان بنائي
دوزخ ۾ موڪليو ويندو جو هميشہ دوزخ ۾ گھڙيون گھاري.
پر نہ مري نہ گهري نہ اپرو ٿئي. هو دوزخ جو ٿهڪندڙ پاڻي
اٺ وانگر هڪڙي ساهي ۾ مٽن جا مٽ پي ويندو. ٿوهرن جي
وڻن مان پيٽ ڀري کائيندو. هن جي فطرت ڪتي وانگر ايڏي
تہ ذليل ٿي ويندي جو ڦٽن جو گند ۽ ڦٽن جي ٽوپ جو پاڻي
چٽڻ ۽ پيڻ هن جو مها مرڪ هوندو.

هي دنيا پيدا ٿي انهيءَ لاءِ ٿي آهي تہ سڀڪنهن جي
پسوري(۱) پڌري ٿئي. سڀڪنهن جي فطرت پوءِ اوها ذليل ڪان

(۱) عادت

ذليل هجي يا بلند کان بلند، پوري طرح سان ظاهر ٿئي، گويا جيئن سمجهيو وڃي ٿو ته آخرت دنيا جي جزا ۽ سزا لاءِ تمهيد طور پيدا ٿيل آهي. تيئن ناهي، بلڪ اصل شيءِ آخرت واري عظيم صداقت آهي.

هي عارضي ۽ نقلي دنيا اصل دنيا جي درجن حاصل ڪرڻ لاءِ بطور هڪ امتحان گاهه جي معرض وجود ۾ آندي وئي آهي. ۽ جيئن هن دنيا ۾ عزت ۽ ذلت عيش ۽ عذاب، ڏک ۽ سک جي لحاظ سان هزارين درجا آهن. تيئن آخرت واري دنيا ۾ به عزت ۽ ذلت، عيش ۽ عذاب جي لحاظ سان هزارين درجا آهن ۽ ڪهڙو ماڻهون ڪهڙي درجي ۾ هئڻ گهرجي. ڪهڙو ماڻهون ڪهڙي درجي جو لائق ۽ اهل آهي. اهو رب پاڪ پاڻ بهتر ڄاڻي ٿو. جيڪو فطرتن جو پاڻ خالق آهي. انهيءَ کان وڌيڪ فطرتن جي ڄاڻ ٻي ڪنهنکي ٿي سگهي ٿي.

پر جيئن ته انسان هڪ جهڳڙالو قوم آهي. درجن جي تقسيم وقت هو خوامخواه رڙيون ڪن ها ته ٻين کي مون کان مٿاهون درجو ڇو مليو؟ هو مون کان وڌيڪ انهيءَ درجي جو اهل لائق ڇو ثابت ڪيو ويو؟ مون ۾ انهيءَ کان پڻ وڌيڪ صلاحيتون ۽ چڱايون موجود آهن. پوءِ مون کي ابدي عذاب ۾ ڇو مبتلا ڪيو ويو، انهيءَ لاءِ نهايت ضروري هو ته اڳ ۾ هڪڙي ٻي دنيا پيدا ڪئي وڃي، جنهن ۾ هر هڪ انسان کي هڪڙي حد تائين (بين الجبر والاختيار) آزادي ميسر هجي ۽ هنکي عقل ۽ وقت ڏنون وڃي ۽ پاڪ پيغمبرن سڀي رستي چڱائي ۽ بڇڙائي جا روز روشن وانگر هن جي اڳيان ظاهر ڪيون وڃن ته پلي سيڪو پنهنجو پاڻ پترو ڪري ۽ جيڪا هن ۾ لياقت آهي سا ظاهر ٿئي ۽ هو پنهنجي اعمال ۽ اطوار سان پنهنجي لاءِ درجو ۽ مقام گوياڪ پاڻ ئي مقرر ڪري ۽ درجن جي تقسيم وقت هن جي اپها حجت ۽ هائي گهوڙا نه هلي سگهي ته آئون انهيءَ درجه جو لائق ناهيان يا مونکي هيڏو ذليل مقام ۽ هيڏي عذاب واري جاءِ ڇو ملي؟

الحاصل تہ هي دنيا آخرت جي نتيجي طور پيدا ٿي آهي.
ورنہ هي دنيا ڪا اصلي شيءِ ناهي. اصلي شيءِ آخرت واري عظيم
ڪائنات آهي. جنهن ۾ هر هڪ کي پنهنجي استعداد صلاحيت ۽
لياقت مطابق مقام هٿ ڪرڻو آهي. رب پنهنجي فضل سان
هيٺاهين کان مٿاهون تہ تمام گهڻي خلق کي آڻيندو. پر مٿاهين
کي هيٺ هرگز نہ ڪندو جا ڳالهہ آئين عدل ۽ قانون انصاف
جي خلاف آهي.

## فرق مراتب ڇو؟

رب پاڪ عالم آخرت ۾ ايڏا وڏا فرق ڇو پيدا ڪيا؟
جواب- هي تہ هن دنيا ۾ ايڏا فرق ڇو پيدا ڪيائين.
مڪڙو ماڻهو دادو جي شمالي حصي يا جيڪب آباد ۽ سبي جي
ڪنهن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. جتي جي گرمي اکيون ڏئي ٿي ڦولاري.
جتي جي لڪ اهڙي تہ تانگهي جو ڏينهن تہ ڏينهن پر رات جو بہ
جهڙيون ڪرباهہ جون جريون منهن پيون لوسائين. اتي جي باشندن
کان بسا اوقات هي روايت بہ ٻڌڻ ۾ آئي آهي تہ بعضي بعضي
لڪ ايڏي تہ شدت اختيار ڪري ٿي جو ٻنپهرن جي وقت پکي
وڻ تان موڏانهن اڏامون، هوڏانهن لهسجي پٽ تي ڪرن ۽ جان
وڃي ڏس تہ ساهہ نڪو ٿهي نڪو جڙي:
انهن علائقن ۾ ڪڏهن ڪو وڃي ليو آهي تہ ماني ڪائي
ڪير. پاڻي جا دلا اوت اوتان. رات جو اکيون ڪنهن وره جي
وادوڙيل (۱) ۽ وڇڙيل جي اکين وانگر ننڊ لاءِ سڪندي سڪندي
ڏينهن اوبارين. گرمي جي لوچ پوچ ۾ سمهي ڪير. رات جو
مڇرن جو عذاب انهيءَ کان سواءِ. مڇر ٽولها مٿارا جهڙا ڪر
ايس جي جا ڇيراءِ اسپرٽ يا ٽنڪچر آيوڊين جي مکڻ کان سواءِ
انجڪشنن جي وارو وار. رات ۾ سوين سيون لڳيو وڃن. سين
لڳائڻ ۾ اهڙا چست ۽ چالاڪ جو جهڙن تهڙن ڊاڪٽرن جي
هنن سان دال ئي نہ ڳري، اصلي جهڙا ڪر ايم بي بي ايس جا

(۱) وڏيل

امتحان فرسٽ ۾ پاس ڪري آيا هجن. صبح جو ڏس ته منهن ۽ هٿ پير سڄا ٻرڻ ٻرڻ. جهڙا ڪر منهن ۽ بدن تي هنبسيا نڪتا هجن.

ڏينهن جو پاڻ آرام فرمائين ۽ ايذاءُ پهچائڻ جي چارج پنهنجين گهر وارين يعني مکين جي حوالي ڪن. اهڙا ڪاري زناني پوليس تي شرمائي ۾ پنهنجن مڙسن (مڇرن) کان به اتر لهڻي. نه حيا نه شرم، نه لڄ نه ليهه، ويهي ڏارين نامحرم مردن جي منهن تي چمڙ چنڊ ۽ چڪن پائڻ ۾ پوريون. وري هنن جا مڙس مڇر صاحبان به جهڙا ڪر ترقي پسند اديب. مٿان ننڍ سان ڪنهن ڪنهن وقت اکيون کولي پنهنجين بيگمن جون اهڙي حرامزادي وارين حرڪتون ڏسي پسي ٽرڻ پيا.

الحاصل ته ڏينهن جو اهڙي ڪارين بدشڪلين سوڳ جهڙيون سڄو ڏينهن منهن پيون پٽين. هڪڙو هٿ ته نه ڪار جي نموني منهن تي قرندو ئي رهي ته ٻيو نڪ ۽ وات ۾ ٽيون گهڙن. انهيءَ علائقي جو اهو ماڻهون مسڪين به آهي. قرضي به آهي. هڪڙي بک پيون قرضخواهن جون دهشتون ۽ دهمان. انهي سان گڏ بيمار به آهي. پر ڪمائي ٿلو ته پاڻ ۽ سندس ٻچا بک تا مرن. مرندي جهرندي محنت ۽ مزدوري جي مصيبت ڪي به ڪيس منهن ڏيئون پوي ٿو. غمن ۾ غلطان، مصيبتن ۾ حيران پريشان. بي انتها گرمي مڇر مکيون بک بيماري سخت پورهيو قرضخواهن جا دڙڪا ذلتون آفتون مصيبتون سڀ سنڌ تي ڏنب ڏئي رهيون آهن.

جيئن ٻـه پيرا پرن تيئن پـر اڳارن
هڪڙا ڪوريءَ ڪاتيا ٻيا دوڏي منجهه ڏکن
پاڻان لهارن ميڙي رکيا مـچ تـي (شاه)

هڪ طرف انهيءَ ماڻهونءَ جا جسماني ۽ روحاني گوناگون عذاب ۽ اذيتون خيال ۾ رکو. ٻي طرف سئٽزرلينڊ جي هڪ ارب پتي ۽ تندرست نوجوان کي ڏسو. جنهنکي بهترين ملڪ تڏا

ٻاڻي خنڪ هوائون گلن ڦلن ۽ وڻن جا نظر فريب مناظر قسمان قسم ميوا لذيذ ترين کاڌا. انتهائي خوبصورت ۽ سراپا تسليم نوجوان خادمائون سربڪف موجود. رقص ۽ سرود جون محفلون هر وقت گرم. سير ۽ تفريح لاءِ مورن جهڙيون محو خرام موٽرون منتظر فرمان. سچو ڏينهن دوستن جون مجلسون، رهائيون خوش مزاجيون چرچا ڀڀچنا عزتون مان شان اطمينان خاطر جمعي، تن جي فراواني. ڪٿي جو من جي دل تي ڪڏهن ڀاڃولو به ڪونه پيو. ڪامگاريون ڪامرانيون ۽ اوهي نعمتون جن جي حد نه حساب.

هاڻي ٻهرين قسم جي ماڻهون ۽ هن ٻي قسم جي ماڻهون جي ڀاڻ ۾ ڀيٽ ڪريو. هن ۽ هن جي وچ ۾ هزارن درجن جو فرق آهي يا نه آهي؟ ۽ آهي ته ايهين ڇو ٿيو. رب پاڪ ايهين ڇو ڪيو؟ هن ٻهرين قسم جي ۽ ٻي قسم جي ماڻهون ۾ ڏهريو هزارن درجن جو فرق اکين سان ڏسي رهيو آهي، پر آخرت جي فرق مراتب لاءِ چوي ٿو ته ايهين ڪيئن هوندو؟

اڙي ايهين هوندو جيئن هتي آهي. البته هتي جو عيش به ناقص. هتي جو عذاب به ناقص. آخرت جو عيش به ايترو بيقدر بيحدو حساب. جو هن دنيا جو ماڻهون انهيءَ جو تصور به ڪو ڪري سگهي. ۽ آخرت جو عذاب به ايڏو اٿاهه ۽ اڻ ڪٿ جو انهيءَ کي انهن عذابن لاءِ موزون ۽ اهل بنايل ماڻهون ئي برداشت ڪري سگهندو. جن ملڪن ۾ جبلن تي اٺ مهينا برف رهي ٿي. سردي جي ايڏي شدت جو ماڻهون اتي هڪ ڪلاڪ به زنده رهي نه سگهي.

اتي قاقم سمور سنجاب پشڪ وغيره جانور پوري چمار پيا گذارين ۽ انهي سيءَ جي موتمار مصيبت ۾ هنن جا وهاڻ واڏاٺان نرن مادين جون ڀاڻ ۾ مسرت بخش محفلون ۽ لڪ لڪوٽي جون رانديون هلنديون ٿي رهن ٿيون. هنن کي رب پاڪ اتي خلقيو آهي ته هنن کي اوتري قوت برداشت به عطا ڪري ڇڏي اٿس. هنن جي کل ٿرماس وانگر اهڙي ڪاڪولڊ پردف بنايل آهي، جنهن تي هڪ منٽ ۾ ٿهڪندل چانهن کي ڄمائي برف جو

ٿنا ۾ مشغول هوندا ۽ انهيءَ مخلوقات جي وچ ۾ حق ۽ انصاف مطابق فيصلو ڪيو ويندو، ۽ چيو ويندو ته ڪل تعريفون الله کي جڳائين ٿيون جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي. (قرآن)

يعني فيصلو ايترقدر مناسب ۽ حق ۽ انصاف تي مبني هوندو جو وهوام تي ويندي، ته فقط بهشتي بلڪ ڪل انسان ۽ ڪل مخلوق جي واٺان واه واه جا آواز بلند ٿي ويندا ۽ سڀڪنهن کي پنهنجي اهليت ۽ لياقت مطابق جايون ملنديون. دوزخين کي جڏهن سندن اصلي صورتون، شڪليون بت بدن ملندا. تڏهن اوهي خود دوزخي به چوندا ته دوزخ سندن فطرت جي عين مطابق ۽ سندن بود و باش لاءِ هر طرح سان لائق ۽ موزون جاءِ آهي.

هو بهشت جا واقعي لائق ناهن. گند ڪچرو باهه ۾ ساڙيو آهي. باغن ۽ محلاتن ۾ اڇلائي انهن کي ڪٿنون ڪونه ڪجو ويندو آهي. ان ۽ گوشت ساڳيو پر تازي تيار ٿيل طعام جي صورت ۾ دسترخوان ۽ ميز تي اهڙي روح رسڪائيندڙ انداز ۾ رکيل. جو ملان ته ملان پر مسترن ۽ منسترن کي ڏسڻ سان وڏيون وڏيون ٽڪون ڳڙڪائيون پون ۽ جڏهن خراب صورت اختيار ڪري پنبان نڪري تڏهن ڪاڪوس ۽ ڪموٽ ۾ ڪريهه منظر پيش ڪري.

# مسئلہ ارتقا

دنيا پاڻهي ٿي. ڪو ذرڙو مادو هو جو ڪروڙين سال وڌندو وڌندو وڃي هن حد کي پهتو. انسان هڪ جيوڙو هو، جو لکين سال وڌندي رهيو. نيٺ باندر ٿيو. باندر ترقي ڪري ترقي پسند انسان بڻجي ويو. هڪڙي واهيات ڳالهه هڪڙي لغو ۽ لايعني دعويٰ.

ڪوهه چاٺان کهڙي خرمغز هڪڙو تت ڪٿي ڏنون جنهن تي ززز ززز ززز ته انهي تي گمراهن جا ڪئين ڪتڪ ڪنا ٿي ويا. هن جي ڪني ڏپ مان سينٽ جهڙي سرهاڻ محسوس ڪرڻ لڳا.

هن جي منحوس ۽ مڪروه آواز جي اڳيان جيئن ٽانگ مرليءَ جي آواز تي ڦڻ ڪڍي ڪنڌ ڌوڻيندو آهي، تيئن جهومڻ لڳا ۽ ڦڻ ڪڍي ويٺا.

مڪڙي انتهائي نامعقول ڳالهه جيڪا عقل جي ڪسوٽيءَ تي سراسر ڪوڙ ثابت ٿي رهي آهي. انهيءَ کي هنن جون يرقان سبب ميڏيون ٿيل اکيون جنکي سيڪا شيءِ هيڏي پڻي نظر اچي. جن سي انهيءَ ڪوڙي ڪاري ڪٿ کي سون پيون سمجهن. انهيءَ کي لانگ ڳالهين کي عقل مڃڻ لاءِ تيار ئي ڪونهي. مغز کي بحس انگو (۱) جي چرٻي ڏاتوري جو ٻوڙهو ڪارائي ڪري زوري مڃايو پيو وڃي.

## لانگ اڳو

لانگ اڳو واقعي چرٻي ڏاتوري جو ڏينون آهي. جنهن جي ذريعي گمراهن کي پنهنجي هر نامعقول ناشدني ناممڪن اڻ ٿيڻي قانون فطرت جي سراسر خلاف، ميزان عقل تي اڻ پوري ڳالهه مڃائڻ جو ٻهانون هٿ اچي ويو آهي. مثال قلب ماهيت يا جنس جو بدلجي وڃڻ سارين جي ٻج مان ڪڻڪ جو پيدا ٿيڻ. ٻير جي ڇيڄڪن مان انب اپڙڻ. ماڻهون جو ڦري ڳڏه يا اٺ ٿي وڃڻ، يا باندر جو انسان بنجڻ. ڇمبو ته ايهين ته ٿي نٿو سگهي ته جهٽ چوندا ته لانگ اڳو يعني ڏهه لک يا ڏه ڪروڙ سال اڳ ايهين هو،

اڙي پٽيا قانون فطرت ته اهو ئي ساڳيو آهي جيڪو ازل کان ابد تائين هڪ جهڙو ڪارفرما رهيو آهي. ڏهه لک ۽ ڏهه ڪروڙ سال ڇوٽا ڇمو؟ وات جي ٻلاءِ کي گيهه جو ڪهڙو سرفو. ڏهه، ارب ۽ ڏهه پدم سال ڇمو. قانون ساڳيو جو ساڳيو رهندو. ايهين ٿي نٿو سگهي ته ڏهه لک سال اڳ ڪائنات جي ڪابه حقيقت ڪانه هئي. ٺلهيون شعبده بازيون هيون جو ڪڏهن

(۱) گهڻو اڳي

جيوڙن مان باندر تي ٿيا، ڪڏهن باندرن مان انسان. جو موجوده ترقي پسند گروهه عالم وجود ۾ تي آيو. اول ته گذريل وقت جي پيمائش جو ڪو به اوزار نه ٿيو آهي ۽ نه ٿي به سگهي ٿو. ڪو پوڪ ۽ پوتاڙيل بوزان باڪي سڏائي سائنسدان. هئي ڏٺا ۽ دليان بنائي ڪو ڪوڙ جو داستان. ته انهي ۾ ڪي جهلي پلي ٿئو سگهي ڪو انسان. پلي ملائي پنهنجا وهم ۽ گمان. پر اي دوست مهربان. دعويٰ لاءِ گهرجي دليل ۽ برهان. دليل ئي آهي سچ ۽ ڪوڙ جي پرک ۽ امتحان. سواءِ ثبوت جي ڳالهائين ٿو ته ڪر آهين سگهن پڳل ۽ پچ وڃيل پڻ تنگن وارو حيوان. بي دليل دعويٰ تي ٿئو ڏئي سگهي ڏيان. اوهو ٿيو سرسام واري جي وقل وانگر بي معنيٰ بيان.

حقيقت: ڪري انسان جڏهن الله کي ڇڏيو ته الله به هنن جي اهڙي مت ماري ڇڏي جو باوجود عقل جي ايها رڱبيو ۽ راڪيٽ ٺاهڻ واري قوم گمراهي جي گرڻ (١) ۾ عجيب غريب طرح سان ڏاڦوڙا هڻڻ شروع ڪري ڏنان ۽ اهڙيون اهڙيون نامعقول ڳالهيون ڪرڻ لڳا جن جو نڪو آنڌ نڪو ٻنڌ. ماڻهون نه پيو سمجهي ته هي ڳالهه ڪو سڌ ٻڌ وارو انسان ڪري رهيو آهي.

# عيد ماچباڻي

ننڍپڻ ۾ ماني عيد ماچباڻي اسانکي ٻڌائيندي هئي ته ابا چنڊ سج ۽ چاهو (پيپاهو) ايهي تيئي ڀاڻ ۾ ڀائر هئا. ڀوءِ چاهي چيو سج کي سچ. سچ کي لڳي ڏکي. تنهن وني جو ڏنون چاهي کي ڏڪو ته چاهو اچي هيٺ ڪريو ڪنڊن جي واڙ ۾. اوهو ڏسو اڃا تائين چاهي جو سچوبت ڪندا ڪندا آهن. چنڊ سج کي چيو ته ادا پنهنجي ڀاءُ کي تو چو ڪيرائي ڇڏيو؟ چاهي چنڊ کي دعا ڪئي ته خدا ڪندو ته سدائين چاڻو ۾ پيو هلندين. سو

(١) ڏيڻ

بـرڙ (۱) ۾ ٻير هٿيو بيٺا آهن، انهن مان ڪجهه سو جا ڪجهه حضرت آدم عليه السلام کـان اڄ تائين ست هزار سال جي تواريخ معلوم آهي. پهريائين انهي وچ ۾ ڪم از ڪم ڪو هڪڙو باندر انسان بڻيو. انسان نه ته به ڪو گڏهه بڻيو، جيڪو بلحاظ جسامت جي انسان کي قريب تر آهي. با ڪو نور انهن ستن هزارن سالن ۾ ترقي ڪري وڏي بـڱوڙ بڻيو؟ يا ڪو ات هاٿي ٿيو؟ با جيڪڏهن اڄڪلهه سچ جي ٻيش روبزوال آهي. ۽ هاڻي ترقي معڪوس يعني تنزل جو دور آهـي. چنانچه انسان جيئن پوءِ تيئن قد ۽ جسامت جي لحاظ سان گهٽ ۾ گهٽ ٿيندا ٿا وڃن.

اگرچه اچائي ۽ بدمعاشي ۾ ويرا وير وڌ آهن. ته پوءِ پهريان انهن ستن هزارن سالن ۾ ڪو انسان ترقي معڪوس يعني تنزل ڪندي گڏهه ٿي پيو يا ڪو ڏڳو ڪهڙو بڻيو؟ موئن جي دڙي سان پنج هزار سال اڳ جا بوتا نڪتا آهن. ڏڳو ساڳيو اڄوڪو ڏڳو آهي نه هن جا ٿي پچ آهن نه هن جون پنج اکيون آهـن. پنج هزار اڳ جـو انسان شڪل ۽ صورت ۾ ساڳيو اڄوڪو انسان آهي.

الحاصل ته قانون فطرت ۾ ڪوبه تغير ۽ تبدل نـه ٿيو آهي نه ٿيندو. پنهنجي زعم باطل ۾ هڪ بي خود ساخته دنيا متصور ڪري انهي ۾ جا ڪو ماڻهون ويهي نوان نيارا قانون مرتب ڪري ته اوهو خارج از بحث آهي. ڳالهائيو آهي ماڻهون ۾ سان. گڏهه پاڻي پيو هينگون ڪري. انهي ۾ سان ڳالهائڻ جو ڪم ڪونهي.

اي حماقت بنيان، اي سفاهت نشان، اي حماريت اقتران، اي نسان نما حيوان. ڏهه ڪروڙ سال پوئتي ڇو ٿو وڃين، ناهه (عدم) ۾ نجهرا ڇو ٿو اڏين؟ ڇو ٿو اونداهين ۾ ڦانڊا (۲) ڪائين؟ ڇو ٿو گڏهپائي جون ڳالهيون ڪري پنهنجي انسانيت کي ٽڪو لائين؟ ڇو ٿو عقل جو ڏيوالو ڪڍين؟ پنهنجي پالڻهار کي مڃ ۽ هڪ صحيح حقيقت ۽ نهندڙ نهڪندڙ سونهندڙ سينبائيندڙ ڳالهه

(۱) نرم زمين (۲) هٿوراڙيون ڏيڻ

ڪر نہ ڏهن ڪروڙن سالن جو ڪو بہ ضرور ناهي. مٽي ۽ پاڻي
مان پاڪ پروردگار ان خلقيو. ان مان هضم ٿيڻ بعد رت ٺهيو.
رت مان مني جا ڦڙا جڙي راس ٿيا. انهن ڦڙن جو ڪو هزارون
حصو يعني هزارن جيوڙن مان مرد جو هڪڙو جيوڙو رحم جي
پول پلاڻ ۾ اگهڙ ونگڙ رستن تي پوڙي عورت جي ڪنهن
هڪڙي جيوڙي سان "تو من شدم من تو شدي" ٻنجي هڪ ٿـي
ويو ۽ صرف نو مهينا ڇهہ ڏينهن چار ڪلاڪ جي ذرڙي مدت ۾
قادر قدير جي قدرت ماءُ جي رحم ۾ هنکي سونهن وارو، سگهہ وارو
سوڀ وارو، ساڃاهہ وارو، امل ماڻڪ جهڙو انسان بنائي پرده خفا مان
ڪڍي منصہ شهودتي آڻي عالم ۽ عالم وارن کي پنهنجي ڪمال
قدرت جو ڪرشمون ڏيکاريو.

هنن خرمغزن جيڪو تخيل قائم ڪيو آهي تہ ڏہ ڪروڙ
سال اڳ هڪ جيوڙو هو جو ترقي جون ناگفتہ ۽ نامعقول منزلون
طئي ڪندي ڪندي انسان بڻيو. سي انڌا ايهو نٿا ڏسن تہ صرف
نون مهينن ۾ هڪ اهڙو جيوڙو جنهنکي خوردبين جي مدد کان
سواءِ ڏسي نٿو سگهجي، سو انسان بنجي وڃي ٿو.

حمل جي مدت نون مهينن مان تقريباً هر مهني جون
ڪهاڻيون ڏاڍيون ڏسن ٿيون. ڪنهن بہ مهيني جي ڪنهن بہ ڪهائي
جو ٻار نہ ڪنو آهي نہ سانڊو نہ نور نہ ڍولڙو نہ باندر. چاليهن
ڏينهن جو ڪريو تہ بہ انسان ۽ انساني سارون جون ڪل علامتون
منجهس موجود. اهڙي طرح سان ٿي ٤-٥-٦-٧ مهيني جو ڪريل ٻار
بہ انسان ٿي انسان. جڏهن نون مهينن اندر ڀرين ننڍو پوءِ ڪجهہ
وڏو پوءِ اڃان وڏو پوءِ مڪمل انسان جي صورت ۾ ٻار رب پاڪ
تو ڪي ڏيکاري رهيو آهي. ۽ ڪنهن بہ منزل تي جنس بدلجي
نٿي. پوءِ بہ ايهين چوڻ تہ انسان براہ راست نهي نٿي سگهيو.
ڪيترين ٿي جنسن مان بدلبو بدلبو نبٺ ماڻهون ٿيو آهي. ايها
ڪيتري قدر نہ گڏهپائي ۽ حماقت جي ڳالهہ آهي. جڏهن هروقت
ايهو ڏسي رهيا آهن. پوءِ ڪهڙي گتي پٽي اٿن جو لوڪڙ جي
پچ کان ڏکهي ۽ سينسار جي ڇنهب کان وڌيڪ انگهن واري

ادنگي ڳالهه ناهي ٻانگي ذليل ۽ بيوقوف ثابت ڪري رهيا آهن.

چوندا آهن ته تر جي ڪٿي سؤ چوٽون کائي. هڪ خدا کي ڇڏڻ سبب انسان ڪيڏو نه خطا تي ويو آهي جو بيهودي ٻڪواس ڪندي شرم نٿو محسوس ڪري. پر ياد رک رب پاڪ انسان جي پاڻي مان انسان ٿو خلقي. ٻولڙي ۽ باندر جي پاڻي مان ٻولڙو ۽ باندر. ايها عادت الاهي آهي. جنهن ۾ هرگز ڦيرگهير نٿو ٿي سگهي. ايهو قانون فطرت آهي.

تون جيڪو ڪيترين هزار سال اڳ جي پنهنجي ڏاڏي کي باندر ۽ پنهنجي ڏاڏيءَ کي باندرياڻي چوين ٿو. ايها هتن مسڪينن کي خوامخواهه گار ٿو ڏين. ڪپوت. نياڳا ۽ چوڪ جندا پنهنجي ماڻتن کي گاريون نه ڏياريندا ته ٻيو ڇا ڪندا. ٻڙيءَ ٻڌا ڪميڻان پنهنجي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ کي گاريون نه ڏي، شرم ڪر. خوار ٿئين. پاڻ تي ماڻهون ٿو کلائين. ڇو اڇي ڪتربو آهين. تنهنجو عقل ويو ڪيڏانهن آهي. ڀلا جيڪڏهن تون چوندين ته منهنجو ڏاڏو ۽ ڏاڏي باندرياڻي هئا. ته ماڻهن جي هڙان ڇا ويو. هو ڪٿي چوندا ته هائو بيشڪ هئا. پوءِ ڀلا تنهنجي منهن تي دانگي ڦري يا نه ڦري.

تڏي دماغ سان انهيءَ ڳالهه کي سوچ. عقل کان ڪم
وٺ. جيڪڏهن خدا جو خلقيل چوندي تو کي پرو ٿو وڻي. ته پوءِ
ايهين چئو ته روس ۽ آمريڪا جي فيڪٽرين مان ٺهي آيا آهيون.
پاڻ لاءِ ڪتن ٻلن جو نسل ثابت ڪرڻ انهيءَ کان ايهو صدبار
بهتر ٿيندو. اڄڪلهه سائنس جو خوب ڏاڪو ڄميل آهي. ايها
ڳالهه وسهندو به سهڪو. جاپان به فخر ايشيا آهي. وڏي ڳالهه
آهي. ڪي وري ڪٿي ايهين به چون ته اسانکي جاپان جي جوڙڻهار
جوڙيو آهي.

ايهين به چئي سگهو ٿا ته موٽر ٺاهڻ وارن ڪارخانن ۾
ٺهيا آهيون، ٽوئيٽا فورڊ وغيره ايهي اسانجا ڀائر ۽ شورليٽ ۽
مرسيڊيز اسانجون همشيرائون آهن. بسون ماسيون ۽ ٽرڪون

بادشاهه ۽ حاضرين ۽ دهرين دير جو سبب دريافت ڪيو. فرمايائون ته ٻيڙي جي انتظار ۾ دريا تي ويٺس. ٻيڙي ڪانه هئي. اوچتو ڏٺم ته مختلف هوائن سبب دريا ۾ وهندڙ ڪاٺيون ۽ تختا پاڻ ۾ گڏجي فٽ ٿيندا ويا. تانجو عالي شان ٻيڙي ٺهي راس ٿي. ڪپاهه ۽ پشم هوائن تي اڏامندي مختلف هوائن جي ٽڪرن سبب پاڻ ۾ گڏجندي اچندي وئي. تانجو گاهه ۽ غاليچا تيار ٿي ويا. ۽ هوائن تي ڪجهه ٻيڙي ۾ وڇائجي ويا. ٻيڙي ملاحن واري ڪان سواءِ هوا تي هلي پاڻهي اچي منهنجي پيرسان بيٺي. جڏهن ويٺس اندر ڦسڻ ڦسڻ جا ڪاڪا تيار هئا. سڀني تي ميوا رکيل هئا. ايهو سڀ ڪجهه اتفاقي حادثه طور ازخود ٿي پيو. ملاحن واري ڪان سواءِ ٻيڙي ازخود هلي اچي مونکي دريا جي هن پاسي پهچايو. بس پوءِ مون دير ٿي ڪانه ڪئي آهي. ايهين هلو پيو اچان.

دهرين رڙ ڪري چيو ته ڏسو هي صفا ڪوڙ پيو ڪري. ٻيڙي جو ازخود تيار ٿي وڃڻ ۽ سواءِ هلائڻ واري جي هلڻ عقل قبول نٿو ڪري. ايهو ناممڪن آهي، ناشدني آهي. ايهين ٿي نٿو سگهي ته سواءِ ٺاهيندڙ جي ٻيڙي ٺهي ۽ سواءِ هلائيندڙ جي هلي.

حضرت امام اعظم صاحب فرمايو ته جيڪڏهن هڪ معمولي ٻيڙي سواءِ ٺاهيندڙ جي ٺهي نٿي سگهي، ۽ سواءِ هلائيندڙ جي هلي نٿي سگهي، ته پوءِ هي هيڏي ڪائنات سواءِ ٺاهيندڙ جي ڪيئن ٺهي؟ سواءِ هلائيندڙ جي ڪيئن پئي هلي.

دهرين ڪميونسٽن جي ٻوٿ تي ٻنجو اچي ويو. لاجواب ٿي چانئر واري ڪڪڙ جهڙو ڦڪو ۽ ڦلهو منهن ڪئي تان تان ڪندا رمندا رهيا.

## تخليق ۽ تڪوين

جيڪڏهن ڪو ڪاريگر رڳو لوهه ڪاٺ ۽ ٻيون شيون گڏ ڪري موٽر ٺو ٺاهي. يا ڪو حڪيم گائو زبان مشڪ عنبر زهر مهرو جواهرات وغيره اجزا مان هڪ بهترين معجون يا جواهر

مهرو ناهي تو، اهڙي طرح سان انساني ڪابه ساخت تنهن کي تخليق يا تڪوين نه چئبو. اوها ئي صنعت يعني قدرت جي ناهيل شين کي ڀاڱن ۾ گڏي انهيءَ مان ڪا بهترين ۽ ڪارآمد صنعت ايجاد ڪرڻ.

انساني صنعتن جو دائرو وسيع آهي ۽ اڄڪلهه ته انسان اوهي عجائبات ايجاد ڪيا آهن، جن کي ڏسندي بي اختيار واهه واهه جي صدا بلند ٿيو وڃي. اول ته ايهي ڪمالات ڪنهن جا؟ ايهو ڪمال به قادر قدير جي قدرت ڪامله جو جنهن انسان جو دماغ اهڙو اعليٰ خلقيو. جو مهڙا محيرالعقول ڪارناما ڏيکاري رهيو آهي. هڪ انجڻ ريل جا ستر گاڏا ڪاهيندي نڪري هلي، رهي آهي سمجهدار ماڻهون ايهين ڪونه چوندو ته واهه ڙي انجڻ واهه تو ته حد ڪري ڇڏي. عقل وارو انسان چوندو ته جس هجي انهي انجڻ ناهڻ واري کي. شد (۱) رحمتون هجن انهيءَ ڪاريگر تي. جنهن مهڙي شيءِ ايجاد ڪئي. ريڊيو ۾ زمين جي هيٺين پڙ يعني آمريڪا وارن جو آواز ته آواز پر ڪنجهڪار ۽ ڪر مـوڙڻ ۽ اوٻاسيون ۽ اوگرايون. اجا به وڌيڪ ته ڳالهائڻ واري جي پيٽ جو گڙاٽ به هتي گهر ويٺي ٻڌي ايهين ٿا چئون ته ريڊيـو انصاف ڪري ڏيکاريو. يا ٽيليويزن دنگ ڪري ڇڏيو. بلڪ چئون ٿا ته ٽيليويزن ۽ ريڊيو ناهڻ واري ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. واهه ڙي شيرين اکين وارا يورپي ڀلا واهه، شاباس ڙي اچاڻ ۽ ڳاڙهاڻ جي باوجود ڦڪي ۽ بيرونق منهن وارا مغربي باندر شاباس. صفت جو ڪمال ڏسي صانع جو ڪمال ڳائبو آهي. بالڪل اهڙي طرح سان مخلوق جي ذهن ۽ دماغ جون بلند پروازيون ڏسي خالق تعاليٰ جي عظيم قدرتن جا گيت ڳائجن ٿا. انهن جو دماغ آمريڪا خلقيو يا روس ناهيو. هڪ عقل واري انسان وٽ انهيءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪو بہ جواب ناهي ته الله تعاليٰ خلقيو. ٻي ڳالهه جا بيحد توجه طلب آهي سا هي ته انسان ڪابه شيءِ ڪانہ ناهي آهي. رب جي ناهيل شين کي رب جي ڏنل عقل مطابق صرف پاڻ ۾ ملايو اٿس. ايهي شيون

(۱) گهڻيون

الله خلقيون. انهن شين ۾ اهڙا عجيب تاثير رب رکيا، انهي حڪيم مطلق جون حڪمتون آهن. جنکي انسان فقط رب جي مشيت ۽ گهر موجب ظاهر ڪري رهيو آهي. پيو انسان ڪجهه نه ڪيو آهي. انسان مٽي جو هڪ تولو ٺاهي سگهي. انسان بائي جو هڪ ڦڪ رب جي ناهيل شين جي مدد کان سواءِ ٺاهي ڪري سگهي.

رب اوهو آهي جنهن اڻ هوند مان هوند ڪئي، جنهن عدم کي وجود جي صورت بخشي. جنهن نه هئڻ کي هئڻ بنايو. مناسب ٿيندو ته ڪيئن سال اڳ انهيءَ بابت منهنجا چيل بائي بيت پيش ڪريان.

هي ڪائنات ساري ڪيئن اي خدا بنائي
قدرت جو شان ڇا هو هت ان مان ڇا بنائي
جت هو عدم اتي اڄ آباديون عجائب
جت ڪين هو اتي هي ڪوڙين قصا بنائي
ماٺهون ٿيو مٽ مٽيءَ مان برمٽ مٽيءَ جي ڇامان
جن هڏ جڙيا هوا مان ڇا مان هوا بنائي
ڪنهن شي منجهان ٺهي ٿي ڪا شي جي ڪو ٺاهي
ڇا هو ازل ۾ جنهن مان ارض و سما بنائي
تيون حڪمتون هزارين پر آئون انهيءَ ۾ حيران
سنسار سارو صاحب ڪنهن شي سوا بنائي
حيران ٿي خليلا هر هر چوان ٿو هنر
هي ڪائنات ساري ڪيئن اي خدا بنائي

الحاصل ته انسان خالق ۽ مڪون ناهي جو نه هئڻ ۽ عدم مان ڪوبه وجود منصهٔ شهود تي آڻي سگهي. انسان محض صانع ۽ ڪاريگر آهي. خالق الخلائق ۽ مڪون الاڪوان رب جي ذات آهي. جنهن عدم محض ۽ نيستي مطلق مان هي هيڏيون جوڙون جوڙيون. انهيءَ بحث مان مطلوب ۽ مقصود جيڪا ڳالهه ڪرڻي آهي سا هي آهي ته جڏهن محض صفت به صانع ۽ ڪاريگر

الله خلقيون. انهن شين ۾ امڙا عجيب حڪيم مطلق جون حڪمتون آهن. جنڪي انسان فقط رب جي تاثير رکيا. انهي مشيت ۽ گهر موجب ظاهر ڪري رهيو آهي. بيو انسان ڪجهه نه ڪيو آهي. انسان مٽي جو هڪ ٽولو ٺاهي سگهي. انسان بائي جو هڪ ڊڪ رب جي ٺاهيل شين جي مدد کان سواءِ ٺاهي سگهي ٿو پيدا ڪري سگهي.

رب اوهو آهي جنهن اڻ هوند مان هوند ڪئي. جنهن عدم کي وجود جي صورت بخشي. جنهن نه هئڻ کي هئڻ بنايو. مناسب ٿيندو ته ڪيئن سال اڳ انهيءَ بابت منهنجا چيل بيت پيش ڪريان.

هي ڪائنات ساري ڪيئن اي خدا بنائي
قدرت جو شان ڇا هو هت ان مان ڇا بنائي
جت هو عدم اتي اڄ آباديون عجائب
جت ڪين هو اتي هي ڪوڙين فضا بنائي
مائهون ٿيو مٽ مٽيءَ مان برمٽ مٽيءَ جي ڇامان
جن هڏ جڙيا هوا مان ڇا مان هوا بنائي
ڪنهن شي منجهان نهي ٿي ڪا شي جي ڪو ٺاهي
ڇا هو ازل ۾ جنهن مان ارض و سما بنائي
تيون حڪمتون هزارين پر آئون انهيءَ ۾ حيران
سنسار سارو صاحب ڪنهن شي سوا بنائي
حيران ٿي خليلا هر هر چوان ٿو هنير
هي ڪائنات ساري ڪيئن اي خدا بنائي

الحاصل ته انسان خالق ۽ مڪون ناهي جو نه هئڻ ۽ عدم مان ڪوبه وجود منصه شهود تي آڻي سگهي. انسان محض صانع ۽ ڪاريگر آهي. خالق الخلائق ۽ مڪون الاڪوان رب جي ذات آهي. جنهن عدم محض ۽ نيستي مطلق مان هي هيڏيون جوڙون جوڙيون. انهيءَ بحث مان مطلوب ۽ مقصود جيڪا ڳالهه ڪرڻي آهي سا هي آهي ته جڏهن محض صفت به صانع ۽ ڪاريگر

جهان جنهن ۾ اسين ڪئين رنگ پيا پسون. انهيءَ دنيا ۽ انهي جهان ۾ قدرت جو هي اٽل قانون ڏسي رهيا آهيون ته ڪابه شيءِ سواءِ چوريندڙ جي چري نٿي سگهي. وڻن جون سنهيون ٽاريون هوا جي طاقت تي ها ها ۽ نه نه وانگر ڪڏهن اتر ڏکڻ ۽ ڪڏهن هيٺ مٿي ڪندي ڏوئي اقرار ۽ انڪار جا نرمل نظارا پيش ڪن ٿيون.

ڪڏهن ته انهي ٽاريون پاڻ ۾ گرهاليون پايو هيڪ ٻئي سان لاڏون لهيو واڻين ۽ چڙن چاڙين جا وات پاڻي ڪري رهيون آهن. هڪ هلڪو سڪل پن به ڪنهن چوريندڙ قوت کان سواءِ نٿو چري. ٽالا ڪيترين شين جا وٽون. ڪائنات جي ذري ذري ۾ اهو قانون جاري و ساري نظر اچي ٿو. ڪابه شيءِ محرڪ کان سواءِ متحرڪ نٿي ٿي سگهي. بيل گاڏي کي ڏڳن جي قوت ڏڪ ڏڪ ڪري هلائي ٿي. موٽرن لارين ۽ هوائي جهازن کي مشينن جي طاقت شونشاٽ ۽ زونزاٽ ڪرائي هوا کان به ڪئين حصا تيز ڪاهي ٿي.

انسان ۽ جانور سالم عضون جي ٻر. ٻکي ۽ اڏامندڙ جيت پرن جي ٽر (۱) سان هتان کان هتي پهچي رهيا آهن. خيبر ميل ڪراچي کان پشاور تائين سادا ڏهه سؤ ميل پنڌ ڪري ۳۵ ڪلاڪن ۾ پهچي ٿو. هلائڻ وارن کان علاوه هنڌ هنڌ سوين منتظم هن جي نگراني ۾ همه تن مصروف آهن. ايڏي انتظام جي باوجود به ڪڏهن ته ڇهه ڪلاڪ ليٽ. ڪڏهن ته ماڻهن ايڪسيڊنٽ ڪري هزارن ماڻهن جا ٻيڙا سير تي چاڙهيو ڇڏي.

اي عقلمند انسان سمجهه ته ويچار ڪر. جڏهن هڪ هلڪو پن به چوريندڙ کان سواءِ چري نٿو سگهي ته پوءِ هيڏيون گهريون پربتون زمين ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا جيڪي بقول جي - ايم شيد جي ڏهه ارب يا ڏهه پدم سالن کان مسلسل گردش ۾ مصروف آهن. سي چوريندڙ طاقت کان سواءِ ڪيئن چري رهيا آهن؟ ۽ ڪنهن منتظم کان سواءِ هي هيڏو نظام ڪيئن هلي رهيو آهي؟

(۱)

پلا سٺن هزارن سالن جي انساني تواريخ ۾ ڪڏهن تو کي اهڙي ڪا گواهي ملي آهي ته مثال پندرهين جولاءِ ڪراچي تي هيٺرن لڳي هيٺرن منٽن تي سچ ايرئون هو ٻر ۽ چار ڪلاڪ نه نه ٻالي منٽ ڙ نه ٻالي سڪنڊ ليٽ ٿي وڌو. ايهين ٿي سگهي ٿسو ته تنهنجي واچ جنهنکي پوري صنعتڪارن پنهنجي ڪمال ڪاريگري سان لاهيو آهي ۽ جنهن کي تون چاهي هر روز ڏيئي رهيو آهين. انهيءَ کي ڏڪار يا پلسي جو سور ٿي پوي ۽ اوها سلويا فاسٽ هلڻ لڳي. پر سج ناممڪن آهي ته وقت کان پوءِ يا اڳ ايري.

اي انسان تون ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ جيڪا عظيم قوت ڪائنات جي مٿن مهڙين ڳرين يا نسبتاً هلڪين شين کي ڦيرائي هلندو محيرالعقول ۽ ڏندن ۾ آڱريون وجهائيندڙ متحرڪ نظام قائم رکيو اچي انهيءَ کي ڇو نٿو ڏسين؟ جن لائين جي پٺي جي پرسان هڪ گهر ۾ ڪو گڏهه ٻڌل آهي. اوهو روزانه بلاناغي ۽ ساڳي وقت خبير کي ڏيندي ڏسي شايد ايها راءِ قائم ڪندو هوندو ته هي ڪو انهيءَ قسم جو جانور هوندو جو روزانه اتان لنگهي ٿو. ڇو ته هو گڏهه آهي، گڏهه جو پٽ آهي. پر هڪ انسان ۽ انسان جو پٽ انهيءَ کي ايهو وهم ۾ اچي سگهي ٿو ته ايهو ڪو ڏکيو لوهه يا ڪاٺ آهي جو اتفاقي طور سواءِ هلائيندڙ ۽ ڪاهيندڙ جي روزانه ٿيندو رهي ٿو. خير ميل کي ڏسي تنهنجو عقل بيدار ۽ فعال ٿيو ٿو وڃي تون صحيح رائي قائم ڪريو ولين ته مٿڪي ڪي هلائيندڙ ڪنهن خاص مقصد سان هلائي رهيا آهن. پر سج چنڊ زمينون وغيره مٿن هيڏي عظيم شين جي گردش کي ڏسي تنهنجي دماغ تي فالج ڪريو ٿو پئي. موت طاري ٿيو وڃي. اتي تنهنجو عقل انڌو ٿيو پوي. ها ايهي ايهين پاڻهي پيا هان. جڏهن ته پاڻهي سواءِ هلائيندڙ ۽ چورينڌڙ جي ڪا شيءِ هلي ۽ چري نٿي سگهي ته پوءِ اي دلبر دوست تون پاڻ ڇئو ته ڪائنات جي هنن هيڏين ڳرين شين کي پٺهين روس ٿو هلائي يا ڏاڏهين آمريڪا ٿو هلائي.

خيبر ميل جي هڪ هزار ميلن جو سفر ته هلائيندڙ ۽ منتظمين جي هڪ وڏي گروهه کان سواءِ ناممڪن، ۽ سج جو هي ڪروڙن ميلن وارو روزانو سفر پاڻهي ٿيو ٿئي. اتفاقي طور تي رهيو آهي. ايها ڳالهه تو کي عقل ۾ اچي ٿي باعقل ۽ علم جا ڏڻا ڏٺي ڪو منڪر منحوس تو کي بيوقوف ۽ جاهل محض بنائي رهيو آهي. شايد منڪر چوي ته سج ڪٿي ٿو ڦري. زمين ٿي ڦري. هائو پلا زمين کي ڪير ٿو ڦيرائي؟ زمين به ته ڪوٺ ملڪي شيءِ ناهي جيڪڏهن چوي ته هي نظام خودرو ۽ آٽوميٽڪ آهي. هي سج جي ڪشش جا ڪرشما آهن ته پلا ٻڌاءِ ته آٽوميٽڪ نظام کي درست ڪري هلڻ جي لائق بڻائڻ لاءِ بڻائيندڙ نه هوندو آهي ڇا؟ اڙي آٽوميٽڪ نظام درست ڪرڻ لاءِ ته پاڻ وڌيڪ عقل. بهترين ڪاريگر ۽ نهايت اعليٰ منتظم جي ضرورت هوندي آهي. هي اربن پدمن سالن کان مسلسل ۽ منظم طرح سان هلندڙ هيڏي نظام کي تون هلائيندڙ ۽ منتظم کانسواءِ تصور ڪرين ٿو ته پوءِ تنهنجي انهيءَ احمقانه ۽ بهيمانه تصور تي هزار حيف وڌيڪ ڇا چئون.

ماڻهون ته ڪٿي ڪا ننڍڙي واري جي ڍڳ ڏسي ٿو ته ٻه يقين ڪري ٿو ته واءِ واري ڪٿي اتي پهچائي هوندي. واري جي ڍڳ متحرڪ (چرندڙ) ناهي، ساڪن (هڪ هنڌ بيٺل) آهي ته به انهيءَ لاءِ واءِ يا ڪو ٻيو محرڪ لازمي طرح سان تلاش ڪرڻو پوي ٿو. دنيا جي هيڏي متحرڪ نظام کي ڪنهن محرڪ کان سواءِ تسليم ڪرڻ پوڪپائي ۽ خرمغزي جو ڪمال. ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟.

## نظام ربوبيت

ڪڪ جو داڻو وٽانئي مٽي ۾ ملايو ويو. انساني نگاهه

کان پوشيده ٽيئي شرط قدرت جي پاڪ هٿن هن جي پرورش شروع ڪري

ڏني. هن لاءِ لکين خوردبيني جراثيم مسلسل پيدا ٿيندا رهيا. جنکي

ڪائيندي ڪائيندي ۽ انهن مان غذا حاصل ڪندي ڪندي ٻوڙو

ٿيو. ٻوڙي مان بعض اوقات ۲۵-۲۵-۳۰-۳۰- تيلا نڪتا. هرڪ

هضم ڪرڻ جي قوت پيدا ٿئي. تيستائين انهيءَ ڪاڙهي ۽ غليظ
رت کي اڇي سفيد ۽ لطيف ۽ مٺي کير جي شڪل ۾ ٿڻن ۾
آندو ويو. جتان ٻار چوسيندي ڍائيندي متو موهوڙ تي ڏيو ۽ وڌو
ٻريو تي ٻاڪي ڇا مان ڇا سمجهڻ لڳو.

اي برادر ايهو سڀ پاڻهي ٿي پيو؟ ايهو سڀ اتفاقي حادثو
آهي؟ ايهو ايڪسيڊنٽ آهي؟ جنهن جيوڙي کي خوردبين جي
مدد کان سواءِ ڏسڻ مشڪل هو، تنهن مان هي مهڙو وڏو
خوبصورت عقلمند ۽ بخت بلند انسان خدا نه ناهيو ته پوءِ اي
ادا پلا تون ٻڌاءِ ته ڪنهن ناهيو؟ ڪنهنجو ڪٿي نالو وٺ ته فلاڻي
ناهيو ته آئون انهيءَ فلاڻي کي ڪٿي ميان. اي انسان ڇو اڇي
اٿي بيٺو آهين. ڇو اڄي خطا ٿيو آهين. گمراهي جي به ڪا حد
هئڻ گهرجي. صفا ايڪو لنگهي وڃڻ ايها ماڻهپي کان ڇٽي.
(ٿيو) هڪ ڇيڇڪو زمين تي ڪريو، جنهن جو وزن ٻه
رتيون مس هو اتفاق سان هڪي ڪتان ڪو ٻاڦي ملي ويو، ڦٽو،
وڌيو، ويڄهيو. ڏهن سالن بعد ايڏو ٻير ٻنجي ويو. جنهنکي وڌي
آڪي تورجي ته سو مڻ کان به سرس ٿي وڃي. ايها هن جي ساند
تربيت ۽ پرورش ڪنهن ڪئي؟ زمين ۾ اندر ڪروڙين جيوڙا
پيدا ڪري هن لاءِ غذا ڪنهن مهيا فرمائي؟ ۽ ايها غذا پنڌرهن
فوٽ پري ٻير جي ٽارين ۽ پنن تائين ڪنهن پهچائي؟ ڪيئن پهتي؟
ٻير کي وڏي ٽڪي ڏٺو سين. ٽڪو معلو ٽڪي آندا. ٽڪي نبض جون ناليون
جيڪي پاڙ کان غذا کي ڇڪي ٽاري ٽاري ۽ پن پن تائين
پهچائين. پر ته به غذا ٽاري ٽاري ۽ پن پن تائين پهچي رهي آهي.
زمين ۾ لڪيل گوبون (۱) ۽ پاڙون هڪڙي ڏينهن وڍ ڪٽي ته
ٻي ڏينهن پن ۽ ٽاريون سڪڻ لڳنديون. گوياڪ ٻڪ و ڳهي
مري ويون. انهيءَ جي معني ته زمين مان غذا ڇڪي چوٽي تائين
انهن پاڙن پئي پهچائي.

توتن ۽ ڪيترن قسمن جي وڻن ۽ ٻوٽن جي پنن جون
ڪنارون جهالر وانگر ڪٽيل. اي رب انهن پنن کي اهڙو خوبصورت

(۱) پاڙون

... ايهي کهڙا لطيف مٽ آهن. ايهي ۽ ٻولاٽنو ڪنهن ڪٽيو. ايهي هڪ هڪ وڻ ۽ هڪ کهڙيون لطيف ڪنڇيون آهن، جيڪي سان ڪٽي رهيا ٻوٽي جي هزارن پنن کي مهڙي سهڻي سليقي سان ڪٽي رهيا آهن. اسان وڻن جون ڀاڙون ڪوٽي ڏٺيون. ٻاڙ جي مٿي ٻاهر ڪيدي خوب جانچي سين- هن ۾ ڪو به رنگ ڪونه هو. اسان اوها مٿي اڇي ڪپڙي تي ملي ڏني، پر هن ۾ ڪو به رنگ نظر نه آيو.

يا خدا پوءِ انهيءَ وڻ انهيءَ بيرنگ زمين مان مهڙا بهترين دلنشين ۽ نظر فريب ڳاڙها ساوا ڦڪا ڪارا اڇا رنگ ڪٿان ڪڍيا ۽ ڪيئن ڪڍيا؟ جن رنگن مان قسمان قسم رنگن جا گل رنگيا.

اسان وڻن جي ٻاڙ جي مٽي ڪيدي چکي ڏٺي ته هن ۾ ڪو به مٺاڻ ڪونه هو. ڪا به لذت نه هئي. مالڪ الملڪ پوءِ انهن وڻن جي ميون ۾ هيڏو مٺاڻ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ايهو مٺاڻ انهيءَ وڻ ڪي ڪنهن ڏنو؟ ايهو مٺاڻ اها لذت وڻ ڪٿان حاصل ڪئي؟

سنڌڙي سرولي لنگڙو ثمر بهشت انب ٿا ڪائون ته ذائقو ۽ لذت لٿون لٿون ٿاربو چڙهي. انگورن جي لطيف ڳر ۾ بيقاعدي ڪنڌ پيل ۽ لذت اوها جيڪا قبلة العذرا جون سڪون پٽي لاهي.

ٻچي ڳاڇي ٻوڙي ٻڪي ڏڪاسين ڪو به ٻيو وارو ڏنو باسي ته اسان انهن، ميويدار وڻن کي ڪا ڪنڌ جي ڪوتا ڏني. هو ويچارڙا هلي به ڪٿي ٿا سگهن. جو چئجي ته هنن ٻيو وارن وٽ ڏه ڏه پنڌ ڪري بليڪ تي به ڪٿي ڀاڙي سير ورتا هوندا يا ڪنهن ٻيو جو تالو پنجي ڪري ڪوٽيون چورائي رکي پنن تي راهي ٿيا هوندا.

سونگهي سونگهي ڏڪاسين. گلن جي ٻوٽن جي پاڙن واري مٽي ۾ ڪا به خوشبو ڪانهي. پوءِ هي روح ريجهائيندڙ قسمن قسمن جون سرهاڻيون ۽ ونڊل واس انهن گلن جي ٻوٽن ڪٿان آندا؟

هڪڙي هنڌ ڳدري جو ٻج لڳايو ويو. صرف هڪ انچ

جي فاصلي تي توه جو ٻج رکيو ويو. زمين بلڪل ساڳي. توهه ۽ گدري جون وليون پاسان ۾ ڪرهاليون پائينديون ٻکرنديون وڃيون. ميوو توهه جو ڪڙو ۽ گدرو مٺو. زمين جي انهيءَ هڪڙي انچ مان توهه ڪڙاڻ ڪٿان هٿ ڪئي؟ ۽ گدري جي ول مٺاڻ ڪٿان آندي؟ اهڙيءَ طرح سان ساڳي چاهي ۾ انگور ۽ ليمي جا ٻوٽا پوکيو. هو شربت روح افزا اوڳاريندو. هو سرڪي جا شيشا اوتيندو. الحاصل ته اسانکي لامحاله تسليم ڪرڻو پوندو ته ايها ڪل ڪارستاني ٻوٽن جي ٻجن جي آهي. قدرت ٻج جي رتين پا ماسن ۾ انهن وڻن ۾ سو سال تائين ٿيندڙ سون مٺن ڪالين ۽ پنن ۽ گلن ۽ ميون ۽ رنگن ۽ سرهاڻين ۽ مختلف لذتن کي پنهنجي حڪمت بالغه سان ايهين بند ڪيو آهي جنهن تي غور ڪرڻ سان عقل دنگ رهجيو وڃي. طائر فڪر جا پر ڇڄيو پون ۽ هو حيرت جي بحر مواج ۾ ايهين لڙهيو گم ٿيو وڃي، جيئن ڪنڊ جي ڇپڙي مهراڻ جي موجن ۾.

شايد اسانجو ترقي پسند اديب جن سائنسدانن جو پيچ ٿيو آهي. انهن سائنسدانن ننڍڙا نفيس برش ۽ مختلف رنگن جا بهترين ٽيوب خريد ڪري وڻن جي گوناگون گلن ۽ پنن تي رنگ جي پالش ڪئي، ۽ گلن ۾ عطرن ۽ سينٽن جي انجڪشنن جي ذريعي دل بهلائيندڙ ۽ سرور بخشيندڙ سرهاڻ ڀري ۽ سنگهاڻ مصري ڪنڊ پتاشن نباتن ۽ ماکي جا ڪروڙين ٽن ڪوهه جاٺان کهڙي هر ملڪ جي ميون ۾ ڀريا.

منهنجا دوست تون چئو ته ايهو سڀ واقعي يورپ شريف جي سائنسدانن انجام ڏنون آهي. ماڻهن جا ذهن اڄ سائنسدانن جي نالي کان ايڏا ته مرعوب آهن، جو هو اکيون ٻوري ڪنڌ ڌوڻي چوندا هائو سائين. ايهي ڪم بيشڪ انهن جا. سائنسدان ڪا ڳالهه ڪدي ۽ وري انهي تي ڪو انسان غور ڪري سو نه. بس اوها ڳالهه تي لوهه تي ليڪو.

# حيرت انگيز

چون ٿا ته يورپ شريف جي ماهرين نباتات جي ڪا ٽوليِ
ستاويهن سالن جي جاکوڙ ۽ گوناگون تجربن بعد پنهنجي ريسرچ
مڪمل ڪئي ۽ فيصلو ڪيو ته اوپرن ۾ به نر ۽ ماديون آهن.
نرن جو ٻج هوا جي رستي يا ڪو پکي نر جو ٻج ڪائي مادي
وڻ تي وٺ لامي. انهي ذريعي يا نر وڻن ۽ بوٽن جـون نارين
مادين جي نارين سان هوا جي زور تي ڪسي مادين کـي پهچي
ٿو. گويا انهن ۾ به شاديون مراديون ۽ شادين کان پوءِ واري عمل
تلقيح جو انسانن ۽ حيوانن وارو طريقو چالو آهي. ڪُـاڻ وڃائڻ
آئيندو مائيندو منهنجي گهوٽ بنري ڪي موڙ بڌايان. اهڙن گهيٽن
کان سواءِ ٿي هنن جا وهانو ٿيندا رهن ٿا. ۽ هنن جون نارينون
پنهنجن نرن سان باقاعده شاد ڪام ۽ متمتع ٿين بعد ٿي ٻن جين
سان ٿين ٿيون. گوياڪ هنن جو اولاد ميوو آهي. جو يا ته ڪچو
کهاڻي ٿي ڪري پوي ٿو. يا ته پچڻ بعد پوري وقت تي پاسا
آجا ڪري رس ڀريو ميوو مالڪ کي پهچائي ٿو.

سائنسدانن پنهنجي دانست موجب جيڪا بهترين معلومات
حاصل ڪئي. انهيءَ تي هنن خوشي جي هڪ تقريب ملهائي. ڪو
مسلمان به مدعو هو. جڏهن هو پنهنجي ڪاميابي جا گيت ڳائڻ
لڳا. تڏهن مسلمان چيو ته سورت ياسين جي هڪ آيت ۾ اسانکي
اڄ کان چوڏهن سو سال اڳ قرآن پاڪ ٻڌايو ته پاڪ آهي اوهو
رب جنهن سڀ شيون جوڙا جوڙا (نر ماديون) خلقيا. جيڪي شيون
زمين مان اپڙن ٿيون انهن ۾ نر ماديون ۽ انسانن ۾ به ۽ جيڪي
هو نٿا ڄاڻن يعني انسانن جي عقل ۽ نظر کان پوشيده مخلوق
انهن ۾ به نر ماديون آهن. سائنسدانن چيو ته جيڪڏهن واقعي ايها
قرآن جي آيت آهي ته پوءِ قرآن خداوند پاڪ جو ئي ڪلام آهي.
نبي پاڻان ڪونه ناهيو آهي. چـو ته چوڏهن سو سال اڳ ازين
قسم معلومات حاصل ڪرڻ جا ڪي به آلات ۽ ذريعا دنيا ۾
ناپيد هئا. (دو قرآن مصنفه ڊاڪٽر غلام جيلاني برق) رب العالمين

جي نظام ربوبيت جا کهڙا کهڙا بيان ڪجن. کهڙيون کهڙيون
مخلوقون پيدا ڪيائين. ۽ انهن کي پنهنجي ماحول مطابق يعني
پاڻي وارن جاندارن (۱) کي پاڻي ۾ رهڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ جون ۽
زمين ۾ اندر رهڻ وارن کي زمين ۾ اندر رهي پنهنجا ٻيپايان نسل
وڌائڻ جون قابليتون ۽ صلاحيتون ۽ انهي ماحول سان لهڪندڙ
طبعيتون عطا ڪيائين. ۽ انهن کي رزق پهچائڻ جا ظاهر ۽ درپرده
ايڏا اڻاهه انتظام فرمايائين جنهنکي عاجز انسان جو عقل آهي ڇا
جو پهچي سگهي؟

رب سچ فرمايو ته جيڪڏهن سڀ دريا مس بنجي پون ۽
دنيا جا سڀ وڻ قلم بنجن ۽ رب جون قدرتون ۽ حڪمتون ويهي
لکجن ته مس جا دريا کٽي وڃن. پر حڪمتون ۽ قدرتون لکجي
پوريون نه ٿين. انسان ايهو سڀ ڪجهه ڏسي پوءِ به جيڪڏهن
عداوت ۾ ايڏو انڌو ٿي پيو آهي جو اڃان به الله تعالیٰ کي ٿڏو
مڃي ته پوءِ هو انتهائي درجي جو ظالم آهي. ۽ بيشڪ دوزخ جي
عذاب جو جنهکي جزاءً وفاقاه (ڪافي سزا) چيو ويو آهي. انهيءَ
جو پوري طرح سان مستحق آهي. پوءِ چيو ته واقعي ايهي ماڻهون
اوهي آهن جن لاءِ رب فرمايو ته اسان انسانن ۽ جنن مان گهڻان
ئي دوزخ لاءِ خلقيا آهن. جن جون دليون آهن پر سمجهه کان
عاري. جن جون اکيون آهن پر ڏسڻ کان بيبهره. جن جا ڪن
آهن پر ٻڌڻ کان وانجيل ۽ محروم. ايهي جانورن وانگر آهن پر
اڃان به گمراهه. قرآن.

گوياڪ هي اوهائي دوزخي مخلوق آهي. جنهنکي هن دنيا
۾ انساني صورت سان گڏ ظاهر ٻين اکيون. مٿاڇرا ٻڌندڙ ڪن
۽ مٿاڇري سمجهه ته ڏني وئي آهي. پر حقيقت ٻين اکيون ۽
حقيقتاً ٻڌندڙ ڪن ۽ حقيقت پڙوه دليون هننکي عطا ٿيليون ئي
ڪينهي. هنن ٿي قضا جو ڪو اهڙو ليکه لکيل آهي جو هننکي
دنيا ۾ ٻهر صورت حماقت ۽ انڌ جي اوڙاهه ۾ ۽ آخرت ۾ دوزخ
جي آڙاهه ۾ رهڻون ئي آهي.

(۱) جاندارن

# ذخيره اندوزي

ذخيره اندوزي (احتڪار) جيئن حڪومت وقت جي قانون مطابق ڏوهه آهي. تيئن شريعت پاڪ ۾ احتڪار کي ناجائز ۽ ممنوع قرار ڏنون آهي. سو تڏهن جڏهن عوام الناس جون ضرورت واريون جنسون، پنهنجي ذاتي فائده لاءِ ڪو ماڻهون پاڻ وٽ ڇپه اٿ مهنان بند ڪري رکي ڇڏي. پر جيڪڏهن ايهي شيون رکجن ڏي ٿيون رفاه عام لاءِ يعني وقت ضرورت عوام الناس ۾ مفت تقسيم ڪرڻ لاءِ. ته پوءِ اهڙو چڱو ڪم ڪو ٻيو. ارحم الراحمين رب جنهن مخلوقات کي ڪتم عدم مان منصهٔ شهودتي آندو، ۽ حياتي جي هڪ معين وقت لاءِ هر جاندار شيءِ کي رزق پاڻي هوا ۽ ٻين ڪيترين شين جو محتاج بنايو. تنهن انهن شين جا تمام وڏا ذخيرا ۾ مخلوقات جي پيدا ڪرڻ کان اڳ ئي پيدا فرمايا ۽ ضرورت پٽاندر مناسب وقت تي انسان کان انهن کان لڪل بيپناهه ذخيرن جي حاصل ڪرڻ جو علم ذريعا ۽ اٽڪلون ۾ مرحمت فرمايون. جاندارن لاءِ ٻهرين ضروري شيءِ هوا هئي. جنهن جا هڪ ٿي ٻئن ڏہاڙہ سان پڌمين ٻکا چالو ڪري دنيا کي مختلف قسمن جي هوائن سان مالا مال ڪيو ويو. ٻيو نمبر ضروري شيءِ پاڻي هو. جنهن جي تمام هڪ وڏي ٽانڪي (سمنڊ) ڀري رکي وئي. جنهن مان سج جي تپش تي ابون بنجي پاڻي هوا ۾ خلط ملط ٿي ويو. جو پوءِ يا ته مينهن جي صورت ۾ وسي يا برف جي صورت ۾ جبلن تي ڪري دريا ۽ نديون بنجي وهڻ لڳو. يا زمين ۾ جذب ٿي کوهن ۽ ٽيوب ويلن جي ذريعي ٻاهر اچي ماڻهن جانورن پکين ۽ هر قسم جي جيتن ۽ فصلن لاءِ شربت روح افزي يا عرق مروح الارواح بنيو.

ٽيو روشنائي حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ ٻين ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ انهيءَ پاڻي ۾ بجلي پيدا ڪئي وئي. ۽ ڪڪرن مان بار بار بجلي ڪڙڪا ڪري ۽ پنهنجا تجلا ڏيکاري گويا انسان کي پاڻ ڏانهن خوب متوجه ڪري زبان حال سان چيو ته اي انسان آئون

پاڻي ۾ پوشيده آهيان. سونگهي حاصل ڪرڻ لاءِ حيلا هلاءِ، ۽ سون
مان انيڪ فائدا حاصل ڪر. پوءِ بجلي کي قبضي هيٺ آڻي ۽
ڪارآمد بڻائي ۽ انهيءَ مان سوين فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ انسان
کي سڌ ٻڌ ۽ سوڌي راهه سونهائي ونئي، جيئن جو اونداها شهر
بقعه نور بڻجي ويا. انهيءَ کان سواءِ بجلي پيا بہ ڪروڙن
ڪرتب ڏيکاريا.

(چوٿون) رب فرمايو تہ اسان گهوڙا اٺ خچر ۽ گڏهه
اوهان جي سواري ۽ اوهان جي بار برداري لاءِ پيدا ڪيا. اوهي
بار جنکي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين اوهان نہ پهچائي سگهو ها. مگر
تڪليف سان ۽ رب اوهان جي سواري ۽ بار برداري لاءِ اوهي
شيون بہ پيدا فرمائيندو. جيڪي اوهان نٿا ڄاڻو. سورة نحل
صفحہ ٢٢٢

يعني ريل گاڏيون موٽرون ٽرڪون هوائي جهاز وغيره ظاهر
آهي تہ ايهي شيون نزول قرآن جي وقت واري انسان نٿي ڄاتيون.
رب پاڪ فرمائي ٿو تہ اسان لاءِ رب جي نشانين مان هڪ هي
بہ آهي تہ اسان انسان ذريات کي ڀريل ٻيڙين ۾ (ڳرن بارن سان
ڀرتو ٻيڙين ۾) کنيو ۽ اسان ٻيڙين جي قسمن جون ٻيون بہ شيون
سندن سواريءَ لاءِ خلقيون (سورة ياسين)

۽ ٻيڙين جي قسمن جون ٻيون سواريون اڄڪلهہ جا جهاز
۽ آبدوز ڪشتيون وغيره آهن. رب فرمايو تہ سندس قبضہ قدرت
۾ آهن. دريا ۾ هلندڙ جبل جيڏا جهاز. (سورة الرحمان)

ظاهر آهي تہ ايهو بيان اڄوڪن هفت منزله ياده منزله
جهازن جو آهي جيڪي واقعي سمنڊ ۾ جبل جو ڏيکاءُ ڏين ٿا.
انهن پهو پاڻيجي تہ ڪرڪو جبل ترندو اچي. ورنہ اڳوڻين ٻيڙين
۽ غورابن جي پاڻي کان ٻاهر نظر ايندڙ ديوار جا ٽن يا چئن
فوٽن کان وڌيڪ ٿي نٿي سگهي. انهيءَ کي جبل سان تشبيه
ڏئي نٿي سگهجي.

هاڻي عرض ڪرڻون هي آهي تہ جڏهن مالڪ الملڪ ذوالجلال
والاڪرام رب کي موٽرون لاريون ريل گاڏيون هوائي جهاز پاڻي وارا

جهاز ناهڻان ني هئا ۽ پنهنجي قدرت جو ابهو مختلف قسمن جي ڪي ڏيڪارڻون ني هو ته انهيءَ لاءِ ڪوئلن ۽ اندر اڳي ني پيدا ڪري تيلن جا ايڏا عظيم ذخيرا به زمين جي تن پيٽرول ۽ بيما محفوظ رکيا هئائين. جو دنيا ۾ هر روز پدمين ڪوٽ نتي اچي، ۽ جنهن ملڪ تيل ۽ ڪوئلا صرف ٿين ٿا. ۽ ڪروڙ پتي ارب پتي مان ابهو بلائيڪ گولڊ (تيل) برآمد ٿيو سو ڪروڙ پتي ارب پتي پدر پتي ڪان وڏي نيلن پتي يا اڄان به ڪا ٻي پتي بنجي ويو.

رب ڪي انسان گهڻان ڪرڻان هئا ۽ آبادين ۽ ٻو ڪن جي وڏي وڃڻ سبب جنگلات جو گهٽجي وڃڻ ناگزير هو. جهنگ جي ڪاٺين جي ناياب ٿيڻ واري صورت ۾ رڌي پڪي لاءِ ڪائنات جي منتظم اعليٰ ڪاٺين جو نعم البدل سوئي گيس به اڳي ئي پيدا ڪري زمين جي گهراين ۾ محفوظ فرمائي ڇڏيو هو. جو اڄ جيئن جيئن ضرورت پوندي اچي ٿي. تيئن تيئن گويا ڪ انسان جي ڪن ۾ ڪو ڦوڪ پيو ڏي ته فلاڻي هنڌ سوئي گيس آهي. وارو ڪريو ڪڍو. سائنسدانن کي رب اهڙي ميٽر ناهڻ جو عقل عنايت فرمايو، جنهنجي مٿي تيلن ۽ گيسن جي لڪل ذخيرن جي نشاندهي ۽ غمازي ڪري ٿي. ۽ تيل ۽ گيس سائنسدانن ڪونه ناهيا. اوهي اڳهي ئي مالڪ الملڪ هڪ رٿيل منصوبه جي ماتحت ضرورت جي وقت اظهار ڪرڻ لاءِ ناهي ڍڪي ڇڏيا هئا.

الحاصل ته ابهي ذخائر به رب جي نشانين مان عظيم نشانيون آهن. آهي ڪو جو سمجهي؟ آهي ڪو جو عقل، ڪان ڪم وٺي؟ مٿي ۽ مغز جو چار سير بار جيڪو خوامخواه ڪنڌ تي هلجي. آهي ڪو جو انهيءَ کي سجايو ڪري ۽ انهيءَ مان فائدو حاصل ڪري. مثال ۾ هڪ هنڌ ڪنهن شادي جي موقعي تي هڪ لک ماڻهون اچي جمع ٿيا آهن. ٻــ ٽــ ڏينهن مسلسل دعوت آهي. دعوت وارن ماڻهن لاءِ هزارين من چانور سوين من اٽو جمع ٿيل آهي. رڌي پڪي لاءِ هزارين من ڪاٺيون گڏ ٿيل آهن. گوشت لاءِ ڦندرون ۽ ٻڪرو. حلوي ۽ زردي لاءِ کنڊيون ۽ گيهه چاءِ جا ٻن ڪوپ ڪتليون ٿانــو ٿڦا ديگيون مزمانن

جي ونهن لاءِ شاندار شب باشي لاءِ هنڌ بسترا کٽولا وڏن لاءِ ديڳيون ۽ ڪم وارا ماڻهون. الحاصل ته سڀڪا مطلوبه شيءِ وافر مقدار ۾ اڳي ئي جمع ٿيل آهي. ۽ پوري وقت تي هرڪا شيءِ هرهڪ کي ملي رهي آهي. ڇا ڪوبه، انسان ايهين چئي سگهندو ته ايهو سڀ ڪجهه اتفاقي حادثو آهي. هيڏو وڏو اجتماع ۽ انهيءَ عظيم اجتماع لاءِ هيڏو عظيم معقول ۽ مربوط انتظام سڀ ڪجهه ازخود ٿي پيو آهي. ڪو ماڻهون جو ڦر ته ايهن چئي ته سگهي. باڪ سيڪو عقلمند انسان يقيني ۽ حتمي طرح سان ايهين چوندو ته ايهو داعي هڪ ته تمام ڪو وڏي هلندي پڄندي وارو ماڻهون آهي.

پوءِ ته ايهو ماڻهون ڪو وڏو ڌڻ پرور آهي ۽ ڪو نهايت عقلمند دور انديش عالي دماغ ۽ قابل انسان به آهي ۽ انهيءَ سان گڏ بهترين منتظم به آهي، جنهن سڀڪا گهربل شيءِ گهرج کان اڳي ئي مهيا ڪري ڇڏي آهي. هي دنيا جو هيڏو وڏو ڪاج ۽ انهيءَ ۾ هر طرح جا اعليٰ کان اعليٰ انتظامات ڏسڻ کان پوءِ به اسين ايها رائي قائم ڪريون ته ڪاج جو ڪوبه ڌڻي سائين ڪونهي، ماڻهون پاڻهي آيا، مطلوبه ڪاٺا ۽ ڪل سازو سامان ازخود ٿي پيا ته ايها محض اره زوراڻي بيشرماڻي نالائقي ۽ نياڳ جي نشاني آهي. اي انسان، انسان ٿي، ماڻهون آهين، ته ماڻهون جو ڦر ٿي. ٺلهو مينهن جو چيٹون نه ٿي، مڃ، قبول ڪر ته هي هيڏو وڏو ڪاج حڪيم ۽ خبير ۽ بصير ۽ قدير ۽ حي ۽ قيوم رب جو ڪونايل آهي. ۽ اوهوني هن دنيا جو منظم اعليٰ ۽ مدبر الامور آهي.

## سچا خواب

هڪ ته انسان ڪيترائي واهيات (اضغاث احلام) خواب ڏسي ٿو. انسان جو تصور ۽ قوت متخيله ڪانڪا صورت بنجي خواب ۾ رنگا رنگ واقعات ۽ ڪيفيات ۽ مناظر پيش ڪري ٿي.

ايها صورت خارج از بحث آهي. اسانکي جنهن جي متشرح ماڻهون سچار ۽ سڀڪو ته هون ڪرڻون آهي. روزمره ڪان پاڪ آهي. ناپاڪ الائشن دل هڪ حد تائين دنيا جي سان خواب ۾ جا دربيش ايندڙ اهم ۽ غير اهم واقعا لازمي طرح تنهنکي هو هن ڏسي ٿو، پوءِ ڏينهن جو ڪجهه به وهي واپري ٿو کهڙو به نئون عالم شهود ۾ گوياڪ بي دفعي ڏسي رهيو آهي. تعجب خيز ناهي. بلڪ ۽ حيرت‌انگيز واقعو رونما ٿئي ته هن لاءِ ساڳي ئي فلم جهڙو ڪر بدل سٺل ۽ ڏٺل وائٺل پا هيٺين ڇنهجي ته بيو پيرو پڙهي رهيو جو بيو شو بيو ڏسي. يا پڙهيل ڪتاب کي بيو ڪرڻون ناهي. آئون آهي. انهيءَ صورت متعلق به اسانکي بحث ڪرڻ چاهيان ٿو. جيڪو سچن خوابن جو اوهو قدر مشترڪ واضح ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪو هر نيڪ و بد ۽ مسلمان ۽ ڪافر واضح صورت سان ڏسي ٿو، ۽ هوبهو اوهو واقعو سالن کان پوءِ بيداريءَ ۾ ڏسي دنگ رهجيو وڃي ۽ حيرت ۾ پڙيو وڃي.

## هڪ مثال

مون خواب ڏٺو ته چوڏهين تاريخ جا پنج چنڊ هيڪ ٻئي پٺيان ٿوري ٿوري فاصلي تي آسمان تي ناسويا بيٺا آهن. آئون حيرت مان انهن ڏانهن نهاري رهيو آهيان. اتي ئي انهيءَ ئي خواب جي حالت ۾ پر ۾ بيٺل هڪ ماڻهون مونکي چوي ٿو ته انهيءَ جو تعبير ايهو آهي ته توکي پنج پٽ ٿيندا. يعني تعبير جيڪو بيدار ٿيڻ بعد کيو آهي. سو به خواب ۾ ڏني چڪو. بيداريءَ بعد مون اوهو خواب ۽ تاريخ پنهنجي بياض تي اڪي ڇڏي مونکي هڪڙو ڪمزور ۽ نحيف‌البدن فرزند اڳي ئي هو ۽ ڪيترا اولاد وري به ويا هئا. انهيءَ خواب کان پوءِ پنج پيا فرزند انبتهم الله نباتاً حسناه بفضل حضرت حق جل و علي شانه ڪي بعد ديگري. تشريف فرما ٿيا. خواب ڏسڻ بعد پوري پندرهين سال خواب جو تعبير مڪمل ٿيو. يعني پنجون‌نمبر فرزند به اکين جو نار ۽ دل جو قرار پنجي جلوه افروز ٿيو. انهيءَ کان پوءِ يارهن سال پيا بـ

گذريا آهن ته ڪوبه اولاد نه ٿيو آهي.
هاڻي سوال ايهو آهي ته منهنجي اولاد جي ايندڙ پنجويهن سالن جي ههڙي صحيح ۽ سچي تقويم ڪنهن ناهي پيش ڪئي. جيڪا ڳالهه ڪوبه جوتشي نجومي يا انهن جو ڏاڏو به نٿي ٻڌائي سگهيو. سا مون جهڙي ذيهن جي ڏڏ کي ڪنهن ڏيکاري ۽ نقش برسنگ ڪري ڇڏي. ايتريقدر جو پوري اطمينان سان ۽ علي بصيرة پيو چوان ته مونکي هيترا پٽ ٿيندا. پوءِ ڪونه ٿيندو. انهيءَ قسم جا واقعات تلاش ڪيا ويندا ته هزارين لڀندا. مسلمان ته مسلمان. پر ڪافر به اهڙا سچا خواب ٻڌائيندا. جو اصلي ڏندن ۾ آڱريون پيو وري ڇا؟ حديث پاڪ ۾ آيو آهي ته نبي پاڪ جي وصال بعد وحي ختم ٿي ويندو. ۽ مبشرات (سچا خواب) باقي رهندا. جن جي ذريعي رب پاڪ پنهنجن ٻندن کي جڏهن چاهيندو. ايندڙ واقعات بابت خبرون ڏيندو رهندو. پلا اوها ڳالهه جيڪا اڄ کان ١٥-٢٠-يا-٣٠-٤٠- سال پوءِ ٿيڻي آهي ۽ ڳالهه به اهڙي جنهن جي واقع ٿيڻ جو انهيءَ ماڻهو کي ڪر واهم به دل تي نٿي اچي سگهيو. سا آخر هن ماڻهون کي خواب جي صورت ۾ ڪنهن چٽي ڪري ٻڌائي. لاريب ايهو ٻڌائيندڙ عالم الغيب والشهادة رب آهي. جنهن پاڻ اوها ڳالهه مقدر فرمائي. ۽ پاڻ پنهنجي ٻندي کي پنهنجي تقدير ۽ اٽل ارادي کان آگاهه فرمائي ٻندي کان پنهنجي هٿن. پنهنجي ربوبيت ۽ قدرت جو اعتراف ڪرايو. انساني روح مستقبل جا ١٥-٢٠ سال اڳي وڃي عالم مثال ۾ پهچي. انهيءَ وچ جو ڪجهه به ٿيڻون آهي. سو ڏسي آيو. تنهن جي معنيٰ ته جو ڪجهه به ٿيڻون آهي. سو اڳ ۾ ئي ٿيل هڪ رٿا ۽ سٿا مطابق ٿيڻون آهي. فلم ۾ تصويرون اڳ ئي پريل آهن. هاڻي هٿي بجلي فقط هنڪي چٽو ۽ پڌرو ڪري رهي آهي. ايهو رٿا ڪندڙ رحمان رب آهي. ايهو سٿا ڪندڙ صاحب سبحان آهي. جنهن جي مجڻ لاءِ ماڻهون مجبور آهي. ۽ جهنگ جو مرون انهيءَ مجڻ کان معذور آهي.
ماڻي وسندي هئي به بي نماز. اخلاقن جي به چڱي ڪانه هئي.

جيڪو ويو ٿي ته لونڊيباز آهي. جيڪو ويو ٿي ته هن وٽ جيڪو آيو سو اگهيو. هڪ نيڪ انسان کيس تمام گهڻون ڇينيو. ڇٺي بدبخت منحوس ٻوڙهي اچي ٿي آهين. اڃان به مردار عادت ٿي ڇڏين؟ ڇيائين آئون سڀ ڪجهه سمجهان ٿي. پر مٺا اڃا پڪا ڏنو اچيو سوال ڪن. ٻوءِ مونکي حيا پڇيو وڃي. ٻوءِ ڪٿيو پنهنجو سرڪڙو ڪريان. انهيءَ وسنديءَ خواب ڏٺو ته مونکي ڪجهڙ ٿو ڪاٽي. ماٺهن کيس ڏڍا دلاسا ڏنان ته فڪر نه ڪر. شيطاني خواب آهي. ٻن ٽن ڏينهن اندر سندس نوجوان سپوٽ ۽ ڪمائيندل پٽ کي ٽپ آيو. سرسام ٿيو. رضا ڪري ويو. مائي وسندي باقي رهيل زندگي سال ٻه سال پٽ جي فراق ۾ روئيندي رڙيون ڪندي گذاريا. سڀ ڳالهيون وٽانس ڄڏائجي ويون. اهڙا واقعا لکون ٿا ته هي ڪتاب خوابنامون بنجيو ٿو وڃي.

الحاصل ته سڄي دنيا ته اتفاقي حادثو ناهي. پر دنيا جو هرهڪ حادثو به اتفاقي ناهي. سڀ ڪجهه هڪ باقاعده رٿيل پروگرام مطابق ٿي رهيو آهي. دنيا نڌڻڪي ناهي. ڌڻڪي آهي. ۽ اوهو ڏئي ڪابه نعمت يا نقمت جيڪا ڪنهنکي ڏيڻ چاهي ٿو. سو جيڪڏهن چاهي ٿو ته انهيءَ مصيبت يا موهبت جو واقع ٿيڻ کان ٿورو وقت يا تمام گهڻون وقت اڳ ئي اطلاع به ڪريو ڇڏي. آهي ڪو سمجهڻ وارو؟ آهي ڪو غور ڪرڻ وارو؟

## شاهديون

مون لنڊن جو شهر ڏٺو ناهي. پر ٻڌڻ کان وٺي اڄ تائين ٻڌندو اچان ٿو. ته لنڊن واقعي هڪ تمام وڏو شهر آهي. جتي غيرت شرافت ۽ حيا کان سواءِ ٻي سڀڪا شيءِ دستياب آهي. شهر ۾ ريل گاڏيون زمين جي اندر ٿيون هلن. ۽ انهن جي اڃان به هيٺان ٻيون ريل گاڏيون هلن ٿيون وغيره باوجود ڪ شهر مون نه ڏٺو آهي. پر جڏهن ته انهيءَ شهر جي موجود هڻ جي خبر تواتر کي پهتل آهي. تڏهن انهيءَ شهر جي هڻ ۾ ڪوبه شڪ

باقي نہ رهيو آهي. ۽ انهيءَ شهر جي هئڻ جو علم يقين جي آخري درجي تي پهتل آهي.

الحاصل تہ اوڀي سوين جون گواهيون خواص ۽ عوام جون چشم ديد شاهديون جيڪڏهن تواتر جي حد کي پهتل آهن، تہ انهو بہ دليل قاطع ۽ برهان ساطع آهي سڄي دنيا چوندي تہ هي ڪم هنيئن آهي. انسان اکين سان ڏٺو آهي، پوءِ جيڪڏهن ڪو هڪڙو لنڊڻ جو ڪاڻل ۽ پڻ بلا جو سونگهيل چوندو تہ نہ سڄي دنيا ڪوڙي آهي. نہ ڪي نو ڪوت. انهي هڪڙي نالائق نابڪار جي نهڪار ظاهر ۽ باهر حقيقت جي پايهءِ ثبوت کي متزلزل ڪري تي سگهي.

حضرت رب‌العزت جل مجده جي وجود لاءِ بدو آفرينش کان انسان ذات جو اوهو مقدس ۽ عظيم گروهہ جنهن جي سچائي تقدس راست بازي ۽ اعليٰ اخلاق دوست تہ دوست پر دشمن وٽ بہ تسليم ٿيل آهي. يعني دنيا ۾ آيل لکن نبين چشم ديد گواهيون ڏنيون آهن. پاڪ پيغمبرن نہ فقط خداوند تعاليٰ‌وتقدس جي ذاتي نور کي ڏسڻ جي ٺلهي زباني دعوا ڪئي. پر پنهنجن لکها بوئلگن کي ڏيکاريو بہ. هن دنيا ۾ هي ظاهر بين اکيون سيڪا اوها شيءِ ڏسي سگهن ٿيون. جنهنکي ڪو نہ ڪو رنگ آهي. جنهن شيءِ کي ڪوبہ رنگ ناهي. سا انسان هنن ظاهر بين اکين سان ڏسي ٿو سگهي. گل يا عطر مان خوشبو پنهنجي محبوبانہ رفتار سان هوا جي ڪلهن تي سوار ٿي هلندي اچي انسان جي نڪ ۾ داخل ٿئي ٿي. ۽ پوءِ مغز تائين پهچي دماغ کي حجلهٔ عروسي وانگر معطر ۽ معنبر بنائي ٿي. پر انسان هنکي ٿو ڏسي. ڇو تہ هڪاءَ ( ) ۽ هبڪار جو ڪوبہ رنگ ناهي. ۽ آواز هوا جي لهرن تي برق رفتاري سان جيئن هليءَ جو پڇايل ڪٿو تکو ۽ ازم مان پنهنجي ہر ۾ گهڙيي ٿو وڃي. اهڙي طرح زور سان ڪن ۾ ڏريو پئي. پر انسان انهيءَ کي ٿو ڏسي سگهي. نوٽي جو هو ڪنن کي گهايل ڪريو وڃهي. پر اکين کي پاڻ پسائڻ جي منجهس

(۱) خوشبو

خود هوا به
ڪابه صلاحيت ڪانهي، چو ته هو بيرنگ آهي، ۽ ڪبرائي چڙهي
پلي ڪئي اهڙي زوردار هجي، جا انسان کي ابتو سان سمنڊ ۾
بر جيڪڏهن من ۾ متي مليل ناهي. جهڙي طرح چو ته هنجو ڪوبه
ايندڙ هوا جا طوفان، ته اوها به نظر نٿي اچي، چو ڪان مبرا ۽
رنگ ناهي، رب جي ذات جيڪا ڪنهن به رنگ
منزه آهي، انهنڪي هي ظاهري اکيون ته برابر نه ٿيون ڏسي سگهن،
پر هڪ پاڪ ۽ پاڪ روح جون اکيون سندس ذاتي نور جي
مشاهدن مائل ۾ محو ۽ مصروف رهن ٿيون.

اپٽان تان انديون پورهون پرين پسن
وڃبو روز رسن حبيبائي حجري شاه

هڪ ته شاهديون لکن ماڻهن جون، ٻيو ته اوهي لکه به
اهڙا، جن مان هڪڙي هڪڙي جي هڪ هڪ اکر تان لکه لکه
صدقو ڪجن. اسانجي پيغمبر پاڪ ﷺ دنيا جي ٻين بادشاهن
سان گڏ هرقل شاهه روم ڏانهن به قاصدن هٿ اسلام جي دعوت
موڪلي هئي، خط پڙهڻ بعد بادشاهه حڪم ڪيو ته انهيءَ نبوت
جي دعويدار جي مخالفن مان ڪو اسان جي شهر ۾ آيل هجي
ته انهيءَ کي حاضر ڪريو، چنانچه قريش مڪي جي سردار
ابوسفيان کي جو واپار جي سانگي آيل هو، حاضر ڪيو ويو،
ابوسفيان اڃان حضرت ۽ رضي الله تعاليٰ يعني مشرف به اسلام
نه ٿيو هو، ابوجهل جي بدر واري لڙائي ۾ مردار ٿيڻ بعد
جيڪي به ڪافرن جون ڪاهون ۽ حملا ۽ جنگيون ٿينديون
رهيون، انهن ۾ ڪفر جي قافلي جو ڪاهيندڙ سپه سالار ۽ اڳواڻ
ابوسفيان هوندو هو، بادشاهه ابوسفيان کان سوال پڇيا ۽
جواب طلب ڪيا ۽ مسلمانن کي چيو ته هي جيڪڏهن ڪا غلط
ڳالهه ڪري ته اوهان مونکي ٻڌائجو، بادشاهه جو هڪ هڪ سوال
۽ سوالن جي جوابن مان ڪڍيل نتيجا حيرت انگيز ۽ ديدوشنيد آهن،
گفتگو ختم ٿيڻ تي چيو اٿس ته ايهو واقعي برحق ۽ سچو نبي
آهي، جنهن تخت تي اڄ آئون ويٺو آهيان عنقريب انهيءَ جو مالڪ

ٿيندو. سڄو مذاڪرو نهايت ئي معني خيز آهي. پر اسين فقط هڪ سوال ڪي ٿا وٺون. بادشاهه پڇيو ته ايهو ماڻهون يعني نبوت جو مدعي جنهن اوهان جي شهر مڪي ۾ اوهان سان ڳڏ ٽيونجاهه سال گذاريا آهن. سو رواجي طرح سان يعني عام دنيوي معاملن ۾ ڪوڙ ڳالهائيندڙ آهي. يا سچار آهي؟ ابوسفيان جواب ڏنو ته هو سچ ڳالهائيندڙ آهي. اسان هن جو ڪوڙ ڪڏهن به ڪونه ٻڌو. بادشاهه چيو ته جنهن سڄي ڄمار ۾ ڪنهن انسان تي به ڪوڙ نه هنيو. سو پنهنجي رب تي، ڪيئن ڪوڙ هڻندو. اچان هڪڙو ٻيو واقعو گوش گذار فرمايو. بدر جي لڙائي شروع ٿي چڪي آهي. ايرا ڏيرا پوڙها مريض ۽ ڪي تہ ڇوڪرا سي به ڪل تي ٣١٣ سو تيرهن مسلمان مرتا مرتا ڪيا نہ ڪرتا. جي مقولہ وانگر هڪ هزار جي مسلح جنگ آزموده ۽ مشهور نبرد آزما ڪافر پهلوانن جي اڳيان رب جي آسري تي سينو سپر ڪري بيٺا هئا. هڪ طرف ڪان بهادري هئي. زور ۽ طاقت هئي. پٽ ۽ ست هئي. تعداد جي گهڻائي ۽ خوفناڪ هٿيارن جو گهمنڊ ۽ غرور هو. ٻئي طرف سچي رب جي توڪل ۽ سچي رسول جي محبت ايرن ۽ ضعيفن جا هڪڙي هنيين مان ويهه هنيان ڪري ڇڏيا هئا. تراڙيون هلي رهيون هيون. ڌڙن تان سسين جا بار هلڪا ٿي رهيا هئا. ڪافر فوج جو اڳواڻ ابوجهل پنهنجي فوج جي اڳيان حسب دستور اچي بيٺو آهي. ۽ مسلمانن جو محبوب پيشوا مسلمانن جي اڳيان جلوه افروز آهي. ابوجهل سان ڪو مڪي ڪان ٻاهريون عرب سردار به پنهنجي جانباز پهلوانن سان ڳڏ آيل هو. انهي ۽ جڏهن محبوب ڪريم ﷺ جو منهن مبارڪ ڏٺو جنهن مان نور جون تجليون ۽ انوار الاهي جون لاٽون اڌمان ڏٺي نڪري رهيون هيون. اهڙي پاڪ ۽ محبوب صورت هئي جنهن جهڙي اڳ نہ پيدا ٿي ۽ نہ هن ڪان پوءِ پيدا ٿيڻ ممڪن هو.

ناز منجهارا نڪري جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ
يون پڙ بسم الله چئي ۽ راهه چمي ٿي رنڌ

ايئون گهٽي ادب مان حورون حيرت هند
سائين جو سوڳند ساڃن سيتاز سهڻو (شاه)
سهسين سڄڻ ايري ۽ چوراسي چنڊن
بالله ري برين سڀ اوندا هي يا نئيان

غير مسلم عرب سردار حيران ٿي ويو ۽ بي اختيار رڙ ڪري ابوجهل کي چوڻ لڳو ته ميان اوهان هن ماڻهون کي ڪوڙو ٿا چئو. اوهين هنکي ڪوڙو ٿا چئو. ابوجهل ڏو هنکي چوي ته و الله لا نڪذب محمدا ولا کن نکذب بما جاء به. الله جو قسم ته اسين محمد کي ڪوڙو نٿا چئون. پر جيڪو دين آندو اٿس اوهو دين ڪوڙو آهي. هيءَ هيئي حضرت هوت حبيب جي سچائي جو گواه الله آهي. الله پاڪ جا ملائڪ آهن. ڪائنات جو ذرو ذرو سندس سچائي جو شاهد عدل آهي. پر ابوجهل جهڙي خونخوار ۽ غليظ دشمن جي گواهي ۽ ساب اهڙي وقت ۾ جڏهن معرڪه ڪارزار پوري طرح سان گرم آهي. ۽ هو رت جو پياسو آهي ۽ گهٽي ڪاوڙ مان پنهنجين ٻانهن کي چڪ هڻي رهيو آهي انهيءَ وقت ۾ ته هو پليٽ چوي ها ته ها ها ڪوڙو آهي. پر نه محبوب جي پاڪ ڪيريڪٽر جو هن تي ايڏو زبردست سڪو جميل آهي. جو قسم به لات ۽ عزا ۽ هبل جو نه سچي الله جو قسم کڻي چوي ٿو ته اهو ڪوڙو ناهي. انهيءَ کي اسين ڪوڙو نٿا چئون. البته سندس آندل دين ڪوڙو آهي. انهيءَ اهڙي وقت ۾ ابوجهل جهڙي ڪٽيل دشمن جي انهيءَ گواهي ۾ عقل وارن لاءِ عبرت جو سامان سمايل آهي. آهي ڪو غور ڪرڻ وارو؟ آهي ڪو سمجهڻ وارو؟ اسانکي رب پاڪ جي وجود جي انهيءَ هوت حبيبي شاهدي ڏني. جنهنجي ڪنهن به فرمايل هڪڙي حرف ۾ به ڪوڙ جو ڪو معمولي شائبو به ناممڪن آهي. نه فقط پاڻ ڏسي چيائون. پر پنهنجن لکن اصحابن کي رب جي ذات ڏيکاري گواه بنايائون اڄ تائين سندس امت جا ڪروڙين غوث قطب مجدد محي الدين نجبا نقبا ۽ عام اولياء روحاني اکين سان ڏسي شاهديون ڏئي رهيا آهن. ايهي انبيا ۽ سندن اصحاب ۽ سندن امت جا اولياء اوهي آهن جن مان فقط ڪو هڪ به شاهدي ڏئي ها ته انهيءَ ۾ شڪ جي ڪابه گنجائش

نه رهي ها.

هتي ته اهڙا لکر ڪروڙ شاهد آهن. هتي شڪ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. شڪ جو وجودئي ڪونه ٿو رهي. البته ڪنهن شئي ازلي ابدي جي شقاوت رهي ٿي. انهيءَ جو علاج منهنجا ادا اسان ڪان زور آهي. نياڳ جو علاج بقراط ۽ جالينوس به ڪونه ٻڌايو.

الحاصل ته جيڪڏهن متواتر خبر ناقابل ترديد حقيقت ۽ روشن دليل ۽ برهان قاطع آهي ته رب جي وجود ۽ هئڻ واري خبر کان وڌيڪ متواتر ۽ معتبر خبر ٻي دنيا ۾ نه ٿي آهي. نه ٿي سگهي ٿي. رهيو هي سوال آهي ته پوءِ ڏسجي ڇو نٿو؟ منهنجا پياه ڏسڻ ڪو دليل ناهي. اسانجون اکيون، اسانجي نظر ۽ نگاه اسان کي الو بنائڻ ۾ هڪ هنڌ نه ٻن سون جاين تي ڪوبه دقيقو فروگذاشت نه ٿيون ڪن. شعلهءِ جواله کي ڏسو. هڪ ڪاٺي جي چوٽ ۾ چڻنگ يا ٽياندي ٻڌل آهي. انهيءَ کي زور سان ڦيرايو. اکيون سنهن ساک ڏين لاءِ تيار ٿي بيهنديون ته اهو سڄو دائرو يا نصف دائرو ٻڪو ٽانڊو آهي. زمين جي ڇيهه تي نهاريو. اکيون چونديون هڙو سنهن. هڙو قسم. تنبو وانگر آسمان جا هيٺيان ڪنارا زمين تي پيهتل آهن. خود آسمان جو وجود انساني نگاه جي انتها تي نظر ايندڙ نيرو رنگ. اکيون جون ٽيون گهوڙا مونکي ڀلايو چوڻا. ايهوئي خود آسمان آهي. هزار پيرا چئو ته سوا به ڪروڙ ميل پري آسمان جو نظر اچڻ ممڪن ئي ناهي. صرف اڌ ميل تي بتي يا گولو رکو ته اندرين روشنائي نظر ايندي ٻاهريون شيشو ڪونه ڏسي سگهبو. ايهو آسمان ناهي، ايها نظر جي انتها آهي. اکيون شدت ڪري بيهنديون ته نه ايهو آسمان آهي. پوءِ جيئن پوڙهو مڙس پنهنجي نوجوان زال جي اکيان نه ٽيندي ۽ نه ٽيٽي ڳالهه لاءِ ڪند ڌوڻي هائو ڪري بيهندو. هائو نه ڪندو ته ويندو به ڪيڏانهن؟ تيئن انسان به پنهنجي محبوب اکين جو انگل سهي قبول ڪري ٿو ته ها واقعي ايهوئي نظر ايندڙ آسمان آهي- تارا ڏسو. اکيون چون، ٽيون ايهي بلڪل ننڍڙا آهن. ايهي نيري رنگ جي اطلس تي سونهري ستارن جو ڪم ٿيل آهي. لک پيرا چئو

ته نه ايهي تمام وڏا آهن. سائنس هيٺن تي چوي. اڪيون چونديون ته ڏوڙ سائنس جي منهن ۾. ايهي آهن ابڙا نيڙا. انسان کي ايهو به مجنون پوي ٿو. اڪيون محبوب ٿيون ته محبوب جي ڳالهه ڪيئن نه مڃجي.

الحاصل ته اکيون ڪو دليل نه آهن. اڪيون اسانکي ڪيترين جاين تي فريب ڏين ٿيون دليل عقل آهي. عقل رب جي ذات جون گواهيون ڏي ٿو.

## انسان

رب العزت جي قدرت ڪامله جي بي پايان نشانين مان اشرف المخلوقات انسان ذات جو وجود به هڪ وڏي نشاني آهي. هر هڪ انسان بذات خود هڪ هلندڙ ڦرندڙ ڪائنات آهي. ظاهر بين شاعرن پنهنجي سطحي نظر سان ڏسي محبوب کي سرو آزاد يعني زمين ۾ ڪتل ڳتل ۽ پابند نه بلڪ بلحاظ سڌي قد ۾ هموار جسم جي هلندڙ ڦرندڙ سرو چيو آهي. ڪاش هو ڪجهه غائر نظر سان ڏسن ها. ڪاش هو انسان جي داخلي محيرالعقول نظام ربوبيت ۽ اندروني لامحدود انتظامات کي پرجهن (۱) ۽ پسن ها ۽ جيڪڏهن ائين ڪن ها ته بجائي سرو آزاد جي انسان کي بوء توٽي جو هو جمال جهان آرا ۽ حسن عالم افروز جو حامل نه به هجي ۽ توٽي جو هو ڇپو ڦڏو ڳڪو نڪ ٿلهو چپ ٻولو ڪارورنون ۽ سو ڳ جهڙو هجي. ته به هنکي آزاد ۽ هلندڙ ڦرندڙ ڪائنات جو لقب ڏين ها. انسان جو اعصابي نظام (نروس سسٽم) جنهنجو مرڪز (سينٽر) دماغ آهي. انهيء جون هڪ هزار نه بلڪ ڪئين هزار تارون انسان جي سڄي بدن ۾ ايهين پکڙيل آهن. يا هيئن چئجي ته انسان جو سڄو وجود انهن تارن سان ايهين واٺيل آهي. جيئن ڪو ڪاريگر تمام سنهي واٺ سان ڪٽ کي واٺي ڇڏي. بدن تي ڪٿي به ماڪوڙي سري ته ايهين تارون هڪڙي سيڪنڊ

(۱) سمجهن

ته نه ايهي تمام وڏا آهن. سائنس هيٺن تي ڇوي. اڪيون چونديون ته ڏوڙ سائنس جي سنهن ۾. ايهي آهن ابڙا نيڙا. انسان کي ايهو به مجنونئي پوي ٿو. اڪيون محبوب ٿيون ته محبوب جي ڳالهه ڪيئن نه مڃجي.

الحاصل ته اکيون ڪو دليل نه آهن. اکيون اسانکي ڪيترين جاين تي فريب ڏين ٿيون دليل عقل آهي. عقل رب جي ذات جون گواهيون ڏي ٿو.

## انسان

رب العزت جي قدرت ڪامله جي بي پايان نشانين مان اشرف المخلوقات انسان ذات جو وجود به هڪ وڏي نشاني آهي. هر هڪ انسان بذات خود هڪ هلندڙ ڦرندڙ ڪائنات آهي. ظاهر بين شاعرن پنهنجي سطحي نظر سان ڏسي محبوب کي سرو آزاد يعني زمين ۾ ڪتل ڳتل ۽ پابند نه بلڪ بلحاظ سڌي قد ۾ هموار جسم جي هلندڙ ڦرندڙ سرو چيو آهي. ڪاش هو ڪجهه غائر نظر سان ڏسن ها. ڪاش هو انسان جي داخلي محيرالعقول نظام ربوبيت ۽ اندروني لامحدود انتظامات کي پرجهن (۱) ۽ پسن ها ۽ جيڪڏهن ائين ڪن ها ته بجائي سرو آزاد جي انسان کي پوءِ توڻي جو هو جمال جهان آرا ۽ حسن عالم افروز جو حامل نه به هجي ۽ توڻي جو هو ڇپو ڦڏو ڳڪو نڪ ٽلهو ڇپ ٻولو ڪارورنون ۽ سوڳ جهڙو هجي. ته به هنکي آزاد ۽ هلندڙ ڦرندڙ ڪائنات جو لقب ڏين ها. انسان جو اعصابي نظام (نروس سسٽم) جنهنجو مرڪز (سينٽر) دماغ آهي. انهيءَ جون هڪ هزار نه بلڪ ڪئين هزار تارون انسان جي سڄي بدن ۾ ايئين پکڙيل آهن. يا ائين چئجي ته انسان جو سڄو وجود انهن تارن سان ايئين واٽيل آهي. جيئن ڪو ڪاريگر تمام سنهي واڻ سان کٽ کي واڻي ڇڏي. بدن تي ڪٿي به ماڪوڙي سري ته ايهين تارون هڪڙي سيڪنڊ

(۱) سمجهن

جي به ڪنهن حصي ۾ اهڙو اطلاع مرڪز کي پهچائين ٿيون. ايهي اعصاب آهن جيڪي خود دل کي هلائين ٿا. جيڪي سڄي بدن ۾ نبضن ذريعي رت جو دورو قائم رکن ٿا. ايهي اعصاب آهن. جن جي وسيلي (بقول اطباجي) روح نفساني سڄي بدن ۾ جاري ۽ ساري آهي. نظام هضم تي نظر ڪريو. مهنديان سنهان ڏند گوياڪ واهلا آهن. جي وات ۾ آيل ڪنهن به شيءِ کي ٽڪر ٽڪر ڪري پيسجڻ جي لائق بنائين ٿا. ڏاڙهون جنڊ وانگر انهيءَ شيءِ کي پيهي سنهون ڪن ٿيون. زبان جي ته ڳالهه ئي نه پڇو. هو هڪ طرف انتهائي چالاڪي ۽ ڦڙتي سان ڳاهه کي ڏندن جي زد کان بچائي ٿي. ٻئي طرف وات ۾ آيل شيءِ کي هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائي ٻنهي طرفن ڏاڙهن جي وچ ۾ پيسجڻ لاءِ ڌڪي ٿي. ٽي طرف پيٺل غذا کي نڙي مان ڌڪي هيٺ معده ڏانهن لاهي ٿي. ڪنهن به شيءِ جي ذائقي (مٺاڻ ڪڙاڻ کاراڻ ڪساراڻ کٽاڻ) وغيره جو اطلاع سيڪنڊن ۾ مرڪز (دماغ) کي پهچائي ٿي. ڳالهائڻ وقت ته زبان جي ڪارگذاري حيرت ۾ وجهندڙ آهي. غور ڪيو ته ڪو اکر مثلاً ج زبان جي وچ مان ڪو اکر زبان جي پاڙ مان ڪو زبان جي چهنب مان ڪو نڙي مان ڪو چپن مان. الحاصل ته هر هڪ مفرد لفظ جو مخرج ڌار ڌار آهي. تڪڙي ڳالهائڻ وقت هزارين مفرد الفاظ مرڪب بنجي ايڏي جلدائي سان نڪرن ٿا ۽ زبان ايهو سڀ ڪم اهڙي برق رفتاري سان ڪري ٿي. جو ناممڪن آهي ته ڪا تيز کان تيز مشين اهڙي طرح سان اک پور پٽ ۾ مخرجن جي انهن جاين تي پهچي اوهي الفاظ ادا ڪري سگهي. وڏي ڳالهه هي ته ڳالهائيندڙ کي ڪوبه شعور ناهي ته اندر زبان ڇا ڇا پئي ڪري. هن جي قوت ارادي فقط رٿيل ڳالهه ڏانهن منعطف رهي ٿي. انهن جملن جي ادا ٿيڻ لاءِ وات ۾ ڇا ڇا پيو ٿئي. زبان جي پراسرار مشين ڪهڙا ڪهڙا حيرتناڪ ڪرتب چپن جي پردي پٺيان ڏيکاري رهي آهي. انهيءَ جي ڳالهائيندڙ جي آڪوڙي کي خبر آهي. وات ۾ هڪ ته مختلف قسمن جا تيزاب ۽ کاري نه پر ڪيئين غدود آهن جي اتي ٿي

پارٽ ادا ڪندا.
غذا ۾ گڏي هنکي لائق هضم بنائڻ ۾ پنهنجو وڏو پارٽ ادا ڪندا. اتي ته گويا ڪٿين معده ۾ پهچڻ بعد پوءِ ته پل پائي ٿيو وڃي. اتي ته گويا ڪٿين خود ڪار مشينون پنهجو پنهنجو ڪم سرانجام ڪرڻ ۾ مصروف ٿيو وڃن. ڪاٻ غذا پهچي ته انهيءَ جا شحمي (چرٻي جا) اجزا ۽ لحمي (گوشت جا) اجزا سناڻ ڪناڻ ڪاراڻ ڪرڻ وغيره ڌار ڌار ڪري بدن جي انهن خاص حصن ۾ موڪليا وڃن ٿا. جن لاءِ انهيءَ قسم جا اجزا لازمي طرح سان مطلوب آهن. دوا ڪا معده ۾ پهچي، اتي ته پوءِ گويا ايلوپيٿي جو جالينوس. ويدڪ جو ڌنونتري. يوناني طب جو بوعلي سينا. پنهنجي عظيم ليبرٽرين سان پاڻوليون ماريو ويٺا آهن اڄ تائين غالباً ست سو ڪن دوائون انسان جي علم ۾ اچي سگهيون آهن. انهن سڀني جا افعال ۽ خواص ناممڪن آهي ته ڪنهن به ويد يا طبيب يا ڊاڪٽر کي به يڪ وقت ياد هجن. پر قدرت جا معده ۾ وهاريل ماهرين فن ايڏي ته پر شڪوه علم ۽ صلاحيت جا مالڪ آهن جو انهن ست سو دوائن مان ناممڪن آهي ته ڪنهن هڪ جو به فعل يا خاصيت هننکي وسريل هجي. ۽ ڪاٻ دوا ڪنهن به عضوي جي جنهن به فائدي يا نقصان لاءِ مخصوص آهي. اوها يا انهيءَ جو تاثير ناممڪن آهي ته انهيءَ معين مقام ڏانهن نه موڪلين. سورنجان جيڪڏهن سنڌن جي سور لاءِ مخصوص آهي ته انهيءَ جو تاثير ڀلجي به مٿي جي سور لاءِ مٿي ڏانهن موڪلين. سو ٿي نٿو سگهي. تعجب هي ته معده ۾ اندر علم ۽ حڪمت جا ايهي ڪمالات. انهن جاهل ۽ حماقت ماٻن جي معده کي به عطا ٿيل آهن. . جن پاڻ هن بيروني دنيا ۾ جتي علم ۽ حڪمت حاصل ڪرڻ جون انيڪ درس گاهون موجود آهن. اتان ڪجهه به نه پرايو ۽ معدي انهيءَ پوڪ بصر جي پيٽ ۾ محبوس رهڻ جي باوجود ايڏو علم ۽ حڪمتون ڪيئن هٿ ڪيون. هڪڙو اوهو بز بلوچ جنهن ميگهواڙ کي وڃي چيو ته ٻروچپائي جا جتيون ناهي ڏي. ميگهواڙ پير جو ماپ گهريو. ٻروچ چوڻ لڳو ادو کي چوانس ٻه پيٽ ويايو .آهي. ٿيو پيٽ ڍڪو آهي. ڪاريگر ماڻهون آهين. انهي ڪاڇي تي ناهه. هڪڙي

بوزان سانجهيءَ تاري کي زياده روشن ڏسي
تي رضائون فضائون تہ پڪ تيئ انهيءَ مڙس (سانجهي تاري) تي
ايندي. اهڙن اٺ جي ٻڌن جي بہ معده اندر علم ۽ حڪمت جا
اوهي دريا پيا وهن. جو چا چٺي چا چڃي. ڪو ڪشتو رتي با
چانور جو قلر معده ۾ پيل رهيٽ جي ڪيترن سيرن ۾ گڏجي
وجي ٿو. يا خدا معدو ڪهڙي سنهي سٺي جي مهن سان انهيءَ
ڪي ذرو ذرو ڪري ميڙي سهڙي ڌار ڪري انهيءَ جو اثر
مطلوبہ حصہ جسم ڏانهن موڪلي ٿـو. خون جيڪو دل کان
ٿيندو بدن جي هرهڪ حصي ۾ گردش ڪري ٿو. انهيءَ جي
هلڻ لاءِ جيڪو سڪربڻراج وارو سسٽم يعني درياءَ ٻوءِ وڏا واهہ
ٻوءِ وڏيون شاخون ٻوءِ ننڍيون ٻوءِ واٽـر ڪورس ٻوءِ پل ٻوءِ
اڏون ٻوءِ ناڏڪا (۲) نعينہ اهڙي طرح سان وڏيون نبضون ٻوءِ ننڍيون ٻوءِ
اجان سنهيون ٻوءِ تہ تيئ عروق شعريہ يعني وار جهڙيون سنهيون
رڳون. ايهي تـہ ٿيون سڄي بت جي وار وار تائين رت پهچائڻ
لاءِ شرائين. وري خون جي واپس دل تائين پهچائڻ لاءِ وريدون.
اوهي بہ بلڪل اهڙي طرح سان. الحاصل تہ شرائين ۽ اورده جو
تعداد ڳڻپ کان ٻاهر آهي. انهيءَ رت ۾ هڪڙي رزرو فوج ظفر
موج ڳاڙهي وردي ۾ ملبوس (سرخ ذرات) بدن جي هر حصي ۾
ايتريقدر تہ ڪثرت سان متعين ٿيل آهي جو دنيا جي ڪل هڪ
سو ٻارهن حڪومتن جون ڪل فوجون گڏ ڪجن تہ انهيءَ کان
بہ وڌيڪ. هوڏانهن بدن ۾ ڪنهن بہ مرض جا جراثيم داخل ٿيا.
هوڏانهن انهيءَ فوج هنن تي حملا شروع ڪري ڏناء گوريلاجنگ
چالو ٿي وئي. ۽ انهيءَ فوج جا لکين چا بلڪ ڪروڙين سپاهي
پاڻ ڪي قربان ڪري دشمن فوج (جراثيم) کي ختم ڪريو ڇڏين.
بعض حالتن ۾ جڏهن جراثيم جو تعداد ۽ قوت ماگهين کا گهٽي
۽ ناقابل تسخير آهي تہ پوءِ ايهي انسان جي مملڪت جي وجود
جا سرويچ ۽ سروفروش دفاعي فوجي ارٻن جي تعداد ۾ پاڻ کي
قربان ڪري ختم ٿيو وڃن. مٿي ٻڌاڻان ڪهڙي ميار. پوءِ ماڻهو

(۱) ڇيو (۲) تمام سنهيون اڏون

پيو طبيبن ٽاٽ. طبيب چوندا ته مريض جي طبعي قوت مدافعت ختم ٿي وئي آهي. ڊاڪٽر چوندا ته خون جي ڪل جي ڳاڙهن ذرات کي جابر جراثيم هڙپ ڪري ويا. جديد تحقيق مطابق نه فقط معده ۾ غذا هضم ٿي ڪيلوس ۽ ڪيموس جي صورت اختيار ڪري عروق ماساريقا جي ذريعي جگر تائين پهچي اتي خون سودا بلغم ۽ صفرا بنجي ٿـي. بلڪ حلق ۽ مري کان معاء مستقيم تائين سيني آنڊن ۽ سڄي نالي ۾ جا ٥٦ فوٽ ڊگهي ڪٽي وئي آهي. غذا جـي انهي سڄي دوران سفر ۾ برابر فعل هضم جاري رهي ٿو. هڪ طرف رت تيار ٿي سڄي بدن جي گوشت ۽ ڪل جي غذا ۽ بـدل ماينحلل بنجي ٿو ته ٻي طـرف چرٻي تيار ٿي پنهنجون پنهنجون مقرر جايون وڃي والاري ٿي. ٽـي طرف غذا مان چن جا اجزاءِ (ڪيلشيم) ڌار ٿي هڏن جي خوراڪ لاءِ هڏن کي سپلاءِ پيا ٿين. چوٿين طرف بلغم ٿلهي سنڌن وٽ هڏن جي وچ ۾ گريس وانگر پهچي هنن کي گسڻ کان بچائي ٿو. پنجين طرف صفرا جڙي راس ٿي خون ۾ ملي پنهنجي تيز ۽ گرم اثرات سان خون کي ڄمڻ ۽ منجمد ٿيڻ کان بچائي وار جهڙين سنهين رڳن ۾ به گردش جي لائق بنائي ٿي. ڦڦڙ آڪسيجن جي درآمد ۽ نائٽروجن جي برآمد واري ضروري ڪم ۾ چوويهه ئي ڪلاڪ ڌمڻ واري ڌوڪ ڌوڪان لايو پيا آهـن. ٻئي گردا بـه گوياڪ محڪمه آبپاشي جـا بـه حساس چست چالاڪ ۽ فرض شناس ايگزيڪيوٽو انجنير آهن. جي اٺئي پهر اوجاڳا ڪريو آبپاشي ۽ خراب ٿيل پاڻي جـي نڪاسي ۾ مصروف آهـن. جيرو تلي پتو رطوبت بانقراس ايهي سڀ پنهنجين گونا گون ڪارگذارين ۾ ڪتي تڏي ڪاهه ڪانهي وبل وهڻ جي. شاهه جي ارشاد کي مشعل راهه بنائي رهيا آهن. ڪٿان ماءُ الحيات جا چشمان ڦٽيو پيا نڪرن. ڪٿان زالن جي ڇاتين مان کير جون نديون پيون وهن. ڪٿان چڙا ۽ بڪايل ۽ سڪتان زالن ۽ لذيذ ڪاڏن جا پهه پچايو وات مان گگهون پيا ڳاڙين. فضلو جنهن مان انساني غذا ۽ جزو بدن بنجڻ جا لائق ڪل اجزا ڪشيد ٿـي چڪا آهـن ۽ انسان لاءِ

هاڻي هو بيڪار محض آهي- اوهو ۽ بوريا باهر نڪرن ٿا. پر اوهي
في الحقيقت بيڪار ناهن، بلڪ ذاتات لاءِ مقوي معجون يا بهترين
ٿانڪ ٻنجڻ جي صلاحيت رکن ٿا. پيو ته نهيو پر انسان جي بت
تي گوشت خوامخواه ثقيل ناهي، انهيءَ گوشت جا ڪي ڪول
ڪي مستطيل ڪي نڪندا ڪي چوڪندا.

الحاصل ته مختلف صورتن ۽ قسمن جا ٽڪرا (عضلات)
ڪنهن خاص منفعت ۽ حڪمت، لاءِ انهيءَ صورت جا ٺهيل
پنهنجي پنهنجي جاءِ والاريو بيٺا آهن. ۽ هرهڪ عضلي جي جدا
جدا صورت وضع قيام ۾ جدا جدا حڪمتون پوشيده، آهن- ۽
سون جا سو وڏا ننڍا ۽ سڌا ۽ ڏنگا هڏا هرهڪ پنهنجي جدا ۽
خاص، صورت سان بدن ۾ هڪ خاص ۽ اهم مقام جا مالڪ بڻيا
بيٺا آهن.

اکيون ڪيئن ٿيون ڏسن؟ ڪن ڪيئن ٿا ٻڌن؟ انهن جي
اُپت لاءِ داستان گهرجن. مٽي ۽ ميڄالي ۾ عقل ذهن حافظو ڪيئن
۽ ڪهڙي ريت ٿو پيدا ٿئي؟ اهو معما ته انساني فڪر باوجود
سندس مزعومه بي انتها ارتقا جي اڃان حل ئي ڪونه ڪري سگهيو
آهي. مون تي به ڪو وقت فن طب جي حصول جو جنون ايتري
قدر ته طاري ٿيل هو، جو اسور جو اٿي ساڻون رب ۽ سندس
رسول جو نالو وٺي آئون اٿي طب جا ڪتاب پڙهندو ۽ ياد
ڪندو هئس. منهنجي حضرت جد پاڪ رحمت الله عليه وٽ جنهنجو
علوم عقليه ۽ نقليه ۾ هم پايه عالم ڪو ڪٿي ملڪ ۾ هوندو به
پر مون ڪونه ڏٺو. وڏا وڏا نامور علماءِ سندن حضور ۾ اچي بعد
شاگردن وانگر زانوئي تلمذ ته ڪري علمي رموز ونڪات جي
حصول ۽ استفاده ۾ مشغول ڏٺا ويندا هئا. انهن وٽ ڪي فارسي
۽ عربي طب جا ڪتاب پڙهڻ بعد دهلي جي جامع طبيه ۾ داخلا
ورتم. اگرچه مائٽن جي آهٽي راز ۽ آرسب پورو وقت مونکي
اتي رهڻ نه ڏنو ويو، تاهم تي جو ڪورس جو طب قديم ۽ جديد
يوناني ۽ ڊاڪٽري جي مضمونن جو هڪ ڪامل مڪمل مجموعو
هو، سو هڪ حصو اتي جي استادن کان ۽ باقي حصو پنهنجي

ٿڌو ۾ رهي انهن ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ سان منهنجي خيال مطابق ته مون مڪمل طرح سان ازبر ڪيو. تشريح يعني بدن جي جملي ڪل پرزن ۽ منافع الاعضا يعني انهي ڪلون پرزا جا لاءِ ڪهڙين ڪهڙين مصلحتن لاءِ انهن صورتن سان عالم وجود ۾ آندا ويا آهن. انهيءَ تشريح ۽ منافع الاعضا (فزيالوجي انساني) بابت جيڪا منهنجي معلومات آهي، انهيءَ جي بناء تي آئون چئي سگهان ٿو ۽ ڪنهن مبالغي سان نه بلڪ منهنجي محتاط اندازي موجب سڄي بدن جا عضوي ذرڙن پرزن، انهن جو جوڙجڪ وضع قيام ۽ هر هڪ عضوي جي ذري پرزي جا فائدا ۽ هنن جي تحقيق جون مصلحتون کولي بيان ڪجن ته گهٽ ۾ گهٽ پندرهن سو صفحن جو ڪتاب تيار ٿي وڃي.

هڪ ايڏي عظيم فيڪٽري يا مل جنهن جي ڪلن پرزن جي تشريح لکجي ته پندرهن سو صفحا پرجي وڃن. اوهان پڙهي ٿا ٻڌي؟ ايڏيون عظيم اٿائون ۽ ايتريقدر محيرالعقول جوڙجڪ ڪنهن ٺاهيندڙ کان سواءِ پاڻهي ٿي پيو؟ ايڏو مربوط مسلسل ۽ بي پناهه نظام جنهنجي موزونيت جو ايهو عالم آهي ته دنيا جا وڏي کان وڏا ڊاڪٽر پنهنجون ڪل اڪتسابي ۽ وهبي علمي ڪمالات جون روشنائيون ڪئي انتهائي دقيق نظر سان انساني بدن جي هڪ ننڍي کان ننڍي پرزي بابت ريسرچ و تحقيقات ڪندي ڪندي بي اختيار ٿي فتبارڪ الله احسن الخالقين جي معنيٰ وارن جملن جون صدائون بلند ڪن ٿا ۽ چون ٿا ته ايهو ايئين ئي هئڻ گهربو هو. ايهو ايئين ئي بهترين آهي. ايهو انهيءَ کان وڌيڪ بهتر صورت سان ٿي نٿو سگهي.

جيڪڏهن انهيءَ صورت ڪان ڪجهه ٻي طرح هجي ها ته ناموزون ناقص اڻ پورو ۽ فائدن جي لحاظ سان گهٽ يا سا گهڻن ناڪار ثابت ٿئي ها. اي اڄڪلهه جا آزاد خيال نوجوان. ڇا ايهو ايڏو ۽ اهڙو نظام ڪنهن حڪيم ۽ عليم ۽ قدير ۽ بصير ۽ سميع ۽ حي ۽ قيوم ۽ لطيف ۽ خبير ۽ مدبر منتظم جي دست قدرت جي شرمنده احسان ٿيڻ کان سواءِ خوامخواه ۽ پاڻان جاڻي

منهنجا ڀاءُ تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟ ڇا رب جي ڏارون يا ٻي ڪنهن رنڊڙي جي پٺ هڪڙو لت ڪئي ڏنو ته تو پنهنجو دماغ عقل فڪر ذهن سڀ تان هٿ ڪڻي ڇڏيو؟ تو پنهنجي سوچ سمجهه ۽ سڌ ٻڌ کي تالا لڳائي ڇڏيا؟ تو پنهنجي اکين تي ڪوريا چاڙهي ڇڏيا؟ تنهنجي اکين ۾ ڦلا پئجي ويا؟ ڦلن تنهنجون پٺي ماڪيون صفا ڍڪي ڇڏيون؟ تنهنجا پنجئي حواس معطل ٿي ويا؟ ڇئيو ته تون هاڻي ٻٽي جو پنج سير بار هنهين ڪئي پيو هلين؟ جنهن مان هڙ حاصل ڪجهه ناهي. ٻوءِ ڇئيو ته تنهنجي ٻٽي تي ڪوپراڻي ته انسان جي آهي، پر انهيءَ ۾ ميڄالو ڳڏهه جو پريل آهي. گهوڙا گهوڙا ڳڏهه جو ۽ اهو انداز فڪر تو ٿي سکهي جيڪو تو اختيار ڪيو آهي. بيغالله رنب جئي سکهجي تو ته تنهنجي ڪوپراڻي ۾ ڳڏهه جو ميڄالو نه بلڪ ڳڏهه جي لڏ پريل آهي. جنهن مان سواءِ عفونت جي ٻي ڪابه اميد رکڻ بيٺ آهي.

منهنجا عزيز ڀاءُ. اڄون توکي انسانيت جو واسطو ٿو ڏيان. سوچ ۽ سمجهه کي ڇڏي پنهنجي انسانيت کي شرمسار نه ڪر. عقل کان ڪم وٺ. يورپ جو هڪڙو ڏلو (ڏارون) چوڏهين صدي هجري جو هڪ اڃو ابوجهل (جي ابر) هڪڙي ٿي توکي سان توکان دين ايمان سان گڏ عقل ۽ سمجهه ڦري سوچڻ واري انساني صفت کان توکي مطلق محروم بنائي سرسام واري ڪيفيت طاري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي. انهيءَ کان توکي ٻڌي مرڻ کپي. گمراهي ۾ انڌي جو عقل ۾ ڇٽو ته اکيون ۾ بيڪار.

آمريڪا جا ٿي سائنسدان جيڪي سندن مزعومه چنڊ تان خراج تحسين وصول ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي دوري تي اچڻ جو ڪنهن تقريب ۾ تقرير ڪندي چيو ٿي آيل هئا. انهن مان هڪ ڪنهن ٿي پهچڻ کان پوءِ اسان رب العزت جو جلال ۽ عظمت ته چنڊ تي پهچڻ کان پوءِ اسان رب العزت جو جلال ۽ عظمت کي محسوس ڪئي، هيءَ هڪ ڪافر سائنسدان وٽ ڪان وڏ ڏني ۽ محسوس ڪئي، هيءَ صداقت سان اعتراف ۽ اعلان رب جي ربوبيت ۽ عظمت جو انتهائي صداقت سان اعتراف ۽ اعلان ڪري ۽ هڪ مسلمان جو ڪريل ۽ انڌو اونڌو ٻج ٻي پايان خلق

تيل شين کي ڏسي وائسي پوءِ خالق عاليٰ جي مڃڻ کان نابري
واري وڃي ته ايها بيشرمائي ۽ جهالت جي انتها ناهي ته ٻيو ڇا
آهي. جي-ايم- جهڙي هڪڙي لغور جو ٻچ ٻنجڻ ۽ سنڌس گڏهه
واري هينگ تان پنهنجون ڪل ذهني ۽ دماغي صلاحيتون قربان
ڪرڻ ۽ ساڙڻ ٻارڻ نياڳ ۽ نحوست ۽ شقاوت ۽ چنڊائي جو چٽو
۽ واضح نشان ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟

منهنجا ڀاءُ- ڪاغذ تي هڪ غزل لکيل ڏسين ٿو جو
عروض جي قاعدن تي سورهن آنا برابر آهي. هر هڪ بيت ۾
اهڙو اعليٰ تخيل سمايل آهي جو پڙهڻ سان بي اختيار واهه واهه
ڇٽي وڃي ٿي. الفاظن ۾ تجنيس آهي. اعليٰ قسم جو ربط آهي.
مضمون ۾ نازڪ خيالي ۽ بلند پروازي جو ڪمال آهي. تون ايهو
غزل ڏسين ٿو. بار بار پڙهين ٿو. ۽ خوب محفوظ ٿين ٿو. پر
تون ايئين ڇٽي سگهندين ته ايهو غزل ڪنهن شاعر جو چيل ۽
لکيل ناهي. ناڪ کو سفيد ڪاغذ ڪٿان اڏامي پٽ تي وڃي
پيو. اتفاق سان کو پکي جيڪو ڪٿي جي ڪنب مان پير ٻوڙي
آيو هو. سو انهيءَ ڪاغذ تي اچي ويٺو ۽ هو پير چوريندو ويو
ڪاغذ تي ليڪها نڪرندا ويا. ۽ حسن اتفاق سان اوهي ليڪها
بي ڍنگا نه هئا بلڪ اکر هئا. ۽ اکر به اوهي جن ۾ شعر جا
وزن بحر معنيٰ تخيل ۽ بهترين مضامين سمايل هجن.

منهنجا ڀاءُ جيڪڏهن تون ڪنهن شاعر جي لکيل هڪ
غزل لاءِ ايها رائي قائم ڪري ٿو سگهين. ۽ يقيناً ٿو ڪري
سگهين. ته پوءِ رحمان رب جي هڙئي سڀا سهڻي ۽ گهڻا گون
حڪمتن سان ڀريل مخلوق لاءِ ڪيئن ٿو ورقلين ۽ دقيق ته پاڻهي
ٿي پئي؟ جيڪي شيون تو کان اڳ ٿي پيون سي ته ڇڏ ڪٿي، پر
اڄ جڏهن دنيا ۾ نو اڪ پئي آهي. هليو ڦريو آهن پلا ٻڌاءِ ته
پاڻهي ٿينديون ڪا شيءِ تو ڏٺي آهي؟ ڪا اهڙي شيءِ تون ٻڌائي
سگهين ٿو جيڪا پاڻهي ٿي پئي؟ موٽر پاڻهي ٿيو؟ ريل پاڻهي
ٿي؟ ريڊيو پاڻهي ٿيو؟ راڪيٽ ۽ ميزائيل پاڻهي ٿيا؟ منهنجا

ياءُ ايهي ته وڏيون شيون آهن. پر تون ڪا بهن نندي شيءِ اهڙي
به ڏيکار. جيڪا پاڻهي ٺهي مجي. ڀلا هڪڙو نندي ڪان نندو
چهچو پاڻهي ٺهيو؟ ڀلا هڪڙي اٽ انيج جي ڪلي يا ڪوڪو
پاڻهي ٺهيو؟ ڪلي يا ڪوڪو اهڙي شيءِ آهي جهنجي ناهڻ ۾
ناهيندڙ جي هٿ کي گهٽ ڪان گهٽ محنت ڪرڻي پوي ٿي.
جي ايمڙو. ايهين چئي سگهندو ته ايهو ڪو اڇليل لوهه جو ٽڪرو
هو. جيڪو ڏهه ڪروڙ سال گذرڻ ڪان پوءِ گهڙجي
لسو ۽ موزون ڪوڪو بنجي ويو. ۽ ناهيندڙ ڪان سواءِ ٺهي پيو
ايهين چوندو ته ماڻهون چوندا ته ايهين ته همراهه ٻيڃي پيو آهي.
وارو ڪريو. ٻڏوس ۽ ٻوڙيوس ڪنهن ڪوئي ۾. مٿان ڪنهنکي
ڏاڙهي نه وڄهي. سيائي ٻهچاٻوس شهباز جي زيارت تي. هڪڙو
خسيس ڪوڪو ناهيندڙ ڪان سواءِ ٺهي نٿو سگهي. هڪڙو معمولي
غزل شاعر جي دماغي ڪاوشن ڏاران موزون نٿو ٿي سگهي. پوءِ
تون ڪيئن ٿو چئين ته هي هيڏي محيرالعقول ڪائنات پاڻهي ٺهي؟
پاڻهي جڙي راس ٿي؟ ڪو سرت (۱) ۾ آهين؟ ڪو هوش ۾
آهين؟ باوجود سلامتي هوش و حواس جي جيڪڏهن ايهين چوين
ٿو ته ايهو سراسر ظلم ٿو ڪرين. ظلم جي معني ڪنهنجو حق
ڪنهنکان ڦرڻ. تون خدا ڪان سندس خالقيت جو حق ڦرين ٿو.
انهيءَ ظلم جي سزا لاءِ پاڻکي تيار سمجهه. پوءِ ايهين نه چئو ته
دوزخ ڇو ناهي وئي؟

منهنجا دوست جيڪڏهن تون آهين ته پوءِ دوزخ جو هئڻ
به نهايت ضروري آهي. رب العزت جي عدل ۽ انصاف ڪان ايها
ڳالهه هزارين ڪوهه پري آهي ته تو جهڙي شديد ترين ظالم کي
جزاءِ و فاقاه (لائق ۽ جوڳي سزا) نه ڏي. پوءِ چئبو ته تون ڪل
مخلوقات مان اوهان بدترين ۽ ذليل ترين مخلوق آهين. جنهنکي
توني جو هن دنيا ۾ عارضي طرح سان انساني صورت مرحمت
فرمائي وئي آهي. پر عقل سمجهه اخلاق مطلب ته هر حيثيت ۽
هر لحاظ سان هو جهنم ۾ رهڻ جو اهل لائق ۽ مستحق آهي.

(۱) عقل

ايتري قدر لائق ۽ اهل ۽ مستحق جو ڪوبہ قانون عدالت ۽ ڪابہ منصف مزاج طبع سواءِ جهنم جي ٻي ڪابہ جاءِ هن لاءِ تجويز ڪري ئي نہ سگهي. بلڪ هو پاڻ بہ انهيءَ فيصلہ تي لب ڪشائي ڪرڻ ۽ نظرثاني جي اپيل ڪي انصاف جي خلاف تصور ڪري.

هڪڙي ڀاڪٽر جي والد جي ڏهي جي خيرات جي دعوت تي حيدرآباد وڃڻ ٿيو. دعوت ۾ هن جي دوست ڊاڪٽرن جو چڱو تعداد آيل هو. هو مون کان ڊاڪٽري جي پيشي ۾ پيش ايندڙ مسئلن بابت شرعي احڪام پڇي رهيا هئا. دوران گفتگو ۾ ٻڌايائون تہ هڪ هندو جيڪو تازو ايم-بي-بي-ايس ۾ پاس ٿيو آهي. اهو چوي ٿو تہ جنهن رب اهڙي جوڙ جوڙي. هيڏي خوبصورت ڪائنات خلقي. انهيءَ جي ڏسڻ جو مونکي بيحد شوق آهي. آئون خداوند تعاليٰ کان هر وقت اهو سوال ڪندو آهيان تہ قيامت ڏينهن مونکي دوزخ ۾ ڀلي موڪل. پر مونکي پنهنجو ديدار ضرور ڪراءِ. هڪ واڻيي جي پٽ جا اهي خيال ۽ ڪنهن مسلمان جي مٽ جا ٻي طرح خيال،

"بسوخت عقل زحيرت کہ اين بوالعجبيست"

# ڊيزائون

ٽيڪسٽائيل مل ۾ ڪي انجنير تہ محض مختلف رنگن گلن ۽ ڊيزائنن بنائڻ لاءِ مخصوص هوندا آهن. ساڳي ساڳي ڊيزائن تونئي جو بهترين دلڪش ۽ جاذب نظر ڇو نہ هجي. انهيءَ ڪي ڏسي هنيون پرجيو ٿو ٻوي. طبعيت انهيءَ کان بور ٿيو وڃي. انهيءَ ڪري بدليل سدليل ڊزائنون منصئہ شهودتي آڻڻ مصلحت ۽ عقلمندي آهي. ۽ انهيءَ سان گڏ انهيءَ جو بہ دليل آهي تہ ڪا مصلحت شناس قوت ۽ ڪنهن ڪاريگر جو نزاڪت ۽ نفاست پسند هٿ ڪارفرما آهي. جو ذري ذري نوان نوان نقوش دلپذير ۽ دلاويز چٽ گل چٽي رهيو آهي. دنيا جا ٽي ارب انسان هرهڪ جي شڪل صورت پنهنجي پنهنجي.

ٻہ پاڻ ھڪڙو ابو ھڪڙي امان ٻہ الفاظ ديگر تہ متيريل
ڏار ڏار، بدن ۾ ٻي جوڙ جڪ ۽ قالب ٻہ ساڳيو. ٻر شڪل جدا جدا. صورت
پنھنجي حتيٰڪ سيرت اخلاق ۽ بادي ٻہ ھر ھڪ جي پنھنجي
بخت ٻہ سيڪنھن جو پنھنجو پنھنجو. ھڪڙو ھڪڙي ٽڪي لاءِ
ستون پيو ڏي، تہ ٻيو رھڻ سان رانديون پيو ڪري. پيسا ڪٽيو
پوري نہ ٿو ٻوي. ٻيو تہ نھيو ٻر جاڙا جاول ٻار (توامين) انھن
ڪي ٻہ ڪڏي ٻيھاري ڏس، تہ فرق ضرور نمايان ھوندو. جاوائي
(انڊونيشيا) جا مسلمان سفر حج تي ڏنا وڃن ٿا. ظاھر سمجھہ ۾
اچي ٿو تہ سڀ بلڪل ھڪ جھڙا. حتيٰڪ زالون مڙس ڪل
ھڪ صورت ھڪ لباس مڙس جي ڏاڙھي خدا خلقي ناھي. زالن
جون چاتيون ممڪن آھي تہ ھجن ٻہ ٻر ايڏيون ننڍيون جو نظر
نٿيون اچن. ٻوءِ ڪيئن سڃاڻي سگھجي تہ ڪھڙو مڙس آھي.
ڪھڙي زال آھي. ھتي پنھنجي ملڪ ۾ تہ ٻچن ڇال مايون سگوريون
گيدوڙو ڇيڙ زيتون صوف ڪان شروع ٿيو وڃيو گدري ڪدو ۽
نيٺ تہ گري فروٽ جي حد ڪي پھچن. ھو انھيءَ نعمت کان
محروم.

مسجد نبوي ۾ ھڪڙو جاوي حاجي منھنجي پر ۾ ۽
ٻجلي ڪي سامھون نماز لاءِ اڻي ويٺو. مونکي نظر آيو تہ سندس
ڪاڏي جي ھيٺان چار پنج ۾ انچ ڪن ڏکيا وار سندس اسلام
دوستي ۽ خدا پرستي جا گواہ بنيا بيٺا آھن. دل چاھيو تہ سندس
سونھاري مبارڪ جا ايھي وار چمي اکين تي رکان. ھن ڪي رب
پاڪ ڏنان ٿي چار پنج وار ھئا. جي ھن سانڍي نپائي وڏا
ڪيا ھئا.

جاوائن جي مثال پيش ڪرڻ مان منھنجو مقصد ايھو ھو
تہ انھن جاوائين جي شڪلين صورتن ۾ ٻہ ضرور فرق ھوندو.
جنھن تي ھيڪ ٻي ۾ سڃاڻن پيا. منھنجي رب ڏي ارب انسانن
جون جدا جدا ڊيزائنون شڪليون صورتون جوڙي. عقل وارن لاءِ
پنھنجي ربوبيت ۽ خالقيت جو روشن دليل مھيا فرمايو. ٻر ريون

ٻڪريون گھوڙا گڏھ اٺ ڪئون مينھيون ٻـ ھرھڪ جدا جدا
شڪل تي خلقيون. ڌراڙ ڏينھن جو وڏا وڏا ڌڻ رڍن ٻڪرين جا
گڏ چاري شام جو جڏھن تاري ڌار ڪندا آھن. تہ منھنجو عقل
دنگ رھجيو وڃي تہ ھي سڃاڻن ڪيئن ٿا. ضرور ھر ھڪ رڍ
۽ ھرھڪ ٻڪري ۾ ڪو نہ ڪو نمايان فرق آھي، جنھن تي ڌراڙ
سڃاڻيو ڌار ٿا ڪن. اسان جي ضلعي جي ھڪ وڏي دولتمند
زميندار نواب مير حاجي الھداد خان چيو وڃي ٿو تہ ھلندڙ موٽر
مان ھڪ ڌڻ ۾ بيٺل ڀڻ سڃاتي ورتي. چئي ھي منھنجي ٽـي
چار سال اڳ گم ٿيل ٻڪريءَ جي دختر نيڪ اختر آھي.
چنانچہ تحقيقات کان پوءِ مير صاحب جي ڳالھ سچي ثابت ٿي.

الحاصل تہ ايڏو تہ فرق آھي جو قيافہ شناس ۽ صورتن
جا پارکو پنھنجي مال جي اولاد مان بہ ڪا اھنجار پرکيو وٺن.
اڃان بہ اڳتي وڃ، ماڪوڙيون ڏس. ھڪڙي ھر مان جڏھن آنان
ڪڍيو نڪرن ٿيون تہ ڳاڻيٽي کان ڳالھ ٻاھر ٿيو وڃي.

ھڪڙي ھڪڙي ھر ۾ ڪراچي ۽ لاھور پنھي جي تعداد
۽ شمار کان وڌيڪ. پوءِ سڄي روئي زمين ۾ انھن جـو ڪل
ٽوٽل ڇا ھوندو، انھيءَ تي انسان جو عقل ڪنھن بہ صورت سان
محيط تي ٿئو سگھي. انھن جو تعداد اوھو خالق پاڪ پاڻ ڄاڻي،
جنھن خلقيون آھن. حشرات الارض جي ماھرن خوردبين سان ڏسي
تحقيقات ڪئي آھي، تہ انھن مان ھر ھڪ جون شڪليون صورتون
ڊيزائنون جدا جدا آھن. ايھي بہ ھيڪ ٻي کي جدا جدا صورت
سبب پنھنجين چونچين اکين سان ڏسي جاڃي ڄاڻن سڃاڻن ۽ زندگي
جا ڪل معاملات پاڻ ۾ علي بصيرة طئي ڪن ٿيون. انھيءَ کان
سواء درندا پرندا ۽ پاڻي جا جانور مڇيون پوئڙا وغيره جن جو
تعداد معلوم ڪرڻ جي انساني عقل تہ سڌ ئـي ڪونہ ڪندو.
ڇو تہ انسان جو ناھيل ڳاڻيٽو نيلن دہ نيلن تي ختم ٿي وڃي ٿو.
۽ ھنن جي ڳاڻيٽي واري دفتر ۾ نيلن دہ نيلن تہ گويا برڪ ۾ـ
ٽي جي حيثيت تـو رکي. انھن سڀني جـون شڪليون صورتون
پنھنجون پنھنجون ۽ جدا جدا.

مخلوق جا ھزارين قسم ۽ ھرھڪ قسم جـو ڳاڻيٽو عقل

۾ اچي ڪان ۽ تمام گهڻون مٿاهون ۽ هڪ جنس واري مخلوق
مان ۽ هر هڪ جيشڪل صورت جدا جدا. ايهي اٺرهون گهڻيون
بي حد و حساب شڪليون ۽ صورتون جيڪو رب ٺاهي رهيو آهي،
انهيءَ جي بيپايان حڪمتن ۽ قدرتن تان قربان ٿيان. عقل وارن
لاءِ انهيءَ ۾ ۽ عبرت جو تمام ڪو گهڻون سامان سمايل آهي.
هجي ڪو خوش نصيب جو انهي ڏيرو ڏير وڪر سان تولا ۽ ماسا
نہ بلڪ مڻ ۽ ڪاسا وهائي ۽ سڀ ڪجھ پرائي. باقي رهيا نياڳا
۽ چنڊا جن جي اکين ۾ اک جو ڪير پيل ۽ ميڄالي تي ڪتيل
چانيل چربي ڏاتوري جون چپٽيون ڀرڪيل آهن. انهن کي ڇڏي
ڏيو تہ پنهنجي مٺو ۾ مست ۽ مگن ٿيا وتن. هنن جي نراڙ تي
قضا جا ڪي ليڪ لڪيل آهن، سي لامحالہ هنن کي لوڙٿان آهن.

رب جي عظيم قدرت جو ايهو ڪو گهٽ واضح ۽ گهٽ
روشن دليل آهي جو فرمائي ٿو تہ (١) آئون دوزخ کي ضرور ڀريندس.
(٢) فرمائي ٿو تہ دوزخين جي نشاني ايها آهي جو هنن جا ڪن
هڏڻ ڪان اکيون ڏسڻ ڪان دليون سوچ ويچار ڪان وانجيل هونديون
۽ اوهي غافل هوندا.

جيئن مالڪالملڪ فرمايو آهي انهيءَ جو عين بين مثال
اسين هن ئي دنيا ۾ چٽين اکين سان ڏسي سندس ڪمال قدرت
جا گيت ڳائي رهيا آهيون. اسين ڏسون ٿا تہ جيئن چيو اٿس
تيئن هتي ئي هتي ڪري ۽ ڏيکاريو اٿس. يعني ظاهراً پڙهيل ۽
سمجهو ماڻهن جو هڪ گروه ڏسون ٿا. جو واقعي ڏسڻ ٻجهڻ ۽
سمجهڻ ڪان مطلق محروم آهي. ۽ غفلت جي گهر ايڏي جو
چانئي جون ڀريل ڪتليون پئي وجن تہ ۽ غفلت هنن تي بري طرح
سان ڇانيل رهي ٿي. ٻوءِ آرس ڪان هنن جي اک ٿئي ڪلي-
هو معاشي معاملات ۾ پوري طرح سان هوشيار آهن. سڀڪجھ ڏسن.
ٻڌن. ۽ سمجهن ٿا. پر نينا نيڪ ۽ معاد واري معاملي ۾
نپ انڌا. نپ ٻوڙا. ڏڏ چربا ۽ غافل انهيءَ حد تائين جو ربل
جي پٽڙي تي ڪانيون ٻڌيو بيفڪر ٿيو ٺهہ ٺهہ ڪرڻ ۾ مشغول
۽ ايندڙ ٽرين جا دل دهڪائيندڙ ڪڙڪات ڏهڙات ۽ وسل جا

ڪنن کي چيرپنڊڙ ڪيڪات هنن تي ڪوبه اثر نٿا ڪن. ۽ پنڊڙي، ٿان ڪسي ٻري تي ويهڻ جو ڪو خيال به انهن جي دل تي نٿو گذري. ظاهر آهي ته ايهي چاڻ نه قبول ٿيا. ايهي چاڻ ته ڳجهن جو ڳاهه ٿيا. انهن ماڻهن جي بدن جي ٻوري ساڄي حصي تي فالج ڪريل آهي. جنهن ۾ هنن جي ساڄي اک ساڄو اڌ مغز ساڄي ٻانهن ۽ ٽنگ مثل جهڙي تي ويل آهي. هنن جي بدن جو ڪاٻو حصو البته ڪم ڏيڻ جهڙو آهي.

رب جي ايها عظيم قدرت ڏسو ته اکين هوندي ڪنن هوندي مغز هوندي ڪهڙا به حيلا حوالا هلائجن. پر هو نيٺا نيٺ واري ڳالهه نه ٻڌي سگهن ٿا. نه سمجهي سگهن ٿا. ڇا به ڪريو، پر هو بند (١) تي پانجاري پڌيو ئي بيٺا هوندا. نيٺا نيٺ ڪي ڏسڻ سڻڻ سمجهڻ جي قدرت هنن ۾ صلاحيت ئي ڪانه رکي آهي. هو انسانيت جي ديگ جي اڪراڻ آهن. هو آدميت جي گهر جو اروڙي تي اڇليل گند ۽ ڪچرو آهن. هو اهڙو قاعدي ڪان اڪثل بدبودار ڊيونڊ آهن. جنهنڪي ڳجهه به وات ته وجهي. جنهن کي ٻري ڪان ڏسي ڪتن کي به اوڪارا اچن. جنهنڪي گم ڪرڻ لاءِ سواءِ ساڙڻ جي ٻي ڪابه راهه نه هجي. جنهنڪي ساڙڻ ئي موزون ۽ قرين قياس قدم هجي جنهن جو باهه ئي مهڪ مرڪ هجي.

## دوائون

انساني مشينري جا هزارين ڪلون ۽ پرزا انهن مان هرهڪ ۾ ڪنهن به داخلي يا خارجي سبب سببان ڪوبه نقص جنهن جي واقع ٿيڻ جو ڪوبه امڪان هجي. انهيءَ لاءِ علاج (دوائون) ۽ هرهڪ دوا ۾ اهڙا تاثير رکيائين. جنهن سان انهيءَ متوقع نقص يا تڪليف جو ازالو لازمي هجي. هڪ هڪ مرض لاءِ هڪ هڪ ڌار دوا بلڪ مرض جي اول کان آخر تائين هڪ هڪ اسٽيج لاءِ جدا جدا دوا خلقڻ ۽ پيدا ڪرڻ انهيءَ خالق اڪبر جو ڪم

(١) اڻ سهائيندڙ ڪم ڪرڻ

آهي. جنهن انساني مشينري ناهي جوڙي. جنهنکي انساني مشينري ۾ ڪنهن به وڏي يا ننڍي نقص (بيماري) پيدا ٿيڻ جـو اڳيئي علم هو. جنهن انهن نقصن (بيمارين) جي دفعيه لاءِ هزارين هزارين حيواني معدني نباتاتي دوائون انسان ذات جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ئي پيدا ڪري ڇڏيون. انهيءَ ۾ عقل وارن لاءِ عبرت جو وڏو سامان سمايل آهي.

دوائن جو پيدا ٿيڻ حڪيم ۽ عليم ۽ خبير رب جي وجود قدرت ۽ حڪمت جو چٽو ۽ واضح ۽ چمڪندڙ دليل آهي. اڄ جيڪڏهن ڪينسر (سرطان) جو ڪوبه شافي علاج ڪونهي. ڪينسر جي معاملي ۾ ميڪو ڊاڪٽر گرڻ ۾ ڪُتل اٺ بنجيو پوي ٿو. جنهن جي مهار پيو ڇڪ. ته سواءِ پيهراڻ جي پيو ڪجهه به نه ورندو.

ڊاڪٽر ڪينسر وارن کي ٿلها ڏٿا ڏئي سڪٿان سبز باغ ڏيکاريو ٻنهي پيرن ۾ رسيون وجهيو ونيو ڪٿيو ڇڪين ته همراهه ڏو قبر جي تري ۾. جان ڪٿي ڏس ته عزيز ۽ اهگور (۱) سندس لوڙهه پيا لتاڙين. ڏاڍو لتاڙيو مٿان هڙو ٿهڙو ڪوٽاڙا (۲) ڪري سبزهه واڌگر کو اونهون ٻر ناهي پوٽ نـ ٻاهر ڪيي. انهيءَ جي ايها معني ناهي ته ڪينسر جي دوا رب ڪانه خلقي آهـي. خلقيل ضرور آهي پر اڃان انساني فڪر انـکي درڪ ڪرڻ ۾ قاصر رهيو آهي جيئن نمونيا ۽ ٽائيفائڊ ٽيهه سال اڳ ۾ اهڙا سخت مهلڪ مرض هئا جو سال بسال هزارن ماڻهن کي زندگي جو تمام اڙانگو ۽ بيحد ڏکيو سفر ٻاڻن ڏينهن ۾ پورو ڪرائي ٽڙي تي ننهن ڏئي گهوگهاٽي زمين ۾ پنج فوٽ انـدر ٽنبي ڇڏيندا هئا. نڪو داد نڪو فرياد. پينسلين ۽ ڪلورو مائسٽين جي هٿ اچڻ بعد هاڻي ايهي مرض خوفناڪ ئي ڪونه رهيا.

هاڻي ڊاڪٽر ۽ طبيب انهن ٻنهي مرضن تي ايئين ٽـا سراڙي اچن جيئن ڪانگ اچي چٽي (۳) تي. يا مينهن اچي مٽري جي ڪٽي تي. جيڪي مرض مهلڪ هئا سي هاڻي مشڪري بنجي

(۱) مائٽ (۲) ڪوٺي (۳) گهوڙي جي پٺي تي هني جو ٽيل ڦٽ

ويا. سردار شافع دوجهان صلی الله عليه وسلم فرمايو ته رب ڪابه اهڙي بيماري نه خلقي آهي، جنهن لاءِ دوا ۽ شفا نه پيدا ڪئي هجيس. آهي ڪو هزارن بيمارين لاءِ هزارين پر تاثير ۽ موافق دوائن جي تخليق تي غور ڪرڻ وارو؟

# سومون

سياري ۾ سج ڏکڻ طرف تمام گهڻو لڙهي ويو. سج جي گرمي سج جي ٻري تيڻ سبب گهٽجي وئي. سيءَ ماڪ کي کهيري ويو. هٿ پير ڦٽن پيا. گريبن (غريبن) وٽ نه گندي نه گبرو (۱) نه رلي نه رلڪو. انهن جون ڄاڙيون تڙڪڻ لڳيون. سيءَ کان سوسڙاٽ ڪرڻ لڳا. سيءَ کان بچاءَ لاءِ ماڻهون سيءَ جي دشمن پارٽي يعني باه جو سهارو وٺڻ لڳا. ڪاڙهي باه جو قدر ذري گهٽ ڪاڙهي ڪنوار جهڙو ٿي ويو. ٻروچ دعائون ڏيڻ لڳا ته باه تون ته شل قبر وچ ۾ گڏ هووين. پاڻي ڻارڻواري معاملي ۾ سڪو ٻن رپين وارو دلو ٻن هزارن وارو رفريجٽر بڻجي ويو. واندين (۳) تلهين سوڙين جي اندران ڄاهي وانگر گول مول بڻجي پنهنجن گوڏن کي ڏاڍا ڀاڪر وڌا. سگهڙن پنهنجين ساگهرين کي چڪي ڀڪ وڌا. فصلن ۽ وڻن کي سيءَ ڪارو ڪيو. وڻيو مروتيون ۽ ٻوٽ ٻر ڪيرايو. ڏن وارن گرم ڪاڏا گرم معجونون کاڌي گرم ڪپڙا ٻهري گرم ڪمرن ۾ پناه ورتي بت گرم ڪندڙ دوشيزائن سان سينه به سينه لب به لب دوش بدوش ۽ هم آغوش ٿي سياري کي خوش آمديد ۽ مرحبا چئي ۽ سياري جي لذتن مان لذت اندوز ٿيا. غريبن جي حال جي هڪ غريب شاعر هنطرح سان ترجماني فرمائي.

دوشينه شبي که برف تا دوشم بود
زانو چو عروس نو در آغوشم بود
جز چشم نبود چيز پوشيدن من
چيزي که به زير سرنهم گوشم بود

(۱) جهگي (۲) چڙهو

انهن اهڙين حالتن هيٺ دنيا جي ٽن ارب انسان کهڙو ته سچ کي ڪروڙين سنگهرون وجهي سڀئي گڏجي سچي دل سان زور لايون ۽ ڇڪيون. ته من اڳي وانگر خط اسوائي اچي وڃي ۽ سچ جي جل جلان کان جند آجي ٿئي.

ادهو سڀ ڪجهه. پر آهي اوهو ڪير جيڪو سچ تائين پهچي. سچ جي انگهن ۾ سنگهرون اٽڪائي اچي ۽ ويل سچ کي وري ورائي لاهه واجهه وجهي وجهي. عاجز انسان حسرت ۾ ڪف رهجي ويا. هائي هائي جيڪو ويو سو پاڻان پيو اڳتي ويندو. وارڻ واري طاقت کان سواءِ ويل ٻيجان شيءِ جو وري ورڻ محال ۽ ناممڪن آهي.

انهيءَ پريشاني ۽ مايوسي ۾ ڪي ڏينهن گذريا. ته ڏسن ته ويل همراه آهسته آهسته رڙهندو وري به پنهنجي ساڳئي ٿاڻ ڏانهن موٽي رهيو آهي. تانجو پنهنجا ساڳيا اونهاري وارا ماڳ مڪان اچي وسائي ٿو، جيئن ڪر ڪو پٺاڻ هو. جو آيو هو پاڪستان ۾ ڪپرو ڪشمش جا هوڪا ڏئي وقت پاس ڪرڻ ۽ افغانستان مان سياري ۾ منهن ٽارڻ ۽ اونهارو ٿيڻ سان ٿي پڳو پنهنجن ٽاڪن ۽ ٽاڻن تي، ملڪ گرم ٿي وڃي ٿو. آرايون سين وارا چيڪا لائي رهيون آهن. ڪاڙهو اڪيون پيو ڦوٽاري. آس ڏونل آلي ڪپڙي کي سڪايو اچو پئي ڪري ۽ ڏوهي جي منهن کي پنهنجي تپش سان ويتر ڪارو ڪري انهيءَ تي روزانه نت نيون داڳيون پئي ملي. ڪارڻ ۾ ڏوهي جو منهن ڪوڏو شيدي جون سڪون پيو لاهي.

سيارو ويو، واهوندا وريا، وڻ ٽڻ ڦٽا ڦلاريا، ميوا رس ڀريا، فصل موريا ۽ نيٺ پڪا. پٽن ٻلائن مڇرن ڪڪرن ماڻهن کي ڪميونسٽن وانگر ڏنگ هڻڻ شروع ڪيا.

اي انسان ويل ۽ پري پيل سچ جو وري به ساڳي جاءِ تائين موٽي اچڻ ۽ رسي وڃڻ کان پوءِ زمين ۽ زمين وارن سان پرچڻ. هر موسم جو پنهنجي پوري وقت تي نمودار ٿيڻ ۽ سو به اهڙي پائبندي سان جو ڪو ڏينهن پهر به اڳ پوءِ ٿيڻ جو ڪو به

امڪان نہ. سيارو اونهارو سانوڻ سرء مجال آهي جو پنهنجي مقرر وقت تي ڪس ڪسان ڪن. ۽ آرس پيا پچن، ۽ نہ اچن. انهي ۾ بہ عقل وارن لاء اهڙو ڪو عظيم سبق. ڪو عجيب درس عبرت ۽ ڪو نفيس نڪتو آهي جنهن ڪان هو مجبور تي مجيندا تہ انهي ۾ ڪنهن عظيم ۽ اعليٰ اعظم طاقت جو دست قدرت ڪارفرما آهي. جو سڄ ڪي مختلف ۽ متبادل راهن تان هلائي موسمون بدل سدل ڪري دنيا جو بهترين نظام قائم رکيو اچي. ايهي تہ ٿيا درس عبرت حاصل ڪرڻ وارا عام ماڻهن جا عقل ۽ فڪر. پر پيلي هنن ترقي پسندن جو عقل بنهن ڪو چوٽ چڙهيل آهي. هي نوشادر واري همراه ڪان بہ وڌيڪ ڏاها آهن.

نوشادر وارو قصو هيئن آهي تہ ڪو عقل جو وير بار گڏهہ تي رکيو واٽ وٺيو آيو. رستي ۾ ڪنهن ماڻهون سان شڪايت ڪيائين تہ گڏهہ لئين جي پري آهي. تمام ڪو تتو آهي. ڪتيو ٽڪيو پوان پر پير ڪپ مان چڪيندو ڪڍندو اچي. ماڻهون هو ڪو بنهن نل. تنهن چيس تہ نوشادر ذرو وٺ. گڏهہ ڪي هڪڙي چپٽي چپ ۾ ڏي. پوءِ ڏس تہ ڪهڙو تو تکو هلي. هن ايهين ڪيو. گڏهہ تہ تکو ٿيو. پر هاڻي هي پاڻ گڏهہ ڪي نہ پهچي. ڏنائين تہ سڀ حڪمت نوشادر ۾ آهي. سو پاڻ ڪي بہ ساڳي جاءِ ۾ نوشادر چپٽي ڏنائين. هاڻي گڏهہ ۽ پاڻ پٽ پي آيا. پنڌ ڪي جهٽ ڪرائي ورتائون. گهر پهتا. نوشادر جي باهہ. ويهي ڪير سگهي. سو لڳا گهر جي چوڌاري ڦرڻ. زال اول تہ سڏ ڪيا. او هيڏانهن او هيڏانهن. اچين ڪوه ڪون تو؟ گهر ڪي ڦرين ڪوه پيو؟ هي مارو ماکهين چريو ٿيو آهي ڇا؟ مڙس ڪي جهلڻ لاء لڳي پٺيان ٻوڙڻ پر پڄي نہ پئي. مڙس نوشادر واري پڙي اڇلائي ڏنس تہ هنطرح سان تون بہ استعمل ڪر تہ اسانکي پڄي سگهين.

ترقي پسند انهي ۾ ڪان بہ وڌيڪ عقل جا اڪابر آهن. هو چون ٿا تہ ايهو چو تسليم ڪريون تہ سڄ ڪي نيڻ ۽ آٿڻ ذوالڪبرياء والجبروت رب جي قدرت ڪامله جو ڪرشمون آهي.

ايهو ته مڇر ۽ ڪڪرون سيءَ ڪان تنگ ٿيا بيزار. سڀ کٽمل پنهنجا ڪڏجي وڃي سڄ کي ڏکي ڏکي رڙهي رڙهي خط استوا تي پهچائي سيارو پاڻ تان ڏاريو ڇڏين. وري سڄ ڏکڻ جي توڙ ڏانهن ڏيڙندو ڏيڙندو پري وڃيو پيوي. وري به ساڳيا مڇر ۽ ڪڪرون کهليو اچنس. قصو ايهين پيو هلي. ٻلي ٻلي ترقي پسند ڏاڍا ڏاها آهن. عقل جون ته ولڙ کي ڪاٺيون آهن. هڪڙي هڪڙي ڪاڻ ۾ اربين گيالن عقل جا. پر ڪالهه ڦٽاڻي رکو انهن وات ۾ نڪ وارن ٽينڊين. انهن ٽينڊين مان سڄ ڀڄو ته هنن جو کٽمل عقل وهيو ضايع ٿيو وڃي. ايهي هنن جا ٽينڊيا چڱي طرح سان ويلڊ ڪرائي ڇڏجن ته هنن جو عقل وقت تي ڪر ڏايو ڪم ڏئي.

## ٻه جنسون

انسان ۽ ٻي ڪل مخلوقات ۾ ٻن جنسن جو پيدا ٿيڻ ۽ ٻنهي جو هيڪ ٻي ڏانهن زبردست چاهه. بلڪ هيڪ ٻي ڪان سواءِ سڪ نه اچڻ. نرن يا مردن جو مادين يا عورتن ڏانهن قاعده ڪان وڌيڪ قرب جو ڪاڏو (۲) ۽ بي پناهه محبت. ساڳي طرح سان مادين يا عورتن جو نرن يا مردن جي عشق ۾ اڪير ۾ پيچ پيچان ۾ جل جلان جي حد کي پهچڻ ۽ "دونون طرف سے آگ برابر لگی ہوئی" جو مصداق بڻجڻ ۽ جهڙو ڪر ٻئي جنسون هيڪ ٻي سان اهڙين سڪمين سنگهرن ۾ سلهاڙيل ۽ نه ڇڇڻ تيرن ۾ ناڙيل هجن. جو ڪا ڏر ڪيترا ته تپ ڏئي پر توڙي ته سگهي ڪيترا به چرڪ پري، پر ڇڄڻ محال هجي. ايهو دلالت ٿو ڪري انهيءَ تي ته ڪا مدبر الامور قوت آهي. جنهن بقائي نسل ۽ افزائش نسل جهڙي عظيم مصلحت جي بنا تي بيجاءِ هڪ جي مخلوق جي هر قسم ۾ ٻه جنسون خلق فرمايون ۽ انسان يا ڪنهن ٻه جاندار جي ناهڻ واري فيڪٽري جي مشينري جا ڪي هڪ ڏر ڪي ٻي ڏر ڪي اهڙا پاڻ ۾ ٺهندڙ ۽ ٺهڪندڙ ۽ هيڪ

(۱) محبت

اِي ڪي سينبائيندڙ ڪلون ۽ پرزا عطا فرمايا، جن جي گهٽ وڌائي ۽ ڀاڱي ۾ نه ٿهڻ ۽ نه برابر ٿيڻ ۽ فرق جي ڪڏهن به شڪايت پڌڻ ۾ نه آئي. پيو ته ٻن جنسن جي باهمي اختلاط لاءِ جيڪڏهن قدرت جي طوفان ڪو استحبابي ۽ تشريعي امر فرمايو وڃي ها. ۽ انهي حڪم جي بجا آوري جو حج ڪان به وڌيڪ ثواب ڄاڻايو وڃي ها، ته به منڪر ته ٿهيو پر مسلمانن مان به ڪو تمام وڏو بزرگ ۽ ڪا تمام وڏي بزرگيائي سالن کان پوءِ ذڪ جي چوٽين کي ڪپاهه سان پري اکين تي ٻڌيون ٻڌي هنيين جي ڪچاڻ کان بچڻ لاءِ تازا ليمان چوپي عظيم ثواب جي حصول خاطر انهيءَ سوگ جهڙي ۽ بي لڄڻي اٿاسي (۱) ۽ بدتهذيبي واري ڪار خير کي مس مس ڪو سرانجام فرمائين ها. هتي انهيءَ مدبرالامور قوت ٻنهي جنسن کي هيڪ ٻـي ڏانهن اهڙو زبردست چاهه ۽ رغبت ۽ مقناطيسي ڪشش مرحمت فرمائي جو هيڪ ٻي کي ٻري کان ڏسندي اڄون ۽ بکون پيون لهن. ۽ انهيءَ ۾ ڪو ايڏو چسڪو رکائي ڇڏيو جو فرمانبردار بندا ۽ بنديون تـه پوءِ بـه مذهب جي حد اندر، پر نافرمان ۽ منڪر مذهب تهذيب اخلاق ۽ انسانيت جون ڪل حدون اورانگي به هيڪ ٻي جي حصول وصول لاءِ جهڙو ڪر ٻاڻ کي ماريو تـا وڃهن، ۽ قدرت جـي انهيءَ حڪم مڃڻ ۾ مڃڻ وارن کان به نه مڃڻ وارا وڌيڪ چاڙڪيون اڳيرا پيا نظر اچن. ٻنهي جنسن جا هيڪ ٻي بابت کهڙا تاثرات آهن. ۽ هيڪ ٻي کي ڪيتري قدر چاهين ٿا. انهيءَ جـي اپٽار ڪرڻ ۽ انهيءَ راز درون پرده جي کولڻ ۽ برملا ڪرڻ واري ميدان ۾ ڀڄڻ کان پوءِ قلم ڪنهن اهنڊ ۽ جڙي ۽ جيواڙي کهوڙي وانگر نچڻ ٽپڻ ۽ ڪڏڻ ۽ ڀڄڻ لاءِ اهڙو زور ٿو ڀري. جو ڪنهن ڪري الياڻ سان به هنجو روڪڻ مشڪل.

خصوصاً جڏهن ته سمند قلم جو اولاڻون (۲) سوار ڪنهن شاعر جو هٿ هجي جـو انهيءَ عشق ۽ محبت جـي ميدان ۾ ڪميت ڪڏائيندي ٻچ ٻچ جو اڪر چوڻ سڪيو ٿي ناهي. جنهن

---

(۱) بي نڪو (۲) کهوڙي تي ٻنهيءَ اگهاڙو سوار

جو اهڙي جيواڙي تي به ڪٽ ڪٽ ۽ اڙٻن جو لڪاءُ پيو پوي. الحاصل ته ويچارڙو شاعر جنهنجي اندر جو آواز آهي:

ماقصه سڪندر و دارا نه خوانده ايم
ازمـا بجز حڪايت مهرو وفا مپرس

انهيءَ جو قلم عشق ۽ محبت جي موضوع ۽ سڪ ۽ سوز جي سب جيڪڻ تي اهڙو مست ٿيو وڃي جو ڪئين صفحا ڪارا ڪري پوءِ مس وڃي ڪا ساهي کڻي ۽ ساهه پٽي. ڏاڍن زورن سان اهڙي ڪاهيندڙ ۽ ڪڙبات (۱) ڪندڙ قلم کي اڳتي وڌڻ کان روڪيو اٿم انهيءَ موضوع تي قلم کي ڍر تا ڏيون ته قلم الائي ڪهڙا ڪن وڃي ڪندو ۽ ڪهڙيون نه چوڻ ۽ نـه ڪوڻ جهڙيون ڳالهيون وڃي ڦوارينِدو. مقصود صرف هي عرض ڪرڻون هو ته بن جنسن جو پيدا ٿيڻ هڪ عظيم مصلحت جي بنا تي مصلحت شناس ۽ مدبرالامور جو ڪارنامون آهي. باقي تـي پيو وارو هتي ڪوڙو ٿي ڪونه تو لڳي.

## حسن ۽ جمال

پٽ تي ڪو اوپتو رنگ هاربل ڏسي به ڏاهو ٻروڙي وٺندو ته ڪنهن نـه ڪنهن ضرور پٽ ناهي. ڪنهنجي هٿان رنگ بـه ضرور هاريو. ٻر تي سڪهي تو ته ڪنهن. صفا ڪرمغز ۽ ڏڏ جو ڏيان انهيءَ طرف نه به وڃي. ٻر جيڪڏهن پٽ تي چٽابل ۽ سهڻان چٽ چٽيل نقش نگار گلڪاري يـا ڪشيده ڪاري ٿيل هوندي ته پوءِ ڪير به هجي. ڪهڙو به عقل جو انڌو ماليخوليا جو مريض يا جن جو جهليل هوندو ته به بي ساخته چوندو ته واهه ڙي ڪاريگر واهه، واهه جا چٽ چٽيا اٿئي. پوءِ ته نامڪن آهي نه ڪنهن ماڻهون جي ڦر جو ڏيان چٽيندڙ ڏانهن نه وڃي ۽ چٽڻ واري کي نه مڃي. مخلوقات جيڪڏهن صفا ڪا اڏي ابتي بيدولي بي ڍنگي.

---

(۱) ڏب ڏب ڪري اچڻ

ٻهن کا نامعقول ۽ ناموزون هجي ها. ڪتي کا ٽنگ ٽگيل ڪتي کو ڏيڍر موريل. ڪتي کو آڌو ڦڏو مٿو ايڙيل. ڪو هزارن ۾ هڪڙو انسان يا جانور سڄو سنئون سٽو ٻـ ٻلي ڪٿي هجي ها ته پوءِ البته کو احمق پاڻهي ٿـي پيو هوندو جي رائي قائم ڪري سگهي ها. هتي ته ايهو عالم آهي ته رب جي ڪل مخلوق ۾ اوهو ته حسن ۽ جمال نقش ۽ نگار چٽ ۽ گل ايڏي ته نفاست ۽ ڪاريگري سان ٺاهيل آهن. جنکي ڏسي عقل بيءاختيار واه واه چوڻ لڳي ٿو. انسان کي ته ڇڏ ڪٿي هو ته ٿيو سونهن جو سرتاج ۽ احسن تقويم جو خطاب يافته سڀ مخلوق جو مور، پر جانورن کي ڏس ۽ جانورن مان سڀ کان بد صورت جانور گڏهه کي ڏس. جناب گڏهه صاحب جناب جي- ايم صاحب وانگر صفا ٽکل پچ پيل ۽ فرتوت ڪهنه سال نـ هجي. هن جي بدني ساخت ۾ اوها ته موزونيت نظر ايندي جو نهاري قادر جي قدرت جا ڳڻ ڳائڻو پئو ڳاءِ. پکين مان سڀ کان ڪوجهو ۽ گند شڪل ڪانگ چيو وڃي ٿو. ڪانگ جي پکن جي بهترين ڪتائي ۽ ڪاري ۽ ميرانجڙي رنگن جي پرڪشش آميزش ۽ پنهنجي خاص وضع قطع ۾ ڪماليت کي ڀهڻل. موزونيت تي غور پيو ڪر ته غور ڪندي داپنڊين ٿي ڪونه. بلحاظ صورت جي ڪانگ کي ٻه جناب جي- ايم- صاحب عليه ماعليه سان تشبيهه ڏيان ها. پر ٻچان ٿو ته متان کو ڪانگ پر واري پٽ تي ويهي پنهنجي ٻولي ۾ ڏوراپو نه ڏي ته آئون محبوبن جو قاصد چيو وڃان ٿو. مون کي دشمنن جي جاسوس سان ڪوه پيٽيو اٿئي؟ گونا گون مخلوقات جو حسن ۽ جمال تـ ظاهر آهي. پر نباتات کي وٺ. انهن مان ٻه گلن ۽ سنن وڻن کي ڇڏ. پر بدصورت کان بدصورت ٻوٽا شايد ڪانڊيرا ۽ لاڻان هجن. انهن ڪانڊيرن ۽ لاڻن کي جانچ ۽ خوب جانچ. انهن ۾ بـ جميل رب جي پيدا فرمايل حسن ۽ جمال جا اوهي جلوا نظر ايندا جو وڃ ويهن کي.

الحاصل تـ سڀڪنهن شيءِ جـو بي پايان حسن ۽ جمال موزونيت ۽ پرڪشش وضع قيام مون پارن ڏڏن کي ٻه مڃائي رهي

آهي ته ايڏيون لطافتون ۽ نزاڪتون ايڏي سونهن. ايتري قدر جمال جي جاجهه (۱) عليم ۽ خبير ۽ بصير ۽ لطيف ۽ جميل رب جي قدرتن جا ڪمال ئي آهن. لاغير مون جهڙو معمولي سمجهه وارو ماڻهون به جهڙو ڪر اکين سان پيو ڏسي لطيف رب جا لطيف دست قدرت حسين ڪان حسين ۽ جميل ڪان جميل شين ناهڻ ۾ مصروف آهن.

## عقل ۽ سمجهه

ناهيندڙ ڪان سواءِ ڪا شيءِ ٺتي نهي سگهي. ايهو ته مسلم آهي. پر جيڪا شيءِ دنيا جي ناهيندڙن ڪان به ناهه ڪن آهي ته نهي سگهي. اوهو آهي عقل ۽ سمجهه. دنيا جا ڪاريگر ڪيڏي به اوج ۽ عروج تي پهتا. پر عقل ۽ سمجهه پيدا ڪري نه سگهيا. بلڪ انساني دماغ جي مشينري ڪوبراٽيون چيري هو ڦولري ڦولري ڏڪي پياء پر دماغ جي عقل ناهڻ واري مشينري بابت ڪجهه به پروڙي نه سگهيا آهن. حتمي ۽ يقيني طرح سان ايهو به ٿتا چئي سگهن ته عقل ۽ سمجهه دماغ جي ڪهڙي حصي ۾ پيدا ٿئي ٿي. انهي ۽ معاملي ۾ هن رنج ۽ سراب ڪي وهندڙ دريا سمجهي چلڪندڙ پٽ تي ترڻ لاءِ ڏاڦوڙا هنيا. آهن. چون ٿا هتي عقل نهندو هوندو. هتي حافظو تيار ٿيندو هوندو. ذهن ۽ خيال جڙندا هوندا. ايهو ساڳيو جناب جي-ايم- صاحب وارو منطقي دليل ته هيئن هوندو پوءِ هيئن ٿيو هوندو. پوءِ هيئن ٿيو هوندو. الحاصل ته عقل ۽ سمجهه. ڪان ڪم وٺي عقل ۽ سمجهه ڪان ڪم وٺي عقل ۽ سمجهه تي غور ڪرڻ سان پتو پوي ٿو ته عقل ۽ سمجهه ڪي خلقڻ وارو صناع ۽ خالق دنيا جي ڪاريگرن ڪان تمام ڪو مٿاهون تمام ڪو ارفع ۽ اعليٰ آهي. چه نسبت خاڪ را با عالم پاڪ

(۱) ڪهڻائي

# نبوت ۽ مذهب

سن جو سانڍو چوي ٿو ته نبي خدا جو موڪليل نبي ناهي. هن دور جاهليت جون ڪي پراڻيون رسمون سميٽي سهيڙي هڙادو قرآن ڪٺي ٺاهيو آهي. بلڪ اڳيان نبي ۽ سندن مذهب به ٺلها ٺاهه ٺاهيل آهن پيو خير ڪتاب______صفحه ١٦٥

## مذهب ۽ نبي جي اچڻ جو ڪهڙو ضرور هو

هن دنيا ۾ چڱايون به آهن. بڇڙايون به آهن. نقصان به آهن. ڪيتا به آهن. ڇيها به آهن. لاڀ ۽ لوڀ به. خسارا ۽ ٽوٽا به. انساني نفس چاهي ٿو ته دنيا جا ڪل خزانا ڪل فائدا ڪل چڱايون. ڪل سونهن. ڪل سوڀ. ڪل زور. ڪل طاقت. ڪل ملڪيتون. ڪل جائدادون. ڪل خوبصورت عورتون. ڪل اولاد. ڪل نوڪر چاڪر. ڪل بنگلا ۽ ماڙيون. دنيا جو سمورو جاه و حشم. دنيا جي ڪل عزت ۽ رفعت. دنيا جي هر ڪا راحت ۽ فرحت مونکي حاصل هجي. دنيا جو اڪيلو شهنشاه مطلق آئون ئي هجان ٻيو بس. ڪوبه نقصان ڪوبه ڇيهو ڪوبه مرض ڪابه تڪليف ڪابه ڪلورت مونکي اوڏيائي نه اچي. اهي خيالات ڪنهن هڪ انسان جا نه بلڪ هرهڪ انسان سان لازم ملزوم آهن. ڪلي طرح سان جلب منفعت ۽ ڪلي طرح سان دفع مضرت لاءِ پاڻ پتوڙڻ. يا ڪم از ڪم انهيءَ لاءِ بيحد متمني رهڻ انسان جي فطرت آهي. سڀ چڱايون مونکي ملن. انهيءَ ۾ ٻيو ڪوبه حصيدار نه هجي. سڀ اوڻايون ٻين تي نازل هجن ۽ آئون تڪليفن جي تصور کان به هميشه بالاتر رهان. جڏهن ايئين آهي ته ٻوءِ دنيا ڪيئن هلي. هرهڪ انسان جيستائين سڀڪجهه ٿو حاصل ڪري ۽ انهيءَ سڀ ڪجهه لاءِ سڀڪنهن سان جنگ ٿو جوٽي. تيستائين پاڻ به پيو ته

سڀ ڪجھ. پر نيٺ پنهنجو سر به وڃائي ڇڏيا
انهيءَ جي معنيٰ ايها ته انسان ذات کي رب پاڪ پيدا ڪري هن
دنيا ۾ بلڪل ڇڙواڳ ڇڏي ها ته سڀ ڪجھ حاصل ڪرڻ لاءِ
سڀ انسان مري مارجي سڀ ڪجھ وڃائي ويهن ها.
لازم ٿيو ته قدرت انسان جي هلت چلت طورن طريقن راهن
رسمن ۾ پاڻ مداخلت ڪري ڪو اهڙو قانون عدل نافذ ڪري
جنهن تي ڪاربند رهي انسان سڀ ڪجھ حاصل ڪرڻ لاءِ
ڪوششون پلي جاري رکي. پر حد اعتدال اندر وڌ کان وڌ
روحاني جسماني مالي ۽ دنياوي ترقيون پلي حاصل ڪري، پر
پاڻ به جيو ۽ ٻين کي به جيڻ ڏيو جي اصول تي عمل پيرا رهي
۽ ٻين جا حق نه ماري. عداوت هڪ ساڙيندڙ باهه آهي. محبت
جو ميناج انبن ۽ انگورن کان ڪروڙين درجا ڪڙو آهي. انسان
هڪ اهڙي اخلاقي بلندي تي فائز هجي. جو ڪٿي به عداوت جي
باهه ڪي ٻرڻ نه ڏي ۽ محبت جي ميناج جون هر طرح واديون
وهائي نشيب ۽ فراز نوٽيون ۽ ڏانڊا (۲) هڪ ڪري ڇڏي. انسان
الله جي بيحد پياري ۽ لاڏلي ۽ محبوب مخلوق آهي. انسان ئي آهي
جنهن لاءِ هي رنگ برنگي ڪائنات عالم وجود ۾ آئي. اولاد منهن
مٿي وڃي. مائٽن ڏانهن لوٽون به نه ڦيري ته آخر ابي امان جي
دل جي ڪهڙي گهرندا يا نه؟ خالق تعاليٰ و تقدس جيڪو پنهنجي
مخلوق تي ماءُ پيءُ کان سو سو دفعا وڌيڪ مهربان آهي. سو
اگرچه ڪل عالمن کان بي نياز آهي. ڪنهن جي ڪاڻ ڪانه
ڪانهي. هو صمد آهي. هو غني عن العالمين آهي. پر ته به سندس رضا
انهيءَ ۾ آهي ته بندو سائس اڃي اندر جون اوري. سندس آڏو نماڻا نيڻ
ڪٽي ويهي. سندس حب هنيين ۾ سانڍي. سندس حضور ۾ رهي گهڙون يا
تورو ڪانئس گهري. هو روئي ۽ رب کيس پنهنجي قدرت جو هٿ مٿي تي
ڦيرائي پرچائي. بندو منٿ ڪي. ڏاتار ڏان ڏي. انهن سيني ڳالهين لاءِ بيحد
ضروري آهي ته هڪ قانون هجي. هڪ مذهب هجي. جيڪو انسان کي
سوڌي راهه سونهائي. هڪ اهڙو الله جو محبوب نبي هجي. جنهن

(۱) بلڪل (۲) مٿاهيون زمينون

ڪي اتاه علم بي پايان حڪمتون ۽ مڪارم اخلاق جون انتهائي بلنديون رب ڪان براه راست حاصل ٿيل هجن ۽ اوهو خلق کي قاعدو قانون انصاف عدل اخلاق چڱائي بندن سان گڏ گهارڻ جا اعليٰ اصول ۽ ضوابط ۽ رب سان خوشگوار تعلقات استوار ڪرڻ جا طور طريقا پنهنجي قول ۽ عمل سان سيکاري، يعني چڱي ۽ معتدل راهه تي هلڻ جو حڪم فرمائي ۽ پاڻ چڱائي تي مائلن کي هلي ڏيکاري، ۽ انسان کي صحيح معنيٰ ۾ انسان بنائي. حضرت امام اعظم صاحب رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته نبي به اچن ها ته به آئون الله کي جملہ صفتن سان سڃاڻان ها. ۽ بڇڙاين کي بڇڙو سمجهي پاڻ کان بري ڪريان ها. ۽ جملہ چڱاين جي حصول لاءِ اڄ وانگر صدق دل سان ساعي هجان ها. ايهو ته هوڪو ارڻ ۾ هڪ امل ماڻڪ امام. ايهو ته هوڪو پڌرن ۾ هڪڙو پارس صفت پيشوا. سيڪنهن انسان جو ته ايڏو دماغ ناهي جو هو عقل جي امداد سان نفس پليت کا 'ونجا ۽ اتاهان جبل اورانگهي چڱاين جي چوسول ۾ پهچي انسانيت جو عروج ۽ ماڻهوپي جو معراج ماڻي سگهي ها. معمولي تعليم لاءِ معلم ضروري آهي. هنن هيڏين ڪماليتن ڪمائڻ لاءِ ڪٿي ٿو ڪوبہ انسان استاد ڌاران قدم به کڻي سگهي.

الحاصل ته دنيا ۾ پاڪ پيغمبر جو ورود مسعود ۽ رب جا موڪليل قاعدن قانونن جا ڪتاب نہ هجن ها ته دنيا سراسر عذاب هجي ها. انسان پاڻ ۾ وڙهي مري ڪڏهوڪا ڪهي ڪجي هليا وڃن ها. رب جي خاص رحمت جيئن انسانن کي خلقيو. تيئن انسانن جي بودوباش ۽ سهڻي رهڻي سهڻي لاءِ نظام عدل مرتب فرمايا ۽ پاڪ پيغمبرن هٿان اوهي نافذ ڪرايا مذهب ۽ نبي جو اچڻ دنيا ۾ اهڙوئي ضروري آهي. جهڙو پاڻي. جهڙي ڪر هوا. جهڙو ڪر رزق، جهڙو ڪر ڪپڙو گندي. جنهن ڪان سواءِ پل به سري نہ سگهي. جن ڌاران دنيا هلي نہ سگهي. مذهب ۽ نبي نہ اچن ها ته دنيا هلي نہ سگهي ها. مذهب ۽ نبين جون منڪر قومون به جيڪي هن ٺي زمين جي پڙ تي ماڻهن وانگر گذارين پيون. سي به اڻ سڌي طرح سان انهي الاهي قانون مان استنباط ڪري

انهيءَ مطابق پنهنجو دستورالعمل بنائي بوءِ هلي چلي سگهن ٿيون.
۽ انهيءَ الاهي قانون کان ابتڙ جيترو قدر به هنن پاڻان ناهيو آهي
اوترو قدر هنن خلق کي عذاب ۾ مبتلا ڪيو آهي. انهن ماڻهن
جي، ماڻهن جون مصيبتون ۽ عذاب وجي کو ڏسي ۽ اوهي
مصيبتون ۽ عذاب قانون الاهي جي سنوت ۽ سوڌائي کان هٽرادو
پيدا ڪيل ڪجي ۽ اعو جاچ جي مطابق آهن. يعني جيترو قدر
هو نبين جي آندل قانون ۽ آئين کان هٽيا آهن. اوترو قدر ٽڙيا ۽
ٽاٻڙيا آهن، ۽ اوجهڙ ۾ پئي ڏکا ۽ ٿاٻا کاڌا اٿن. ۽ انسان ذات
لاءِ عذاب جو سبب بنيا آهن. پر ڪلي طرح سان هو به قانون
الاهي کان قربل ناهن. ڪلي طرح سان ڦري وڃن ته دنيا ۾ رهي
ڪونه سگهن. اول ته انسانن ۾ انسانن کي هلائڻ چلائڻ لاءِ ڪو
قانون ضرور هئڻ کهرجي. ايهو اصول به انسان ذات کي الله ۽
نبين ۽ مذهبن سيکاريو آهي.

الحاصل ته انسان ذات جو قانون عدل ڌاران دنيا ۾ رهڻ
ناممڪن هو. انهيءَ ڪري ارحم الراحمين رب پنهنجا نبي موڪلي
قانون سيکاريا ۽ قانونن تي هلڻ لاءِ بندن کي راهه هموار ڪري
ڏني. ايهو سندس عظيم احسان آهي ۽ ايهو احسان نه هجي ها ته
دنيا ۾ انسان ذات جهڙي ڪري هجي ٿي ڪانه ها. ۽ پيدا ٿيڻ
کان پوءِ چند صدين اندر ختم ٿي وڃي ها.

## قرآن پاڪ

اسان جي هوت حبيب اسانجي مدني محبوب صلى الله عليه وسلم
جي سچائي جو قرآن پاڪ هڪ اهڙو دليل آهي. جنهنکي چوڏهن
سو سالن ۾ ڪو به رد ڪري نه سگهيو آهي. هاڻي ڏسو قرآن جي
دعوى (١) چئو جيڪو اسان پنهنجي بندي تي نازل فرمايو آهي.
انهيءَ ۾ جيڪڏهن اوهانکي شڪ آهي ته اوهين اهڙيون صرف ڏهه
جڙتو سورتون ناهي پيش ڪريو ڏهه ننڍيون سورتون صرف ٻه اڍائي
صفحا ٿي سگهن ٿا. جن جي لکڻ ۾ هڪ ڪلاڪ کان وڌيڪ

(١)

وقت صرف تي ڏهه سگهي. عرب ممالڪ جيڪي اڄ ١٩ مملڪتون آهن. انهن ۾ نصارائي يهودي ۽ قسمن قسمن جا ڪتا ڪافر اهڙا به ٿيندا آيا آهن ۽ اڄ به موجود آهن جن جي زبان عربي آهي ۽ هو وڏا عالم فاضل اديب شاعر فيلسوف ۽ سائنسدان هئا ۽ آهن. اسلام کي ختم ڪرڻ لاءِ انهن ڪافرن ڇا ڇا نه ڪيو. ڇا هنن سڀني ملي گڏجي هڪ مشت ٿي مسلمانن سان اهڙيون خطرناڪ جنگيون ڪونه جوٽيون؟ جن ۾ مسلمانن جي وجود ٿي جي ختم ٿي وڃڻ جا قوي امڪان هئا. پوءِ ايهي غير مسلم عرب اديب ۽ فاضل ايهو نٿي ڪري سگهيا ته صرف هڪ ڪلاڪ سڄايو ڪري قرآن جهڙيون ڏهه ننڍيون سورتون لکي پيش ڪري قرآن جي عظمت کي جنهن تي اسلام جو دارو مدار آهي. پاڙي ۾ ٻوڙي پا متي ۾ ملائي انهيءَ هڪ ڪلاڪ جي علمي جنگ ۾ اسلام جو وڻ پاڙان وڍي ۽ وڍڻ کان پوءِ هن جا لاهه به ڪيڏي ڇڏين ها. قرآن جي دعويٰ ڪوڙي ٿيڻ بعد نه رهي بانس نه وڄي بانسري جي مثال وانگر اسلام جي سلامت رهڻ جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو چوڏهن سو سال به ڪو وقت آهي. ڪو ڏگهو زمانون آهي. شاعرن جي مزعوم زلف يار کان به ڏگهو ۽ هڪ عاشق مهجور جي لوچ پوچ ۽ آنڌ مانڌ ۾ بسر ٿيندڙ چوڏهن ڪلاڪن واري سياري جي رات کان به لنبو ۽ طويل. ايهي ايڏا ڪساب گذريا ۽ قرآن پاڪ بل به واهه جو ڏنون هو ۽ ايها دعويٰ صرف ڏهه سورتون. صرف ڏهه سورتون واري ڪا لڪل ڇپيل به ڪانه هئي. بلڪ جهڙو ڪر ڪل دنيا جي ريڊيو اسٽيشنن تان پورا چوڏهن سو سال براڊ ڪاسٽ ٿيندي رهي ۽ عالم انسانيت جا ڪن ڪرڪائيندي رهي. يا رب تون بيشڪ قادر مطلق آهين. ڪنهنکي همت ئي ڪانه ٿي جو صرف هڪ ڪلاڪ قلم کڻي کي موزون جملا ۽ معني خيز عبارتون لکي پير تي ڏونڪو هڻي وڃهي ها. پوءِ کڻي سڄين آئتن جهڙيون نه انهيءَ کان سودرجا گهٽ سهي پر ته به اڄ جي دجال بدخصال ۽ نسناس خدا ناشناس پارٽ جي ٽر مان ڏوتي ۽ الحاد پرستن جي نحس نائي جناب جي- ايس- عرف جي-ايم-

جو ڪونه ٿيو. مقابلو ٿيو. پر منصف ۽ امين ملهه ۾ وڃين ٿا. هو چوي ها ته هاها مقابلو ويا ۽ مقابلہ ڪندڙن جي ڪمي ڪمائي ڪٽ ڪري ڇڏيائون.
انصاف ٿئي ها ته ايهي الله سان مقابلو ڪندڙ الله جا عدو انسان الله جي مقابلي ۾ ايهين ڪنڌ پر ڪونه ڪرن ها. وات جي پلاءِ ڪي گيهه جو ڪهڙو سرفو. جيڪڏهن ڪو چوي ته ماڪوڙي وزن ۾ هاٿي ڪان ڳري آهي. جيڪڏهن ڪو چوي ته ڪاري تنبڻ ۾ روشنائي سج کان وڌيڪ آهي. ته انهيءَ اهڙي بي شرم ماڻهون ڪي به هٿڻ وارا ڇا ٿا ڪري سگهن. پاڪ آيتن جي مقابلي ۾ ڪو ٿلهي ڳڦ ڪٿي ڪري ها ته به اڄڪلهه جا بي‌شرم الحاد پرست ڪوڪرپا (١) مچائي ڏين ها ته اجهو آيتن جهڙيون مصنوعي آيتون ٺهي ويون. جيئن اڄڪلهه جو ڪو ڪفر جو پوڇاري عرف ترقي پسند سر ۽ تال کان سواءِ به ڪا توتاري وڄائي ٿو. ادب جي نالي ۾ ڪهڙو به گند مٿي ٿو ته الحاد پرستن جو چوطرف عظيم عظيم عظيم جو ڪانگن وارو ڪانگورو مچيو وڃي. عالم‌الغيب والشهادة رب کي ايهو علم هو. تنهن قرآن سان مقابلو ڪندڙن کي پري کان پليو. قادر مطلق هنن کي ميدان تي اچڻ ئي ڪونه ڏنون. چوڏهن سو سالن ۾ ڪو مقابلي جي هام ئي هڻي نه سگهيو. رب جي پاڪ ڪلام سان ڪافر جي ناپاڪ ۽ مردار وقل جو مقابلو ته ڇا ٿو ٿي سگهي. ايها ڳالهه ته مسلم آهي. پر حيرت انهي جي آهي ته رب پنهنجي ڪلام جي بالمقابل ڪنهن به ڪافر کي باوجود شديد عداوت ۽ زبردست ڪوشش جي همت ئي نه ڏني. ڪو ستيوئي ڪونه.

رب تون بيشڪ ڏاڍو بادشاهه آهين. تون بيشڪ قادر ۽ قدير آهين. جو ڪجهه چاهين سو ڪري سگهين ٿو. اسان جي اڪين جو ٺار. اسان جي هنيين جو هار. اسان جي جيءَ جو جيار. اسان جو هوت حبيب. آئون سندس پاڪ نالي تان سو سو ڀيرا صدقي ٿيان. افصح‌العرب والعجم آهي. سندس پاڪ ۽ مبارڪ حديثن

(١) رڙيون

۾ فصاحت ۽ بلاغت جا دريا وهندل نظر اچن ٿا. سنڌن مقالن مان هڪڙو ماسو ماکي ۽ مصري جي مٺن کان وڌيڪ مٺو آهي. سنڌن هرڪا ڳاله پاڪ ۽ پيار ڀري ڳاله (١) بهشت جي ميون کان به وڌيڪ لذت بخش ۽ روح افزا آهي. انهن اهڙين املهه ۽ عجيب حديثن ۾ به جيڪڏهن ڌو قرآن پاڪ جو اکر اچي ٿو وڃي ته هڪ نرالي شان سان نمايان ۽ نشانبر ٿيو بيٺو آهي. اصلي زمين ۽ آسمان جو فرق پيو نظر اچي. نزول قرآن جي وقت عربي ادب ڪماليت جي انتها کي پهتل هو سبعه معلقه يعني ڪعبي جي ديوارن تي آويزان ڪيل چوٽي جي اديبن جا ست قصيدا جي اڄ به موجود آهن ۽ اردو ترجمي سان ملي سگهن ٿا. ڏسجي ٿو ته سچ پچ به اوهي سچا موتي پوتل ۽ هيرا ۽ لعلون ڪاغذ تي پکڙيل آهن. پر جڏهن ڪنهن مسلمان هڪ تمام ننڍي صورت (انااعطينا) لکي اوها به اتي آويزان ڪئي ته اوهي فصحا ۽ ادباء جيڪي بيحد گهڻون چاٺندڙ ۽ ناقد ۽ پارکو هئا. سي هڪ هڪ ڪري پنهنجا ادبي شهپارا (قصيدا) ڪعبي جي ديوارن تان لاهي ڪئي ويا. ۽ توڻي جو غير مسلم ۽ دشمن هئا پر انهي سورت جي هيٺان هي اکر لکڻ تي مجبور ٿيا ته هي ڪلام ڪنهن به انسان جو ناهي. انساني فڪر ۽ ذهن جي دسترس کان تمام گهڻو مٿاهون آهي. احمق عدو پنهنجي ڪميڻي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته قرآن ۾ سڀ ڪجهه ڪٿي آهي؟ قرآن جي ايها دعوا ته اهڙو ڪوبه رطب ۽ يابس ڪونهي جيڪو قرآن ۾ نه هجي سا غلط آهي. قرآن ۾ ٽريفڪ جا قوانين ڪينهي.

منهنجا عزيز ياءِ آئون هڪ ناقص سرمايه علمي کان تهي دامن انسان آهيان. پر تون مونکي اڄ جي مهذب دنيا جا مرتب ڪيل ٽريفڪ جا قوانين ترتيبوار لکي ڏي. مون اوهي ڪل جا ڪل حرف به حرف قرآن مان ثابت ڪري نه ڏيکاريا ته جيڪو چور جو نياء سو منهنجو نياء. (هلڻ ۾ مياند روي ڪر. سورة لقمان) يعني لاري يا موٽر کي بنهن تکو به نه هلاء ۽ بنهن ڍرو.

(١) ڳاله

۾ فصاحت ۽ بلاغت جا دريا وهندل نظر اچن ٿا. سنڌي مقالن مان هڪڙو ماسو ماکي ۽ مصري جي مٺن کان وڌيڪ مٺو آهي. سنڌي هرڪا پاڪ ۽ پيار ڀري پاٻوهہ (۱) بهشت جي ميون کان به وڌيڪ لذت بخش ۽ روح افزا آهي. انهن اهڙين املھ ۽ عجيب حديثن ۾ به جيڪڏهن ڪو قرآن پاڪ جو اکر اچي ٿو وڃي ته هڪ نرالي شان سان نمايان ۽ نشانبر ٿيو بيٺو آهي. اصلي زمين ۽ آسمان جو فرق پيو نظر اچي. نزول قرآن جي وقت عربي ادب ڪماليت جي انتها کي پهتل هو سبعہ معلقہ يعني ڪعبي جي ديوارن تي آويزان ڪيل چوٽي جي اديبن جا ست قصيدا جي اڄ به موجود آهن ۽ اردو ترجمي سان ملي سگهن ٿا. ڏسجي ٿو ته سچ پچ به اوهي سچا موتي پوتل ۽ هيرا ۽ لعلون ڪاغذ تي پکڙيل آهن. پر جڏهن ڪنهن مسلمان هڪ تمام ننڍي صورت (انااعطينا) لکي اوها به اتي آويزان ڪئي ته اوهي فصحا ۽ ادباء جيڪي بيحد گهڻون چانئڊڙ ۽ ناقد ۽ پارکو هئا. سي هڪ هڪ ڪري پنهنجا ادبي شهپارا (قصيدا) ڪعبي جي ديوارن تان لاهي کڻي ويا. ۽ توڻي جو غير مسلم ۽ دشمن هئا پر انهي سورت جي هيٺان هي اکر لکڻ تي مجبور ٿيا ته هي ڪلام ڪنهن به انسان جو ناهي. انساني فڪر ۽ ذهن جي دسترس کان تمام گهڻو مٿاهون آهي. احمق عدو پنهنجي ڪميڻي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته قرآن ۾ سڀ ڪجهہ ڪٿي آهي؟ قرآن جي ايها دعوا تہ اهڙو ڪوبہ رطب ۽ يابس ڪونهي جيڪو قرآن ۾ نہ هجي سا غلط آهي. قرآن ۾ ٽريفڪ جا قوانين ڪينهي.

منهنجا عزيز ياء آئون هڪ ناقص سرمايہ علمي کان تهي دامن انسان آهيان. پر تون مونکي اڄ جي مهذب دنيا جا مرتب ڪيل ٽريفڪ جا قوانين ترتيبوار لکي ڏي. مون اوهي ڪل جا ڪل حرف به حرف قرآن مان ثابت ڪري نہ ڏيکاريا تہ جيڪو چور جو نياء سو منهنجو نياء. (هلڻ ۾ مياند روي ڪر. سورة لقمان) يعني لاري يا موٽر کي بنهن تکو به نہ هلاء ۽ بنهن ڍرو.

(۱) ڳالهہ

بہ نہ هلاءِ جو منزل مقصود تي وقت گذرڻ کان پوءِ پهچين.
(آواز هيٺ رکيءِ. سورة لقمان) يعني اجايا وڏا هارن وڄائي. الهن
جو آرام نہ ڦٽاءِ. قرآن پاڪ چوي ٿو زمين تي ڦڏولي وڏائي ۽
بيپرواهي سان نہ هل. سورة بني اسرائيل) يعني بيپرواهي سان
موٽر يا ٽرڪ هلائي ماڻهن جي گاڏين کي ٽڪر نہ هڻ. اکثي
چوي ٿو تہ تون نہ زمين ٿو ڦاڙي سگهين نہ ڊيگهہ ۾ جبل کي
ٿو پهچي سگهين. ايهي سڀ بڇڙايون رب کي ناپسند آهن. (سورة
بني اسرائيل) مقصد هي تہ عاجز انسان آهين. تنهنجي گاڏي
ڪيتريقدر بہ هائي پاور هجي، پر ايڪسيڊنٽ واري صورت ۾ پاڻ
بہ فنا ٿي ويندين. رب فرمائي ٿو الله جا ٻانهان زمين تي نرم
رفتاري سان ۽ وڏي ڏيان سان هلن ٿا. (سورت فاطر) يعني ايهين
نہ تہ شهر ۾ پهچڻ بعد بہ سٺ ستر جي اسپيڊ. ڪو مٿو ڦٽيو
تہ منهنجي آڱوٺي سور. ايهي تہ مون ٻاتي مثال ڏنان. ٽريفڪ
جو هرهڪ قانون ترجمي وارو قرآن تنهنجي اکيان رکي هڪ
هڪ ڪري پڌائيندو ويندس. ۽ انصاف خود توتي ڇڏيندس. الحاصل
تہ ڪوبہ قانون ڪوبہ مسئلو ڪوبہ فلسفي ۽ سائنس جو اصول
ڪوبہ مسائل معاشيات جو منجهيل سٽ ڪابہ صنعت يا نئين يا
پرائي ايجاد. ڪل ڪائنات جون ظاهرآ ۽ معنيٰ ڪل ڪلون ۽
پرزا يا هر اوها ڳالهہ جنهن تي ڪوبہ بحث مباحثو يا لب
ڪشائي ٿي سگهي ٿي يا انسان جي ذهن ۾ ڪوبہ حل طلب
سوال پيدا ٿي سگهي ٿو. انهن سڀني جو ڪافي ۽ شافي جواب
۽ حل ۽ ذڪر قرآن ۾ موجود آهي. هو گوئي هو ميدان. مڙين
۽ موٽين ڇا لاءِ ٿو. ميدان تي اچي پيءِ. ڪابہ اهڙي ڳالهہ قرآن
۾ ڏيکارڻ لاءِ هي ناچيز هروقت حاضر آهي. علم الفرائض يعني
ترڪي ۽ ميراث بابت قرآن پاڪ سووة نساء جي وچ ۽ پڇاڙي
۾ صرف ڪي پڄاڻي آيتون ارشاد فرمايون. الله اڪبر
علم الفرائض هڪ مستقل فن هڪ عظيم علم جنهن ۾ ضخيم ضخيم
ڪتاب لکجي ويا. جنهن ۾ هزارين مسئلا ۽ هزارين پيچيده صورتون
۽ حسابن جا اوهي ور وکڙ ۽ ڏکيا ڏکيا مناسخا جن کي

عالمن کان سواءِ کنهن ٻي- ايچ-ڊي-جو ٻيءَ ٻروڙي نہ سگهي، ايهو ايڏو وڏو علم ۽ ايهو سڀ ڪجهہ انهن آيتن مان نڪتل جي هڪ هنڌ لکجن تہ اڌ صفحہ کان بہ گهٽ ٿين. علم الفرائض جا ڪل ڪتاب پڙهي وڃي ڇيهہ ڪريو. انهن ٽائن آيتن جي مفهوم کان هڪ حرف بہ ٻاهر نہ ڏسندا. بلڪ ايهين نظر ايندو تہ ايهي ٽائي آيتون ئي پکڙيل ڪتابن جي صورت اختيار ڪري ويون آهن.

جنهن رب ڇهڪي جي ٻن رتين ۾ سو من جو سڄو ٻير مندرج فرمائي ڇڏيو آهي. سو جيڪڏهن پنهنجي ڪلام جي هڪ هڪ حرف ۾ معنائن ۽ مطلبن جا مهراڻ ماپائي ڇڏي تہ هن جي قدرت ڪاملہ کان ايها ڳالهہ ڪهڙي بعيد آهي. اي انسان اک جي ٻئي کول. اک پٽ. اکين تي ڦلا اٿئي تہ اکيون ڇلاءِ رکيو ۾ آنان چار آنا نظر تي پيو تہ بہ سڀ ڪجهہ ڏسي سگهندين. تون چئو پاڻو پسندين تہ قرآن ۾ ڪل ڪائنات سمايل آهي.

## قرآن ۽ ويهين صدي عيسوي

(سورة زلزال پارو ٽيهون آيت پهرين) جنهن وقت زمين ۾ (عام) زلزلا ٿيندا. زلزلن جو اکوٽون رڪارڊ بہ ڏسو ۽ ويهين صدي عيسوي جو ٻہ. اڄان بہ شايد زلزلا اهڙيقدر جهجها ٿين جو روئي زمين جا ڪل شهر نئين سر زلزلي ٿاٽپ اڏيا وڃن ۽ زمين روئي هار جي پينگهي وانگر مسلسل لڏڻ ۾ مصروف هجي. (ساڳي سورت آيت ٻي) ۽ زمين پنهنجا خزانان اوڳاري ٻاهر ڪيندي. يعني زمين مان سون چاندي بلائيڪ گولڊ (پيٽرول ۽ ڪل تيل جا قسم) مختلف ڌاتون ڪوئلا سٽي گيس ۽ ٻيو بہ الائي ڇا ڇا. زمين جي خزانن اوڳاري ڪيڻ جو ايهو شرف بہ ويهين صدي کي حاصل. (ساڳي سورت آيت ٽي) ۽ انسان (حيرت زده ٿي) چوڻ لڳندو تہ هي هنکي ڇا ٿي ويو. هي هيڏا خزانا ڪيئن ۽ ڪٿان پيدا ٿي ويا. جيئن اڄڪلهہ عرب رياستن جا خزانا ڏسي

ماٺهون انگشت بدندان ٿي رهيا آهن. (ساڳي سورت آيت چوٿين)
۽ انهيءَ ڏينهن زمين خبرون ٻڌائيندي) (ساڳي سورت آيت پنجين)
چوته رب جو هنگي اهڙو حڪم هوندو. ريڊيو ۽ ٽيلويزن جو
ڪاٺ لوهه ۽ بجلي زمين جي پيداوار انهن مان نڪرندڙ آواز کي
زمين جو آواز چئي سگهجي ٿو. هر اجان ترقي ٿيندي ۽ صرف
هڪ ڪلي ڪوڙڻ سان زمين منجهان خبرون ٻڌڻ ۾ اينديون.
(سورت عاديات ٻارو ٽيهون آيت پهرين) تمام تيز ڊوڙندڙ شيون
يعني آواز کان به تيز جنگي هوائي جهاز. (ساڳي سورت آيت ٻي)
۽ باهه اوڳاريندڙ شيون يعني ائٽم يا ٻين قسمن قسم بمن سان
ملڪ کي نذرآتش ڪندڙ (ساڳي سورت آيت ٽين چوٿين پنجين)
صبح وقت غارت ڪندڙ پوءِ (پوءِ بم ڪيرائي زبردست) مٽي
اڏائيندڙ ۽ (دشمن جي) فوجن ۾ ڪاهي پوندڙ. (ساڳي سورت آيت
ڇهين) انسان پنهنجي رب جو ناشڪرو آهي. رب سان سرڪش
هوندو. گويا هن کي ايها عظيم سزا ناشڪري ۽ سرڪشي سبب
ملندي. (ساڳي سورت آيت ستين) انسان انهيءَ ڳالهه تي پاڻ
شاهد هوندو. يعني تسليم ڪندو ته ايها تباهي سندس عمل جي
شامت آندي آهي. جيئن مختلف عرب رياستن ۽ مشرقي پاڪستان
جي مسلمانن جي ڪميونزم ۽ سوشلزم جي الحاد سبب سزا طور
قادر قدير رب اسرائيلين ۽ پارٽين جي هٿان خوب طرح سان ٽپڻ
ڪٽائي رهيو آهي. گونا گون ذلت آميز عذابن ۾ وڪڻ کان پوءِ
هو واقعي گواهي ڏئي رهيا آهن ته سندن مصيبتون الحاد جو لازمي
نتيجو آهي ۽ انهي گواهي سان گڏ اگرچه سست رفتاري سان پر
هو پير پير تي ڏئي پاڪ دين ڏانهن واپس اچي رهيا آهن. اجڪلهه
ايها ڳالهه پري نظر نٿي اچي ته شايد ايهي عرب ۽ بنگالي سچا
مسلمان ٿي پون. (سورت علق آيت چوٿين) انسان کي قلم ساز
(مختلف درس گاهن ذريعي) اوهي ڳالهيون سيکاريون (سائنس ۽
مختلف قسمن جون مشنيريون ۽ آلات جنگ ٺاهڻ جو هنر) جيڪي
اڳي هن نٿي ڄاتيون ظاهر آهي ته انسان اڄ سائنس جي جنهن
بلند مقام تي پهتو آهي انهيءَ جو اڳ هنڪي خواب ۽ خيال به

ڪونه هو. (سورت انشاق آيت ٻهرين) اوهان ترقي جي درجن (اسٽيجن) تي جيئن ٻوءِ ٽيئن مٿي چڙهندا ويندا. يعني انسان کي بتدريج سائنسي ترقي حاصل ٿيندي رهندي هن اڄ جيڪي ڪمالات حاصل ڪيا آهن سي اڃان دنيا جي ختم ٿيڻ تائين وڌندائي رهندا (سورت تڪوير آيت ٻهرين) جڏهن جو سج ٻي نور تي ويندو سائنسدانن قبول ڪيو آهي سج جو نور ويرا وير گهٽ تي رهيو آهي نيٺ ختم ٿي ويندو. ايها معلومات ٻه ويهين صدي جي علمي انڪشافات مان هڪ آهي. جنهنکي قرآن پاڪ تيرهن سو سال اڳ بيان فرمايو. (ساڳي سورت آيت ٻي) ۽ تارا روشني ڇڏي ويندا. سج جي روشني ختم ٿيڻ بعد تارن جي روشني جو سوال ئي نتو پيدا ٿئي. (ساڳي سورت آيت ٽي) جبلن کي سير ڪرايو (هلايو) ويندو. جبلن مان نڪتل ڪائن ۽ مختلف ڌاتن مان تيار ٿيل ۽ وڌائي ۾ جبلن جيڏا هوائي ۽ بحري جهاز ۽ ريل گاڏيون واقعي اڄ اسين هلندي ۽ سير ڪندي ڏسون پيا. (ساڳي سورت آيت چوٿين) جڏهن جو ڏهن مهنن واريون ڍڪيون ڏاچيون معطل تي ونديون. عرب ۾ ويامون ڍڪيون ڏاچيون نهايت قيمتي ۽ محبوب مال هو. ظاهر آهي ته اڄڪلهه سواري يا بار برداري جي ايجاد ٿيل نون ذريعن ڪان ٻوءِ اٺ گهوڙا گڏهه ۽ خچر تقريبا بيڪار تي چڪا آهن ۽ اڃان ٻه ڪجهه ٻوءِ جڏهن ڪوهستان ۽ ريگستان ۾ ٻه پڪا رستا عام ٿيندا ۽ لاريون ۽ موٽرون عام جام هلڻ لڳنديون. تڏهن ته انهن جانورن کي ڪير پڇندو ٻه ڪونه. (ساڳي سورت آيت پنجين) ۽ جڏهن جو وحشي جانور اٿاريا ويندا. يعني هنن کي لڪڻ ۽ آرام جي جاءِ نه ملندي. اڄڪلهه واقعي انسان ذات جي گهڻائي ۽ ٻوڪن سبب ٻيلا وڃي ختم تي رهيا آهن. ۽ تمام گهڻن علائقن مان وحشي جانور ختم تي ويا آهن ۽ باقي رهيل جهنگلي وحشي جانورن لاءِ ٻه عظيم خطرو پيدا تي چڪو آهي ته هنکي پناهه جي جاءِ نه ملندي ۽ هنن جي نسل جي جاءِ تي هنن جا عنقا ۽ هما وانگر صرف نالا وڃي رهندا. (ساڳي سورت آيت ڏهين) ۽ جڏهن جو اخبارن جي

نشر و اشاعت عام جام ٿيندي، اخارون عام جام ڇاپيون وينديون
ايهو نزول قرآن وقت ڪنهنکي ڪو وهم ۽ گمان به هو؟
وېندو. اڄ واقعي سورت آيت ٻارهين (ساڳي
شروع ٿي چڪي آهي. آسمان ڪلي رهيو آهي. ۽ جڏهن جو آسمان کوليو
ڪلي ويا آهن انسان ڏانهن آسمان ڏانهن رفت و آمد
۾ مصروف آهي. نوربيڙي وانگر افق جي بلندين ڏانهن ويندڙ هميشه جا بند رستا
الله جي نشانين مان آهي (سورت شوريٰ جي ٻي رڪوع جي آخري آيت) ٻوڙڻ
انهن ٻنهي ۾ جيڪا جاندار مخلوق پيدا ڪري آسمان جو ۽ زمين جو ۽
گهربو تڏهن انهن (يعني زمين ۽ آسمان جي مخلوق کي) پکيڙي اٿس ۽ رب جڏهن به
ملائڻ تي قادر آهي (ملائيندو) ان شهرن جي وچ ۾ رستو نه هي ويو ٻاڻ ۾
ٽريفڪ چالو ٿي وئي. ٻنهي شهرن جا ماڻهون هڪ ٻئي وٽ اچڻ
وڃڻ لڳا ته چئبو ته ٻئي شهر ٻاڻ ۾ ملي ويا. رستن جي ٻڌڻ
لڳڻ بعد چيو ويندو آهي ته هي شهر ٻن شهرن کان ڪٽجي ويو.
لٽي ويو. اڄ اسين ڏسون ٿا ته عاجز انسانڙو به لکن ميل مٿي
اڏري پنهنجي زعم مطابق چنڊ تي منزل انداز ٿي چڪو آهي ۽
جهڙو ڪر اکين سان پيو ڏسجي ته عنقريب هنکي رب پاڪ اربين
ميل مٿاهون اڏائي مريخ عطارد مشتري ۽ ٻين تارن تائين پهچائي
اتي جي مخلوقات کي هتي جي ماڻهن سان ملائي اچ وڃ جا
رستا جاري فرمائي انهن هتن ۽ هتن کي ٻاڻ ۾ گڏي ڇڏيندو.
ايهين به ممڪن آهي ته هتي جا گهوٽ تارن جون تارن کان
وڏيڪ چمڪندڙ ڪنواريون پرڻجي اچن. ۽ هتي جون ڪنواريون
تارن جا گهوٽ وڃي ماڻين. ايهو به ممڪن آهي ته هتي جي
ڪنهن پڳل رن لاءِ ڪورٽ کي مريخ يا عطارد جي ڪنهن
شهر جي ڪنهن گهر جا سرچ وارنٽ ڪڍڻا پون ۽ رن بدمعاش
کي پوليس اتان کان پڪڙي وٺي اچي.
(سورت الرحمان جي هڪ آيت) اي انسانو ۽ جنو جيڪڏهن
اوهان کي زمين ۽ آسمان جي حدن مان ٻاهر نڪري وڃڻ جي سگهه
آهي ته نڪري وڃو. اوهان نه نڪري سگهندا مگر طاقت سان يعني

طاقت ۽ غلبي حاصل ٿيڻ بعد مٽي ويندا. جيئن جو آمريڪا وارن جي خلائي گاڏي سنڌن مزعومہ چنڊ جي مدار ۾ مبينہ طور خاص راڪيٽي قوت سان داخل ٿي سگهي هئي. ايها تہ اڃان انساني ترقي جي عمارت جي خشت اول آهي. اڃان تہ انسان کي اربين پدمن ميل پنڌ جا ڪري ڪٿي ڪان ڪٿي پهچڻو آهي. ۽ قدرت جا خلق فرمايل ڪل راز ۽ رمزون انسان جي علم ۾ ۽ انسان لاءِ پيدا ڪيل ڪيترين ئي عظيم قوتون انسان جي قبضہ قدرت ۾ اچڻيون آهن. حضرت آدم عليہ السلام کي رب پاڪ دنيا جي ڪل شين جا نالا ۽ انهن جي ڪنہ ۽ حقيقت کان آگاه فرمائي ملائڪن سان علمي چٽاڀيٽي ۽ مقابلہ ۾ کيس نمايان فوقيت بخشي. ايها ڳالهہ ثابت ڪري ڇڏي آهي تہ انسان جي خمير مايہ فطرت ۾ ڪي اهڙا عملن جا اٿاهہ ذخيرا وديعت ٿيل آهن جي ملائڪن جي دسترس ۽ دائره ادارڪ کان بہ بلند ۽ بالا آهن. ۽ قرآن پاڪ جي انهيءَ دعوي جو اڄوڪو انسان عملي ثبوت پيش ڪري رهيو آهي. ۽ اڃان بہ مڪمل طرح سان پيش ڪري چڪندو. رهيو هي سوال تہ قدرت ايهي علم دشمن ڪافرن کي ڇو ڏنا؟ دوستن (مسلمانن کي) ڇو نہ مرحمت فرمايا؟ جواب هي آهي تہ روز اول کان اڄ تائين نوانوي پرسنٽ مسلم سربراهن پنهنجون پوريون قوتون زن شراب ۽ اقتدار جي حصول ۾ صرف ڪيون. سواءِ ڪن ٿورن جي ڪل بادشاه علمن کان غافل رهيا. رب رٺو ولهو ولٽي (١) ويو. ليلان ٺاڪر هنيين ٺار مٽيين تي مٽيو. ڪونرو (٢) جو ڪرت (٣) ڪانڌ (٤) قبوليو. رب العزت علم جي شهر جي چوڌرائپ ۽ وڏيرپائي ڪافرن کي سپاري. هونءَ بہ هن دنيا ۾ رب پاڪ رحمان آهي يعني سندس دنيوي مهربانيون دوستن ۽ دشمنن لاءِ هڪ جهڙيون عام آهن. معبود پاڻ کي رب المسلمين نہ پر رب العلمين ڪوٺيو آهي. ڪاش جيڪڏهن اٿون کو سائنسدان هجان ها تہ قرآن پاڪ مان رهنمايون حاصل ڪري سائنس جي ترقي جي رفتار

---

(١) گهوٽ رسي ويو (٢) ٻانهيءَ جو نالو (٣) عمل
(٤) مڙس يعني ڇنيسر

ڪي تمام تيز ڪري ڇڏيان ها.

## معجزا

عرب جا ڪفار محبوبن ڪريمن جي مخالفت ۾ پرخلوص هئا. هنن جي اندر مان اڄ مان ڏئي نڪرندڙ ۽ عداوت جا شعلا دنيا ٻئي ڏٺا. مسلمان ۽ ڪافر سڀ صلاحي هئا. ايھين ڪو ٿو ڇٽي سگهي ته ڪهڙيا اٿن. رب قادر آهي. حضرت هوت حبيب ﷺ جي هڪ ئي ارشاد سان سڄو عرب اسلام جو اعزاز ۽ افتخار حاصل ڪري ٿي سگهيو. پوءِ ايها ايذي مخالفت ۽ ڪتيل ڪافرن جي طرفان بار بار هيڏا هولناڪ حملا ۽ روز روز جي رتو ڇاڻ ۾ ڪهڙي حڪمت هئي. حڪمت صرف ايها هئي ته معجزن جي اظهار جو معقول سبب پيدا ٿئي. معجزو ڇنجي ٿي تڏو انهيءَ ڪي جو هڪ عداوت ۾ انڌو ٿيل انسان جنهنجي اندر ۾ بغض ۽ دشمني جا بنا ٻري رهيا هجن. سو عاجز ٿي انقياد ۽ تسليم جو ڪنڌ پنهنجي ڪنجيءَ جو هار بنائي ويهي ۽ جيڪو سرجو وري ۽ خون جو پياسو هجي. سو ساڳيو سر ڏيڻ لاءِ ۽ نڙيءَ جو رت نذراني طور پيش ڪرڻ لاءِ هروقت ۽ هرحال ۾ پيش پيش هجي. مسلمان معجزن جا ڳيت ڳائيندا ها ته اڄ ڪو اندر جو رذل ۽ ڪريل ڪر ۽ بد باطن بداندیش هنيوچيون هئي سگهي ها ته اڃي ٿلها ناه آهن معجزا وري ڇاجا: ڪست ۽ ڪار جي ڪوريءَ ۾ ڪاٺل ڪانچ ماٺون جا منهن ڪليل هجن ها. پر محبوب جا معجزا انهن ڪافرن ڏٺا ۽ مڃيا ۽ قبول ڪيا ۽ قبول ڪرڻ کان بعد اچي قدمن ۾ ڪريا. جن جهڙو دشمن دنيا ۾ ڪير ڪنهن جو ٿي ٿو سگهي. ڪوڙا مذهب زر ۽ زن رن ۽ ڏن جي سهاري سان سڏڙين جي سر تي سوار ٿين ٿا ۽ پاڻين جي پنهنچاڻن ۾ پکڙن ٿا. هتي ته معاملو اور هو. جيڪو مسلمان ٿي ٿيو تنهن مصيبتن ۽ آفتن ۽ بلائن جا جبل هٿ سان ڪاٽيو پنهنجي مٿي تي ٽي رکيا. ملڪيت برباد. الهو تلهو ڇٽ.

اوڙو پاڙو دشمن، گهر پينگ اجهو ٿو مران. اجهو ٿو سر وڃي.
ايهو سراف هروقت سر تي سوار. مٿيون ماٿيون ختم. پلا ايڏيون
آفتون سر تي ڪئي پوء به مسلمان تي بنيا سو آخر ڇو؟ ايها اسلام
جي صداقت هئي. ايهي محبوب جا معجزا هئا، جن جي اکيان
سرڪشن به سر تي نمايا، ۽ حق جي معلوم ٿيڻ بعد مصيبت کي
موهبت. آفت کي استراحت. رنج کي راحت. بلا کي عيد برات.
دل آزاري کي دلداري. ڏکن جي ڪاري رات کي سکن جو
روشن ڏينهن. بکم کي بادشاهي. سنج کي سون سمجهڻ لڳا ٿي.

الحاصل ته معجزن جون روايتون جيڪڏهن محض مسلمانن
کان مروي هجن ها ته ايهو شڪ جو شائبو البت باقي رهي ها ته
جن جا منڍا محبت ۾ مست ۽ مدهوش هئا. انهن کـي روزمره
جون معمول مطابق واقع ٿيندڙ ڪي ڪيفيتون يا ماهيتون يا اتفاقي
حادثا محبوب جا معجزا ٿيو ٿي محسوس ٿيا. سچي محب جي محبوب
جي متعلق مبالغ آرائي اعتبار جوڳي ۽ وسهڻ جهڙي ڳالهه آهي.
هتي ته دنيائي ئي هئي. جن دشمنن جي سوچ ويچار رهاڻ مجلس
۽ سرگوشيون ۽ سرگرميون سانباها ۽ سعيا آسون ۽ اميدون رات
ڏينهن جون رتائون ۽ تمنائون ايهي هيون ته انهي الله جـي نور
سان روشن ٿيل بجلي کي سندس چوگرد مڙيل پـروانن ۽ پتنگن
سميت ايهين ناس ڪري ڇڏجي جن جو وري نالو نشان به ڪنهن
کي هٿ نه اچي. ايهي نه محض ستائون ۽ سانباها هئا بلڪ عملي
طرح سان به هنن جي اندر جا آتشين ماده سان ڀر ٿيل پيالا ڇلڪيو
هارجيو ٿي پيا ۽ هنن پنهنجي پوري جمعيت ۽ قوت سان پنهنجي
فيصلہ جي امانت تراڙين تبرن ڀالن ٻڇين ڪتارين ۽ ڪمانن جي
سپرد ٿي ڪئي، ۽ ميدان جنگ کي فيصلہ جي فتويٰ لـکندڙ جج
تي تسليم ڪيو. اناويهه اهڙيون جنگيون ڇيون وڃن ٿيون. جنهن
۾ شهنشاه ڪونين کي خود به نفس نفيس حاضر ٿيڻون پيو هو.
ايها ڳالهه ئي آهي ته انهن هولناڪ هٿيارن ۽ انهيءَ ميدان جنگ
واري جج هر بار فيصلو هوت حبيب جي حق ۾ تي صادر فرمايو.
۽ ڪافرن جي ڪنڌ جا مٽڪا مروڙيو تي پڳا. ايڏا عظيم دشمن

اهڙا ڪتيل ڪافر جن معجزن کي مڃين ۽ جن معجزن جو
شاهدبون ڏين انهن ۾ شڪ کي ازلي ابدي شقي ٿي ڪري سگهي
ٿو. انسان جي وسهڻ مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ جو انهيءَ کان وڌيڪ
قوي دليل ٻيو ڪو ٿي نٿو سگهي.

اهڙا عظيم دشمن به هڪ ٻه نه بلڪ هڪ لک چوڏهن
هزارن کي وجهي ٻهتا هئا. جن معجزا اکين سان ڏٺا ۽ باوجود
دشمني جي هننکي مڃڻا پيا ۽ نتيجتاً هنن جي عداوت قدوبت سان.
مخالفت محبت سان. ڪلفت ۽ ڪلورت قربان ٿيڻ واري جذبي
سان مبدل ٿي وئي. الله پنهنجي حبيب کي ملائڪن جي مسلح
فوج ڏئي ٻن چئن مهنن ۾ ساري روئي زمين جو فاتح بادشاهه بنائي
ٿي سگهيو. پر نه رب دنيا کي ڏيکاريو ته حبيب پاڪ وٽ صرف
۽ صرف حق ۽ صداقت ۽ معجزن جي ناقابل تسخير قوت هئي.
جنهن ڪارن ڪتيلن جا ڪنڌ نوايا ۽ ڪرنگها ٽوڙي وڌا. جادو
جو اثر محض اکين تائين محدود هوندو آهي. نوڙي سا ڳي طرح نوڙي ئي
هوندي آهي. پر سحر سبب اکيون هنکي سرندڙ سپ سمجهڻ
لڳنديون آهن. ڪو همت ڪري هٿ وجهي وجهي ته نانگ جو
نالو نڪو نيشان نوڙي جا نوڙي. اهڙي طرح سان پيا به جادو جا
قسم, معجزه ۾ انهيءَ شي جي ماهيت بدلجي ٿي وڃي. مثلا حضرت
موسيٰ عليٰ نبينا و عليه الصلواة والسلام جي لٺ مبارڪ واقعي
جيرو جا ڳندو نانگ بنجي وئي. جنهن جادوگرن جا جڙتو ڳوراها
(۱) ڳوري ڇڏيا. جادوگر جيڪي پنهنجي فن جا ملڪن ۾ مشهور
هئا. انهن ڏٺو ته هي جادو جو ڪرتب ناهي. هي واقعي الله جي
قدرت ۽ قوت جو مظاهرو آهي. سي پيغمبر پاڪ جي پيرن ۾
ڪري پيا ۽ سندس سچي نبي هئڻ جا نعرا هڻڻ لڳا. فرعون انڌو
هو. هو اڃان به ڪونه سمجهيو. اتلو لڳو انهن ايمان وارن کي
عذاب ڏيڻ. محبوبن ڪريمن جا معجزا ڪيترا هئا ۽ ڪهڙا هئا.
انهن جي اپٽار لاءِ ڪي ضخيم دفتر گهرجن. جيڪي معجزا دنيا

(۱) بلائون

جي ڪل نبين کان نمودار ٿيا انهن کان هزارين حصا وڌيڪ اسانجي عربي امام اظهار فرمايا.

حسن يوسف دم عيسيٰ يد بيضاداري
آنچه خوبان همه دارند تو تنها داري.

انهن هزارن معجزن مان هڪ هڪ سندن نبوت جي تصديق لاءِ ناقابل ترديد دليل ۽ برهان ساطع هو. آئون تسليم ٿو ڪريان ته جناب جي.ايم صاحب ۽ جناب شيخ اياز صاحب اينڊ پارٽي اسلام ۽ پيغمبر اسلام جي عداوت ۾ اڄڪلهه پاڪستان ۾ پهريون نمبر ۽ برڪ آهن. پر ايهي معجزا جن ڪافرن کي مٽان ٿي پياه اوهي عداوت ۾ انهن اڄڪلهه جي ڪافرن کان ايتريقدر تيز ۽ اڳرا هئا. جيتريقدر ريل گاڏي بيل گاڏي کان. ۽ هنن ۾ دشمني جو زهر هنن اڄوڪن کان ايترو گهڻون هو جيترو ڪپر بلا ۾ ڪڪر کان. ۽ ڪوراڙ ۾ مک ۽ مڇر کان. انهن اهڙن به جڏهن اوهي معجزا ڏٺا ته پوءِ هي هاڻوڪا ڪهڙي ليکي ۾ آهن. جو انڪار جو دم هڻي سگهن ها.

هوت نه ڏٺائون ڏوهه نه ڏيان جيڏين
سون جيئن رناٿون هوند مٿي ڪيو هڙاءِ. (شاهه)

جي هيان هوت پنهون سان سون جيئن ملاقات
ته پاڻهن وڃهي وات هوند ريوون ڪيا رڃ ۾.
(شاهه)

## صورت ۽ سيرت

ڪو ماڻهون اتفاق سان ڪ خوبصورت ٿي سگهي ٿو. ڪينجهر جون ڪاريون ڪوجهيون ڪوڙيون (۱) مور نه موچاريون. ڪنيون ڪڇريون گدليون ڪکيون (۲) گدوڊياڻيون (۳) ۾ پيريون لڙيون

---

(۱) جنهن ۾ چڱائي نه هجي (۲) بدبودار (۳) سوگ جهڙيون

ميريون مهائيون انهن جي هڏ چم مان قادر قدير نوريءَ جهڙي لاکيڻي لعل پيدا ڪئي. جنهن کي نسي چام تماچي خاني مان نکري ويو. بادشاهي جا خيال ڪٿي رهيا. ويلو مهائن جي اکيان ڳکهون ڳاڙڻ ۽ نوريءَ جي سنگ لاءِ نالا ٻڙڻ ۽ سوال ڪرڻ ته نوري ڏيو نوري ڏيو. گهوڙاڙي مرهو ٿيو وڃان. نوريءَ جي ناز پرين نيڻن جناب تماچي صاحب ڪـي پنهنجي محلات جـون مه جبينون ۽ پري پيڪر ٻوڇارٽيون وساري ڏنيون. مهائن جا پٽ ڄمي پيا. هننکي قدرت هڪ ته نوريءَ جهڙي سراپا ناز ۽ ان سان گڏ مجسم نياز نياڻي عطا ڪئي. ٻيو ته هننکي ڄام تماچي جهڙو ننگي ننگ پال نياڻون مرحمت فرمايو. اخلاق به اهڙي طرح سان اتفاقاً ڪنهن ماڻهون جو ڇگون به هوندو آهي. ڪو ماڻهون فطرتاً شريف هجي ٿو ته ماحول جي مسموم هوا به هروڀرو هنکي بگاڙي نٿي سگهي. نوشيروان کي عدل جي ٻٽي ڪنهن پڙهائي؟ حاتم طائي کي سخا جو سبق ڪنهن سيکاريو؟ انهي ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته ڇگون اخلاق به ڪنهن سڀاڳي ۽ خوش نصيب جـي سرشت ۽ فطرت هوندو آهي. هن جي وجود مـان حسن اخلاق جـا ڦوهارا اڏمان ڏني نڪرندا اهن.

الحاصل ته صورت ۽ سيرت ڏاتار جي اوهـا ذات آهي جا ڪنهن عامي ماڻهون کي به مالڪالملڪ جي طرفان موهبت ٿـي سگهي ٿي. توڻي جو ايهو قطعي فيصلو ڪرڻ سخت مبـالغو ۽ ديده دانسته دروغ بافي ٿيندي. جيڪڏهن چئجي ته هن ڪان ڪو اڻ سهائيندڙ اخلاق يا لائون لچڻ سرزد ٿيوني ڪونهي البته اڪثر ڪري جڏهن ڏنو ويندو آهي ته هن جا ارادتا بـه ۽ غير شعوري طور به واقع ٿيندڙ گهٽان لکڻ اهڙا آهن جي لک ٽا لهن. ته ٻوھ هن جي ٿورين ڪوتاهين ۽ ڪوڙاين (١) ڪان قطع نظر ڪري هنکي وڙاتو ۽ سلڇڻون ۽ لائقن پريو ۽ لاکيڻون ۽ سنگهار ۽ ٻيول ۽ رانجهن ۽ راڄ راڻون ۽ وريام ۽ سپڙ ۽ ڏاتار ۽ ٻيا ازين قسم لقب ڏجن ٽا. رب جي رحمت عام آهي. هو صورت ۽ سيرت جون

(١) ٻچڙاين

اڻ ميون ۽ اڻ ڳڻ سوغاتون هر دور ۾ پنهنجي پـاڳوند ٻندن ڏانهن موڪليندو رهندو آهي. ايها ته تي صورت ۽ سيرت جي انعام ٿيڻ جي عام صورت. هاڻي اسين اوهان جو تـوجه مبذول ڪرڻ چاهيون ٿا. انهي خاص الخاص صورت ڏانهن جنهن ۾ عقل انهيءَ ماهيت کي سمجهڻ لاءِ مجبور ٿئي ته اهڙي صورت ۽ اهڙي سيرت دنيا ۾ نه اڳ ٿي ۽ نه هن کان پوءِ ٿي سگهي ٿي. محبوب ڪريم ﷺ جنکي مردانه حسن جي انتهائي ڪمال جي حاصل هئڻ کان علاوه سندن منهن مبارڪ ۾ انوار الاهي جون اوهـي تجليون ۽ شـعاع هوا. جو اونداهي ۾ هلندي سندن اهاءِ (۱) سبب وات جا سنهان سنهان ڪک پن ۽ واري جا ذرا چٽا پڌرا نظر ايندا ۽ ٻکندا هئا. ۽ اونداهي گهر ۾ سندن جلوه افروز ٿيڻ بعد گهر ۾ فضائي ڪا ڪيڙي ماڪوڙي سرندل هوندي هئي ته نشانبر نظر ايندي هئي.

ماڻڪ مٽ سندوم اونداهيءَ ۾ سوجهرو.

(شاه)

سندن پاڪ صورت ۾ بي پايان محبوبيت ۽ جاذبيت کان علاوه الله جي طرفان عطا ٿيل رعب ۽ جلال انهيءَ حد کي پهتل هو. جو باوجوديڪ سندن ويهڻ لاءِ گاديلا ۽ گـاؤ تڪيه وهاڻان نه گهوريا. پر سدا خاص جاءِ به مقرر ڪانه هوندي هئي. مجلس ۾ جتي جاءِ خالي نظر آئي اتي ويٺا. پوشاڪ سـادي. ڳالهائڻ ۾ اوي سوي ڪي ادا ادا چوڻ ۽ هيڪ جهڙائي جو تاثر ڏيـڻ جي انتهائي ڪوشش. گفتگو تعلي ۽ ترفع جي شائبه کان بـه پاڪ. انهيءَ هوندي بہ اصحابي سڳورا فرمائين ٿا ته اسان جي ايها حالت هوندي هئي جو ڪان علي رئو سنا الطير. يعني جهڙا کر اسان جي مٿن تي پکي ويٺل هجن. جو ٿورو ٿا چرون ته اجهو ٿا اڏاميو وڃن. ڪنڌ مٿي ڪڻڻ جي مجال نه هوندي هئي. البته اکيون انهيءَ نور جي دريا مان مسلسل سيراب ٿينديون رهنديون هيـون. ۽ جيئن جيئن سيراب ٿينديون هيون. تيئن تيئن هنن جي اڃ ۽ اساٽ وڌندي رهندي هئي ۽ سندن انڌي وڃڻ بعد اکين جـا العطش العطش جا پر سوز نعرا سندن دل جا لطيف ڪن ٻـڌندا هئا. ۽ ڊاول منڙا

اچ جا اثر محسوس ڪندا هئا. چوڏهين جي رات جڏهن چنڊ موج ۾ اچي چوڏس چوڏيار چلڪائي چمڪائي جون پالوٽون ڪري پاڻ (۱) جا پاتا ۾ ڪندو هو، تڏهن ڪي عقل جا اڪابر پر ونئي اچي چهره اقدس ۽ چنڊ جي اماه جي پيٽ ڪندا هئا ۽ پڇي بعد قسم ڪئي چوندا هئا ته چهره اقدس جي نور جي راسين (۲) جي اڳيان چوڏهين جي چنڊ جي اماه جي اوها نسبت آهي جيڪا چوڏهين جي چنڊ جي اڳيان ڪڙ ڪيتي جي. ٻا سچ جي اڳيان ڏيائي جي.

ڪئي نبع خمار مان ڪيائون ناز نظر
سورج شاخون جهڪيون ڪوماڻو قمر
تارا ڪتيون تائب ٿيا ديکيندي دلبر
جهڪا ٿيا جوهر جانب جي جمال سين. (شاه)

ڪوڙين قمر اڀرن ٻيا شمس بيشمار
جي مون پورين ۾ پيدا ٿئي وڃهين پئي وار
تساري سپ جمار چنڊ چانڊوکي نه ڪري (شاه)

چنڊ چوان سچ جي برو نه پائيين
ڪڏهن اڀرين تورڙو ڪڏهن اڀرين ڪچ
جو تو ۾ بري مچ سو پڌر پريان جي پير ۾ (شاه)

هاڻي پلا پنهنجا پاڻ ۾ آهيون. ڪنهن ڳوري ۽ ڪارهي چمڙي واري . اُنهون ڪي چنڊ جهڙو يا چنڊ کان وڌيڪ چٽون ته تا پر آهي ته پڪ ته روشنائي جو خير لڳو پيو آهي. تلهو وات جو پلاڻ آهي. جنهن ۾ گيهه جو سرفو ڪجي سو چالائي ڪجي. ويچارڙن شاعرن جو ته ڏونڌوئي آهي ڏٺي بازي ۽ تلها ٻڙاش. فارسي جي بيمثال شاعر مولانا نظامي پنهنجي پٽ کي وصيت ڪندي چيو هو ته:

(۱) وڏا ميدان (۲) شعلا يا نور جون لاٽون

در شعر مپیچ و در فن او
زانکہ اکذب اوست احسن او

يعني شعر ۾ متان وچڙين. ڇو ته شعر جيترو وڌيڪ ڪوڙو
اوترو وڌيڪ سٺو. جيڪي پرهيزگار رڻ ڏانهن اک کڻي به نه
نهارين. اوهي به جڏهن شعر ڇوڻ لڳن ته رڻ جي عشق جا اوهي
جان سوز نعرا لڳائين ۽ اوهي اوهي هنيين ڦاٽيون رڙيون ڪن جو
ماٺهون پاڻي ٿـ همراه ساعتن گهڙين جو مهمان آهي. اجهو ٿو
دم ڏي. ايها آهي مجازي حسن جي مبالغہ واري صفت ۽ خواه
مخواه پيي ڀڻڻ. (۱) مجاز ۽ حقيقت ۾ فرق ايهو آهي ته حقيقي
حسن ضياپاشي ۾ چنڊ کان في الحقيقت ۽ واقعي وڌيڪ ۽ تاباني
۽ درخشاني ۾ سج کان سج ڀيج زياده. ڀلا جنهن نور سان سج ۽
چنڊ کو چمڪات پني منگي هٿ ڪيو ۽ کو جلوو ان جي
اکيان جهولي پکيڙي پرايو. انهي ۽ جي انهي سان ڇا نسبت ٿي
سگهي ٿي. پينار جي پنج ڪٺي بادشاه جي پربل پانڊي سان ڪٿي
ٿي سينون ساهي سگهي. سيڪڙو (۲) جي ڇا مجال جو پاڻ کي
سپڙ (۳) سان ساريکو (۴) سمجهي. پان (۵) ۽ رائي (۶) کي هڪ
ترازي ۾ تورڻ ته ڪنهن ڪتاب ۾ ٿي لکيل ڪونهي. محبوب
ڪريم جي نور جون صفتون رکو شاعرن ڪين بيان ڪيون آهن.
اصحابن سڀورن بيان ڪيون آهن. جن جي هر ڳالهه جو هڪ هڪ
حرف سون تورڻ واري مرازي ۾ تريل هوندو آهي. جو رتي جي
ويهين پتي واڌي به ڪڏي پڌري ڪري ڇڏي ٿي. هنن جي تعليم
۽ تربيت ٿي اهڙي هئي جو هنن جي ڪنهن به ڳالهه کي مبالغہ
آرائي جو واءُ به لڳي نٿي سگهيو. ازانسواء هنن جا انهي احساس
۽ اعتراف ۽ گواهيون غيرمسلم ۽ دشمن هئڻ واري وقت جا هئا.
انهن احسانن ۽ اعترافن ته باوجود مخالفت جي هنن جا ڪنڌ
مروتيو پي نمايا ۽ محبوب ڪريم جي حضور ۾ منهن پر ڀي
ڪيرايا. حضرت هوت حبيب ﷺ جو جمال جهان آرا انهي ۽ حد

(۱) ڪوڙ ڳالهائڻ (۲) پينو (۳) سخي مرد (۴) برابر
(۵) پينو (۶) بادشاه

کي ڀھتل ھو جو مڪي شريف ۾ ٻاھران ايندڙ ماڻھن کي ڪافر ملاقات ڪان روڪيندا ھئا. تہ متان سائس ملڻ ھن جي من موھيندڙ صورت ۽ پيار ڀري ٻاجھ (۱) ۾ اھڙو سحر ۽ جادو آھي جو جيڪو وٽس وڃي ٿو سو موھت ٿيو سندس قدمن ۾ ڪريو پوي. اسين شاعرڙا پنھنجي محبوب جي حسن جي صفت جادو سان ڪندا آھيون. جتي ايھا صفت ساڙ ۾ سڙندڙ سر جي دشمنن تي ڪئي. اتي حقيقت بين ۽ قدر شناس اکين جي اڳيان سونھن جو ڪو ڪاٿو (۲) ۽ حسن جي ڪا حد ۽ حساب بہ متصور ٿي سگھي ٿو؟ نجران ملڪ جا نصارا مباھلہ لاءِ مديني اچن ٿا. مقرر ميدان تي سردار شافع جھان جا بہ ڪيل پيمان مطابق پھچي وڃن ٿا. سندن پاڪ صورت جا شعاع ۽ تجلا پسندي نصارن ۾ ٿرٿلو پئجي وڃي ٿو. ھيڪ ٻي کي چوڻ لڳن ٿا تہ جنھنکي رب ھھڙو خلقيو. انھيءَ کي پڪ آھي تہ برباد نہ ڪندو. البتہ اوھان جو چٽ ٽيڙ يقيني آھي مباھلو ڪونہ ڪيائون. ميدان ڇڏي ڀڄي ويا. ايھا فتح پاڪ حبيب جي حسن جي ھئي. ورنہ معجزو تہ اجان اڳتي مباھلہ ٽيڻ وقت ظاھر ٿيڻون ھو. سندن صورت پاڪ متعلق ھڪ نڪتو ناچيز راقم الحروف جي ھنن ٻاٽن بيتڙن ۾ ملاحظہ فرمائيندا.

احسن الخالقين تون آھين
جڳ جا جانب جميل تون ئاھين
عام جا محب ئاھيا تو عجيب
گل ڪان نازڪ ۽ نازنين نجيب
جوت جلوي ڪان جنجي منجھ جھان
ھي مٿو آھي ھيڏو شور فغان
پنھنجو جانب جڏھن تہ جوڙيئي پاڻ
مالڪ الملڪ پنھنجي مرضي ساڻ
ڪيئن تو صنعت ۾ ڪي ڪمي ھوندي
ڪھڙي سھڻي شڪل نئي ھوندي

---

(۱) ڳالھ (۲) اندازو

جت ڪيئي پنهنجي قدرت جو ڪمال
ات جڙيو هوندو ڪو عجيب جمال
تنهنجي صناعي ٻي مثيل وعديل
بس محمد جي حسن لاءِ دليل

خوشبو جي معاملي ۾ شاعرائن ڏٺو، ڪان قطع نظر ڪري حقيقت جي عطر جو واس ورتو ويندو ته ڇڙو نظر ايندو ته انسان ڪيترپقدر ٻه حسين ۽ جميل ڇونه هجي. هنجي گوشت ۽ پوست يا زلفن يا پگهر ۾ سرهاڻ ذاتي ڪانهي. ايهي عطرن سينتن خوشبودار تيلن ۽ ٻانوڊرن ۽ مشڪ ۽ عنبر جون ڪرشمه سازيون هونديون آهن. جيستائين ڪنهن ٻاهرين خوشبودار شيءِ ڪان سرهاڻ جي سيکڙ (١) نه ڪئي وڃي. انسان ۾ پنهنجي ڪابه سرهاڻ ڪانهي. سرهاڻ جي معامله ۾ انسان نباتات جو يا نافن جي صورت ۾ هرڻ ۽ ٻلي جو محتاج ۽ شرمنده احسان آهي. دنيا جي مغرورن ۽ متڪبرن کي ٻه ماري ميڙائڻ لاءِ قدرت حسينان عالم کي خوفناڪ قسم جي آلات جنگ تير تفنگ ترارٻون تبرون ڀالا ٻڇيون ايتم ٻم ۽ الائي ڇاڇا عطا فرمايا آهن. رنگ اکين ابرن لبن رخسارن بلڪ سڄي بدن کي گونا گون عمليات تسخير ۽ ڪنڊ نوائي پنهنجو خاڪپائي بنائڻ لاءِ خاص الخاص ۽ نهايت زود اثر سحر ۽ جادو جا تاثير ۽ خاصيتون وديعت ڪيون آهن. پر خوشبو جي ڪمند جيڪا هوا جي ڪلهن تي ۽ پنن تي پنهنجي چار پکيڙي لڏندي لمندي سرندي ڦرندي نڪ جي ٻنهي دروازن مان انسان جي اندر ۾ ڏوڪي پوي ٿي ۽ دل ۽ دماغ جي ڪجهي کي گوکهالي ٿي. سرهاڻ جو پنجور جيڪو ذهن ۽ عقل کي چوڪنيو ٻڌيو معطل بنايو ڇڏي.

ايها سرهاڻ ۽ ايها خوشبو سونهن وارن کي خوشبو پيدا ڪندڙ مختلف شين ڪان رڪت تي وٺي پوي ٿي. جتي قدرت ڪين سونهن جون تمام گهڻيون سوغاتون عطا ڪيون آهن. اتي سرهاڻ جي سوکڙي ڪان هننکي محروم ۽ ڪن حيواني ۽ نباتاتي

---

(١) پن

شين جو دست نگر ۽ محتاج بڻائي ڇڏيو آهي. نه في الحقيقت هنن جي زلفن ۾ مشڪ ۽ عنبر تو پيدا ٿئي، نه هنن جي ناف مان نافا ڦٽيو ٿا نڪرن. نه هنن جي رخسارن ۾ گلاب ۽ موتيا اڀرن ٿا. پر انهن سرهاڻين ۽ سرهاڻ وارن شين تي به سرهاڻ ڪا وقت بوقت آسمان مان ڪاڻ ٿي آهي (١) انهن سرهاڻين جو منبع ۽ مخزن معبود برحق هن ئي زمين تي روح گلهائي عالم عطر چمنستان انسانيت يعني مدني محبوب ﷺ جي ذات سراپا صفات خلق فرمائي آهي.

هي خبر تواتر جي حد کي پهتل آهي ته پاڻ جان هلندا هئا اتان خوشبو جو گوياڪ هڪ وهندل واه لهي ويندو هو. ڪين گولينڊز ماڻهون راه جي رندن تي نور نچوئي ۽ پڇا ڳاڇا جي درد سري کان مطلق بي نياز ٿي انهي ۽ خوشبو جي وهندل واه مان خرامان خرامان هلي اچي شرف حضور حاصل فرمائيندو هو. ايها خوشبو گلن ۽ عطرن جي نه هئي. بلڪ گلن ۽ عطرن کي انهي خوشبو جي بحر ناپيد ڪنار مان رتي جي به ڪا چاليهين ٻتي عطا ٿيل آهي. سندن خوشبو جا واقعات بيان ڪجن ته انهي ۽ لاءِ به ڪو نويڪلو ڪتاب گهرجي. ۽ ڪتاب پيش ڪجي به ڪنهن کي. اسانجو پاند (٢) ته انهن منڪرن سان اچي اٽڪو آهي جو خود پنهنجي پالڻهار کي به ٿا مڃين. سي سندس نرمل نور نبي ۽ کي ڪٿي ٿا قبول ڪن.

اڄ مسجد نبوي ۾ روضئہ اقدس جي ايرنديں طرف کو نڪ وارو ماڻهون (نڪ وڍيل نه) ويهي قدرت جا تماشا ڏسي. هوا جي لهرن تي اوهي عجيب عجيب خوشبوءِ دماغ کي طراوت بخشين ٿيون. جنکي ڏسي عقل حيران ٿيو وڃي: نيڻا نيٺ ته اهڙي نرالي نمونه جون خوشبوءِون محسوس ٿين ٿيون جو فيصلو نٿو ڪري سگهجي ته هي آخر ڇا جو عطر آهي؟ هي ڪهڙي قسم جي سرهاڻ آهي. شباڪ شريف جي اندران اڄ کان پندرهن سال اڳ جي ڀاريل خاڪ مون وٽ هڪ ننڍڙي شيشي

(١) لهي وڃڻ (٢) پالاند

۾ محفوظ آهي. روح کلي سان گهر واسجيو وڃي. خود مديني پاڪ جو سڄو شهر معطر آهي. ڪو نوٽي (۱) ڀهريان ٻالي ڏينهن بازارين ۽ گهٽين ۾ اوهي گهٽيون جيڪي ظاهري نساه نوه فرش فروش ٻهاري ۽ چنڪار کان بي نياز آهن. هلي ڦري ٿو ته هڪ ڏيمي سرهاڻ محسوس ڪندو رهي ٿو. ٻالڻ ڏينهن بعد اوها سرهاڻ هنن جي مغز ۾ وڃهيو وڃي پوءِ ٿي محسوس ٿئي.

هي ڳالهه به توجه طلب آهي ته ايها سرهاڻ قبر شريف جي پنج فوٽ خاڪ جي ديزتهه مان ۽ ٽن پختين مضبوط ديوارن مان جنڪي ڪو به دروازو يا دري يا ڪو به شگاف ڪونهي. ڪوه چاٿان ڪهڙي برقي قوت سان ٻاهر نڪري پري پري تائين پکڙي. سا قبر شريف جي اندر يعني شهنشاه ڪونين جي. دربار ۾ ڪيتريقدر هوندي. مديني پاڪ جو هڪ چشم ديده معجزو ٻيو به ٻڌو. جنهن گهٽي ۾ سونڪي هڪ ماڙي جي ڀهرين منزل مليل هئي. انهي ۽ گهٽي ۾ ڪنهن ماڻهون مٿل ٻلو گهر کان گهلي ڪٽي ڦٽو ڪيو هو. گهٽي سوڙهي هئي. منهنجي بيٺڪ ۽ ٻلي ۾ فاصلو ويهن فوٽن کان وڌيڪ ڪنهن به حالت ۾ نه هو. اوهو ٻلو اتي ئي پيو هو. نيٺ سڄيو ڦاٽو ۽ ذرا ذرا ٿيو. پر هن ۾ بدبو نه تي ڪا ذري. ماڙي کان هيٺ لهي ته بلڪل سوٽل ۽ ڦاٽل ٻلي جي ڀر مان مٿو پوندو هو. پر بدبو جو نه هو ڪو ذرو. البتہ ماني کائڻ وقت ڪيلري ۾ ٻهيرا ٿي وهندا هئاسين ته ٻلي تي نظر نه پئي. توبانهن توبانهن هتي ايهين ڪو ٻلو ڪنون ٿئي ته ڏيونڊي جي بدبو سڄو ڪوٽ تپائي ڇڏي.

اڄان به حيرت انگيز ڳالهه خواب ۾ محبوبن ڪريمن جي زيارت وقت سندن هٿ ملائڻ جي خاص علامت ايها آهي ته بيداري بعد هٿ ۾ خوشبو هجي ٿي. جا ٻالي ڏينهن ته ڌوئڻ سان به نٿي لهي. آئون سندن انهي مبارڪ هٿ تان گهوري وڃان. جو خواب جي روحاني ملاقات ۾ به اڳلڙن غلامن جي ميرن ۽ ۽ مر سان ڀريل هٿن ۾ ديرپا خوشبو جا پرڪشش ۽ دل ٻهلائيندڙ

---

(۱) نٿون آيل

تاثير پيو ڇڏي. سندن حسن اخلاق جو لباب پر پل پيالو ٦٣ سال زبردست لوڏن لمن سان دوچار رهيو. پر ڪڏهن به ڇلڪيو نه. منڪر تي ڪا مار پوي نه مڃي ته نه مڃي، پر هڪڙي معقول ماڻهون کي ميٺو ٿي پوندو ته انهيءَ پيالي کي قدرت جي انهي عظيم هٿ جي حفاظت حاصل هئي. جنهن سندن پاڪ ڪردار کي اسوه حسنه (حسين اخلاق جو بهترين نمونون) جهڙي سارا هيل ڪوڏائي سان ڪوڏايو هو. ڪافرن ظلم کي انتها تي پهچايو. ٢٣ سال مسلسل اوهي اذيتون ڏنائون جنهن جي تصور سان ئي وار ڪانڊارجيو وڃن ٿا.

پاڻ وجود قادر هئڻ جي پنهنجو انتقام يا چمار ڪنهن کان به نه ورتائون. عام ماڻهن کي آزارپهچائيندڙن چورن زانين وغيره تي شرعي حدون جاري ڪري نظام عدل قائم ڪري ملڪ ۾ مثالي امن قائم ڪيائون. پر سندن ذاتي دشمن جڏهن به سندن اڳيان پڪڙجي پيش ٿيو. تڏهن سندن دريائي رحمت هن تي ابهين پلٽي پيو، جو ڏوهه خطائون ته ڪيڏانهن ويا. پر ماڳهين اوهو ڏوهاري هڪ هڪ ڏوهه جي عوض ڏهه ڏهه ڏان (١) ۽ ڏاتيون وٺي سرافراز ۽ شادڪام ٿي موٽيو.

ابو جهل ٻڌرين ٿي بدر واري حملي ۾ به مصداق، خود ٿي ويو شڪار. شڪاري شڪار ۾ مردار ٿي چڪو هو. ان کان بعد مسلسل اٺ سال ابو سفيان ٻڪي بعد ديگري زبردست ڪاهون ڪندو ۽ جنگيون جوٽيندو رهيو. مڪي شريف جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن قانوناً عرفاً اخلاقاً شرعاً رسمن رواجاً لازم هو ته هو پنهنجا ڪيتا لوڙي. ۽ اٺن سالن ۾ سندس موافقن ۽ مخالفن جي رت مان جيڪا ريڄ (٢) وهائي هئائين. انهي خون جا جملا متحرڪ ۽ جامد ذرات سندس تازي رت جي آميزش کان پوءِ اتي انهي سان آويزش لاءِ بيتابي سان واجهائيندا رهيا ٿي. اهڙي ۽ ايڏي عدو کي نه فقط عفو فرمايائون. پر هنڪي ظاهري اڻاه انعامن کان علاوه پنهنجي سراپا رحمت نظر سان ايڏو نوازيائون ۽ علو ۽ بلندي

(١) انعام (٢) وڏو واهه

جي انهي آخري مقام شڪوف تي ڪيس پهچاياٿون جو نلهو ابوسفيان هاڻي حضرت ابوسفيان رضي الله تعاليٰ عنه بنجي ايڏي عظيم شان کي پهچي ويو جو اڄ جو ڪوبه وڏي کان وڏو ولي ۽ غوث ۽ قطب سندس گهوڙي جي پيرن جي ڪهه (١) سان به برابر ٿي نٿو سگهي. ازين قسم واقعات پيش ڪجن ته هزارن صفحن جا ڪاغذ سون ۽ چاندي جي ورقن کان وڌيڪ قيمتي ۽ تابان ۽ درخشان بنجي پون. چڱا انسان واقعي عفو ۽ درگذر به ڪن ٿا. پر محبوبن ڪريمن جي ڪردار ۽ اخلاق جي هزارن مثالن مان هڪ هڪ اهڙو آهي، جنهن جو مثال ڪو ماڻهون پيش ڪري سگهي، سا ڳالهه ناممڪن آهي. عداوت جي ڪاري پٽي اکين تان ڇوڙي اجلائي انصاف جي نظر سان ڏسبو ته انهن هزارن واقعن مان هرهڪ سندن نبوت ۽ سندن بي مثل ۽ بي مثال اخلاق جو شاهد عدل نظر ايندو.

پاڻ آخري وقت ۾ اڄڪلهه جي ٽن حڪومتن جا ظاهري طرح سان به بادشاهه هئا. پر ساري سڀ چمار ڪٽ تي نه ستا. بستري تي استراحت پذير نه ٿيا. پنهنجي لاءِ سنا ۽ لنب وارا ڪپڙا نه ٺاهراياٿون. قيمتي لباس بعض اوقات تحفتاً ڪين مليا ته انهن ڏيندڙن جي دلجوئي خاطر ڪو ڏينهن پهر زيب تن فرمائي فوراً مسڪينن کي مرحمت فرماياٿون ماڻهن کي ڪروڙن جا مال متاع سون چانديون هانها هانهيون گهوڙا اٺ وغيره وغيره بخش ڪري ڏناٿون. پر پنهنجي لاءِ پاڻ وٽ ڳاڙهي پائي به نه رکياٿون. سندن گهر جو ڪم ڪار سندن پاڪ حرم پنهنجن هٿن مبارڪن سان فرمائيندا هئا. سندن تخت طائوسي جنهن تي جلوه افروز ٿي مملڪت جا اهم ۽ غير اهم فيصلا صادر فرمائيندا هئا. سو هڪ تڏي جو مصلو هو. سندن شاهي دربار ۽ شاهي محلات جنهن ۾ ملڪن جي حڪومتن جون تقديرون ڊاهڻ يا ٺاهڻ بابت الاهي احڪام جاري ٿيندا هئا. سا ڪکائين مسجد هئي. ٽن حڪومتن جي ظاهري طرح سان بادشاه. ۽ في الحقيقت شهنشاهه ڪونين جي گهر مبارڪ ۾ ٻه ڏينهن به لاڳيتا گهر جي پاتين کي دو سان ماني ڪاڻ

(١) دز

ميسر نہ ٿي، بعض حالتن ۾ ان مهل تائين عربي امام جي نبوت ڪده جون چلهيون ٿڌيون رهيون. گهر ۾ نڪو رڌو نڪو ٻڪو نڪو ڏانگيون ۽ ديڳڙا باهہ جي ڪاڙهي ڪنوار جي هم آغوشي سان شادڪام ٿي سگهيا. ڪاڏي پيٽ لاءِ ڪجور ۽ پاڻي ڪان سواءِ ڪوبہ ان اٽو حاصل ٿي نہ سگهيو. البت ڪڏهن قضائي ڪي ماڻهون ڪين ڪير بہ موڪليندا هئا. جن پنهنجي لکن غلامن ڪي مالن ۽ متاعن سان مالا مال فرمائي ڇڏيو. جنهن ڏيهن ڪي ڏان ڏنان. جنهن جي ابر ڪرم رکو جولاءِ ۽ آگسٽ نہ پر ٻارهو سال ۽ پوري زندگي وڏ ڦڙا وسايا. جنهن فقر ۽ فاقہ ڪي پنهنجي پوري قلمرو مان تڙي لوڏي ڪڍي ڇڏيو. جنهن جي دست سخا ظاهري طرح سان بہ جو ڪجهہ ماڻهن ڪي ڏنو. اوتريقدر دنيا جي ڪنهن بہ بادشاهہ ڪنهن بہ دنيا جي وڏي ڪان وڏي ڏڻ پرور بد و آفرينش ڪائنات ڪان وٺي اڄ تائين نہ ڏنو آهي نہ ڏئي سگهي ٿو. منهنجي امان ۽ ابو سندس پاڪ نالي تان قربان ٿين. تنهن پاڻ بک جي ضعف سبب بسا اوقات پنهنجي پاڪ پيٽ تي پٿر ٻڌا. جنهن ٻين ڪي فاقن ۽ بکن ڪان هميشہ لاءِ نجاتون بخشيون. سو پاڻ بک جي تلخ ذائقن مان تادم زيست لذت اندوز ٿيندو رهيو. جنهن اوي سوي ڪي غني بنائي ڇڏيو. انهي پاڻ پنهنجي گهر جي ڀاتين سميت پنهنجي پوري زندگي انتهائي مسڪيني ۾ گذاري. تانجو هن فاني دنيا مان لڏڻ وقت سندن زره هڪ يهودي ڪافر وٽ گهي ۾ پيل هئي. جنهن ساري سڀ ڄمار انسان ذات جي سک ڀلائي ۽ خوشحالي لاءِ بارگاهہ رب العزت ۾ پاندون پکيڙيون ۽ ليلهايو. انهي پنهنجي واسطي هميشہ ايهو سوال ڪرڻ فرمايو تہ يا رب مسڪين ڪري جيار، مسڪين ڪري مار، ۽ قيامت جي ڏينهن مسڪينن جي جماعت مان ڪري اٿار. ظاهري زماني جو ايڏو وڏو بادشاهہ پنهنجي اندروني ۽ خانگي زندگي انهي قسم جي انتهائي مسڪيني ۽ فاقن ۾ گذاري سو دنيا ۾ نبي آخرالزمان جي ذات والا صفات ڪان سواءِ ٻيو نہ پيدا ٿيو آهي نہ پيدا ٿي سگهي ٿو. البت سندن غلامن مان سندس فيض جي برڪت سان

ڪنهن انهي ڇاش مان ڪو ڇڪو ڇڪيو هجي ته ايها ڳالهه قابل قبول ٿي سگهي ٿي بيشڪ مڃيندا سين.

باقي جي تنيڙي دنيا ۾ به سچ جو عڪس نظر اچي ته ايها ڪا تعجب خيز ڳالهه ناهي. سچ سچ آهي. بکڻ ۽ تابناڪي هن جي صفت آهي. ڪٿان به بکي سگهي ٿو. رحمة العالمين جي اخلاق جو عڪس ڪنهن اعلي امتي جي آئينه وجود مان جلوه گر ٿئي ته ايها ڪا اڻ ٿيڻي ڳالهه ناهي.

## فتحون

فتح طاقت سان به ٿئي ٿي، فتح بعض اوقات اتفاقاً به ڪمزور ڌر کي ڪنهن نه ڪنهن سبب جهڪري حاصل ٿي چڪي ٿي. پر هيئڻ بلڪل ٿئو ٿي سگهي ته هڪ انسان پنهنجن ڀراون بلڪ پوري عالم انسانيت جي هنن جي منورتي (۱) خلاف هڪ هولناڪ دعوي ڪري، زبردست دشمني وهائي وٺي. دشمني به ڪا معمولي نه. هنن جي معبود خدائن کي لڪر پٿر دکوئي. هنن جي عقيدي ۽ مذهب موجب پنهنجو قتل هنن تي واجب ۽ فرض بنائي ڇڏي ۽ سڄي دنيا جا انسان هن جي حق ۾ درندا جانور بنجي پون ۽ هنکي مارڻ ۽ ختم ڪرڻ لاء ڏند ڪرٽيندا رهن. ۽ انفرادي ۽ اجتماعي قوتن سان انهي هڪڙي جي مارڻ جي دربي هجن ۽ رات ڏينهن انهي ڪوشش ۾ سرگردان هجن ۽ ماڻهون به اوهي ظالم جنکي پنهنجي اولاد کي پٿر هٽي مارينديي يا جيرو زمين ۾ پورينديي ڪو قياس نه ٿيندو هجي ۽ ڪا آڏي ابتي حڪومت به نه هجي. جنهن مان قتل ڪرڻ واري صورت ۾ گرفتاري يا معمولي بي عزتي جو به ڪو خطرو هجي. پوء جو ڊپ ته ڪهڙيو پر پڻ مارڻ واري ڪي ايهو يقين هجي ته آڏون سڄي قوم ۾ پاڻ برک ٿيندس. انعامون ملندبون، عزتون حاصل ٿيندبون. ۽ جنهن جي مارڻ سان هيڏا رتبا ملڻا آهن. انهي تي بيو ته ڪو پهرو ڪونهي- پر پاڻ به سلح ۽ هر وقت شمشير

(۱) دل جو خيال

بڪف ناهي. انهن ڪل حالتن جي باوجود به اوهو هڪڙو سچي دنيا کان موڙي نه سگهي، بلڪ سچي دنيا جو مالڪ بڻجي وڃي. ايها ڳالهه انساني قوت کان ماورا آهي. الله جي لامحدود قوت ۽ نصرت ۽ حمايت ۽ حفاظت کان سواءِ ناممڪن آهي ته اهو هڪڙو انسان اهڙي طرح سان هڪڙو ڏينهن به بچي سگهي، سو مشڪل ۽ پورا ٽيويهه سال بچندو رهي سو ناممڪن.

اسان جي نبي پاڪ جهڙن ماحول ۾ الله جي وحدانيت ۽ پنهنجي نبوت جي دعويٰ فرمائي هئي ۽ جهڙي طرح سان پنهنجا ۽ پراوا بلڪ سارو جڳ جهان سندن حق ۾ بيرحم ظالم ۽ خونخوار دشمن بڻجي چڪو هو ۽ دشمن به اوهي مطلق العنان ۽ وحشي قومون جن کان حساب وٺڻ ۽ بازپرسي ڪرڻ وارو ڪوبه ڪونه هو. سي ڇيهو ڇيهه باوجود زبردست ڪوشش جي ڪين ڪوبه حياتي جو جوڪو نه رسائي سگهيا. نه فقط ايترو بلڪ هو بتدريج سندن سرفروش سرويچ ۽ فداڪار سپاهي بڻجي ويا. ايها الله جي عظيم قدرت ۽ عظيم قدرت جو عظيم مظاهرو ۽ سندس حبيب جي صداقت جي حيرت انگيز ۽ واضح ۽ تابان ۽ درخشان علامت آهي.

سچ پوري ڪپار تي ضياپاشي ڪري رهيو آهي. تيز ڪاڙهو اڏن جو به ڪنڌ ۽ نراڙ ساڙي انهن کان جبراً پنهنجو پاڻ تسليم ڪرائي رهيو آهي. پر اوها دوزخي مخلوق جنکي هن دنيا ۾ بظاهر انساني صورت ڏنل آهي. پر هنبڪي باوجود سالم اکين ۽ ڪنن جي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ واري صفت کان وانجيو ويو آ ي. اوهي انهي ۽ سچ جي ٽمڻ ۽ روشنائي کان انڪار ڪن ته انهن تي ميار ڪانهي. رب هنبڪي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي قوت بخشي ئي نٿو. پوءِ هو ڪيئن ٿا ڏسي ۽ ٻڌي سگهن. عقل وارن لاءِ محبوب ڪريم جي زندگي جي ميدان ۾ هزارين ڪوه نور هيرا پڪڙيا ۽ سندن صداقت جا شاهد بنيا بيٺا آهن. پوڪن ۽ بهوشن تي ميار ڪانهي. جيڪي پنهنجي پالڻهار ڪي ئي ٿا مڃين. انهن جيڪڏهن نرمل نور نبي جي مڃڻ کان نابري واري ته ايها ڪا

اهڙي ڳالهه ڪانهي جو عجب سان ڏندن ۾ آڱريون اچي وڃن. نه ڪي نبو ڪوٽ وارو ٻهاڪو ملوڪن ڪو مشڪري ڪري ڪوڻ لڪيو ناهيو آهي.

ابوجهل هوئي اوهو هڪڙو جيڪو بدرواري جنگ ۾ ڪتب آيو؟ نه نه ٻجڻ شل ابوجهل اڄ به هندين ماڳين ڀاڙا ٻڌيو ويٺا آهن. اصلي انهي ابوجهل جا به ابا يا اجان به چڙو ته ڏاڏا.

## علم

علم پڙهڻ سان ڀرائبو آهي. ڪيئين سال مولوين يا ماسترن جون آڪڙيون شاڪڙيون سهيون. ڏنا ماري ڪٻي. سڪ ڦٽائبا. آرس ڇڏبا. آسائش ۽ آرام لاءِ روح کي سڪائبو. راند روند لاءِ ٻري ڪان ڳگهون ڳاڙيون. استادن جي ٽڪ ٻجي ۽ هيٺ ڦيٽ ڪي رس گلا جليبيون ميسوپاڪ ۽ ماڻو ڪري سمجهبو. ايهين نه ته استاد چوي نه هي ته جهل ٻنج اٺي ته شاگرد چوي ته ايهي ٻنج هو ون تيڏي طالع وڃ. ميڪون ڪيون ڀپا اهڏان هين. ايهي سڀ ڪم ڪبا تڏهن وڃي علم هٿ ڪبو. باقي ماڻو ڪو فطرتاً عالي دماغ انسان عقل ۽ حڪمت جون ڳالهيون ڪري سگهي ٿو. پر اوهو به مختلف علمن تي رائي زني ڪري يا انهي علم جا ڪي علمي نڪات سمجهائي سگهي سا ڳالهه هن جي وس کان ٻاهر آهي.

پڙهڻ ۾ عمر ڳارڻ کان پوءِ به انسان ڪنهن هڪڙي فن ۾ ڪماليت جي مٿاهين چوٽي تي پنهنجا قدم کهمائي سگهي ٿو نه سيڪنهن فن ۾.

جيڪو قانون ۽ لاءِ جناب اي ڪي بروهي ۽ جناب خالد اسحاق صاحب بڻيو. سو سرجري ۾ جناب ڊاڪٽر جمان ۽ فزيڪس ۾ ڊاڪٽر علي محمد چوهدري ٿو بڻجي سگهي. جيڪو پي. ايچ ڊي ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم يا علامه آءِ آءِ قاضي مرحوم ٿيو سو بي. ڊبليو. ڊي جو عظيم ماهر ۽ سکر بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج جهڙن اهم منصوبن بڻائڻ جو اهل ٿو ٿي سگهي. حاصل

ڪلام هي ته جنهن جو نهايت اعليٰ دماغ ۽ خوش نصيبي سان هنکي ذرائع حصول علم به ٻي درجي حاصل ٿيندا رهيا ۽ هنجو بخت به اهڙو بلند ۽ بالا جو علم جي پنيان پاڻکي سڻ بتي وانگر ساڙڻ ۽ ڳاڙڻ مان پاڻ مزا ۽ مسرتون پيو محسوس ڪري. بوءِ به نيئا نيٺ هڪڙي فن ۾ وڃي ڪمال کي پهچي ته پهچي سگهي ٿو. سيني علمن ۾ منتهائي ڪمال کي پهچڻ ۽ انا ولا غيري جو دم هڻڻ ڪنهن به بني بشر جي دائره دسترس کان پري ۽ تمام پري ۽ تمام پري ۽ تمام پري آهي.

تاريخ جي ايها ناقابل انڪار حقيقت آهي ته محبوبن ڪريمن پڙهڻ ۽ سکڻ لاءِ ڪنهن به استاد جي اڳيان ٻـا ڄمار زانوئي تلمذ ته نه ڪيو. بلڪ جنهن ماحول ۾ پاڻ مبعوث ٿيا، اوهو سڄو ماحول سڄو معاشرو سڄو ملڪ علم کان ناآشنائي محض هو. سڄي ملڪ ۾ نه ملان نه مولوي نه ماسٽر نه پروفيسر نه مدرسو نه اسڪول نه ڪاليج نه يونيورسٽي. سندن شام (سوريا) تائين به ٻـا ٽي دفعا واپار سانگي وڃڻ ثابت آهي. سو به وڃڻ ۽ ورڻ رهڻ ۽ ترسڻ باڪل نه. رهڻ ۽ ترسڻ هجي ڪٿي ته به شام جي به ساڳي حجاز واري حالت هئي. حجاز وانگر اتي به محض معمولي لکڻ پڙهڻ وارو به ڪو ڪوليو لڀندو هو ٻيو مڙئي خير. اجان .پاڻ حجاز باڪ ۾ ڪي سنا شاعر هئا شام ۾ اوهي به شايد ڪي هجن. ملڪ تي جهل جي ايڏي اونداهي ڇانيل هئي جو هٿ نه ڏسي هٿ ڪي. گوناگون ظلمن جي گهاٽي ۾ پيڙهجي انسانيت پوين پساهن کي پهچي چڪي هئي. انساني شڪل ۽ صورت ۾ درندن جانورن جا ڪي ٽولا هئا جي هر ملڪ ۾ جيڪو ڏاڍو سو ڳابو جي اصول تي ڪاربند رهي هن زمين تي زندگي گذاري رهيا هئا. طاقتور هيڻن تي ڪيڏيون به هلائون ڪري ته ايهو عيب نه پر پاڻ ايها هلان ۽ ڏاڍائي ڏاڍن جي آڏ وڏائي ۽ مايئه افتخار وصف هئي. دنيا انسان ذات لاءِ هڪڙو هاڪي قسم جو جهنم بنيل هئي.

جهل جي انهي اونڌيهن تاريخ ۽ آسمان ڪڪرن سان

چانيل اونداهي ۾ علم جو ڪو ڪڻ ڪٿيتو بہ ڪٿي چمڪندي نظر ٿي آيو. جنهن ڪان چنجي تہ ڪنهن ماڻهون وٽ ڪو علم جي نور جو ڪو ماڪوڙي جي اک جيترو بہ وٽ هٿ ڪيو هوندو. اهڙي انڌ اندوڪار ۾ الله جي رحمت جوش ۾ آئي. جنهن اڻ پڙهيل رسول ۽ نبي امي جي سينہ اقدس مان تارن جي تعداد جيترا يا انهن بہ وڌيڪ اهڙا سج ناسويا جن ڪائنات جون ڪل اونداهيون روشن ڪري ڇڏيون. جن دنيا جي جهل کي علم بنايو. جن نہ فقط حجاز پاڪ بلڪ ساري روئي زمين کي اخلاق تهذيب تمدن انفرادي ۽ اجتماعي زندگي گذارڻ جا قانون سيکاري انسانن کي درندن جانورن مان ڦيرائي انسان بنايو. سندن سينہ اقدس مان مختلف علومن جا اوهي سوين چشما ڦٽي نڪتا جي اڄ تائين وڏندي وڏندي دريائن جون شڪليون اختيار ڪري چڪا آهن.

علم صرف علم نحو علم فقہ علم اصول فقہ علم عقائد علم حديث علم تفسير علم اخلاق علم معاني علم انشا علم منطق علم فلسفو علم رياضي علم تواريخ علم ميراث علم مناظره علم خطابت علم عبادات علم معاملات علم الاهيات علم حقائق ڪائنات علم محاربات (جنگيون) علم سياسيات علم طب علم حڪمت علم نباتات علم تصوف علم حرفت و صنعت علم تصوف و معرفت انهن اسلامي علمن مان هڪڙي علم تي تصنيف ٿيل ڪتاب ڳڻ ڪجن تہ اڻ مس ڪٿي سگهي. هر علم جي هر مسئلہ ۽ هر قول جو ماخذ مدني محبوب ﷺ جو ڪونہ ڪو ارشاد نظر ايندو.

مثال فقہ کي وٺو عالمگيري فتح القدير ۽ ٻيا ڪيترا اهڙا ڪتاب آهن جو انهن مان ڪنهن هڪ ئي ڪتاب جا سڀ جلد يڪجا ڪجن تہ جي ايمڙي جهڙو ٿڪل مڙس مس کڻي سگهي. انهن سڀني علمن تي لکيل سڀئي ڪتاب ڳڻ ڪجن تہ ڪرنيون پرجن ۽ انهن علمن مان هڪ هڪ ۾ باڪمال ڪي هزارن مان هڪڙو ٿو پيدا ٿئي. جو انهي هڪڙي علم ۾ پنهنجي عمر گهاري

فنا ڪري وجي ٿو ڪو مٿاهون مقام هٿ ڪري، فقه هزارين پڙهن ٿا. پر فقه جو عظيم ماهر انهن هزارن مان ڪو هڪڙو نظر ايندو. اهڙي طرح سان اعلي درجي جو مفسر ۽ چوٽي جو محدث ۽ گريٽ فيلسوف ۽ فهيز (١) منطقي به سون جا سو ڪوه پنڌ جا ڪري ڪنهن قضائي ڪٿي ڪو ڏوري وجي ڏسبو ڪو وڙلو ڪٿي ليڌو.

اسان جي نبي پاڪ ﷺ ايهين ناهي ته ڪوشش ۽ محنت سان انهن علمن ۾ ڪمال حاصل ڪيو. بلڪ سواءِ ڪوشش ۽ سواءِ ڪنهن محنت جي خود انهن گوناگون علمن کي ڪماليت تي پهچايو. رب پاڪ سندن سينون ۽ دماغ علم جي هزارن دريائن جو منبع ۽ مخزن بنائي ڇڏيو هو. پلا ڪيئن نه ايهين بنائي ها جو ساري عالم انسانيت جي جملي علمن ۽ عقل ۽ ذهن ۽ فڪر ۽ فهم ۽ ذڪا جي معراج ڪمال تائين پهچڻ جو ذريعو ۽ وسيلو ايهائي ته ذات والا صفات هئي. ڪنهن به علم جي ڪنهن به باڪمال ماڻهون کي ڪماليت جي انتهائي حد کي پهچڻ ڪان پوءِ به محبوبن ڪريمن جي علم مان سڌي يا اڻ سڌي طرح ڪنهن ويچوي (٢) يا وسيلي جي معرفت مستفيد ٿيڻ اهڙو ئي ضروري آهي جهڙو انهي علم جي هڪ ابتدائي طالب کي.

مثلاً هڪڙو ڊاڪٽر پاڪستان مان سکجهه پڙهڻ بعد انگلنڊ يا آمريڪا مان به ڊپلوما حاصل ڪري آيو آهي. انهي کي اسين جڏهن طب نبوي مان ڪي اصول ٻڌايون ٿا ته هو انگشت بدندان رهجيو وجي ۽ چوڻ لڳي ٿو ته ايهي اصول ته اڄ جي ڊاڪٽري جي ڪماليت تي پهچڻ ڪان پوءِ انسان ذات ڄاڻا ۽ سڃاڻا آهن. چوڏهن سو سال اڳ جڏهن اهڙن رازن تائين پهچڻ جو ڪوبه ذريعو ڪونه هو. تڏهن ته عالم الغيب والشهادة رب ئي انهن ڳالهين کي ڄاڻندو هوندو ۽ انهي ئي پنهنجي پاڪ حبيب کي آگاه فرمايو هوندو. ماڻهن جا شجرا وڏي تحقيق ڪري به

(١) تمام وڏو (٢) واسطي

معلوم ڪيا وڃن ٿا. جيئن اهڙي طرح سان علمن جو به شجرو نسب ڳوليو وڃي ۽ ڳولڻ بعد صحيح طرح سان هٿ اچي يعني هي علم يا هي فن يا هي سائنس جو اصول ڪٿان ٿيو ڪٿان ٿيو ڪٿان آيو ته ڪر بيشڪ ربب انهي شجري جي انتها نينا نيٺ وڃي محبوب ڪريم جي ذات سراپا صفات تي ٿئي.

ايها ڳالهه ڪا سڪٽي ساراهه ڪانهي. بلڪ آسمان علم و فضل جي انهن چمڪندڙ ستارن جي تحقيق آهي. جنهجي چمڪاٽ ۽ روشني کي دنيا جي جهانپن (۱) ۽ گهڻ نظر وارن به ڏٺو ۽ مڃيو آهي. اڄ جي سائنس جا انتهائي باريڪ نڪتا اسانکي قرآن ۽ حديث مان صراحتا بيان ٿيل ملن ٿا. مصر جي ڪن عالمن خصوصا علامه عبده مصري ۽ علامه طنطاوي جوهري ڪيترائي ڪتاب لکي پنهنجي جاڻ آهر قرآن ۽ حديث مان جديد سائنس جي مسلمات جي هڪڙي حد تائين نشاندهي به ڪئي آهي. هنن ثابت ڪيو آهي ته اڄڪلهه جي سائنسدانن جون نيون ايجاد ڪيل شيون قرآن پاڪ ۽ حديث پاڪ ۾ مذڪور آهن. هنن ته صرف ايهو ٻڌايو ته مذڪور آهن. ڪاش جيڪڏهن ڪي اڄڪلهه جا چوٽي جا سائنسدان قرآن ۽ حديث جا به ماهر هجن ها ته صاف ٻڌائين ها ته انهن شين جي ڏاهن ۽ بنائڻ جا طور طريقا ۽ اصول به قرآن ۽ حديث ۾ واضح لفظن ۾ بيان ڪيا آهن نه فقط اڄ جا ايجادات بلڪ ارتقا جي آخري حدن تائين يعني سائنس نيانيٺ جي ڪماليتن تائين اڃان نه پهتي آهي ۽ پهچڻ واري آهي. انهن جا اصول ۽ بنائڻ جا طور طريقا ۽ حديث تشريح تفصيل سان ٻڌايا آهن. محبوبن ڪريمن جي بصيرت ۽ بصارت تان سڄي دنيا جي ارباب دانش وبينش جي ديد و دانش کي سو سو بار صدقو ڪريان. جنهن چوڏهن سو سالن جي طول طويل فاصلي تان هي اڄوڪو اسان وارو دور هٿ جي تري وانگر چٽو پاڻو پئي ڏٺو. ۽ هن دور جا نقش و نگار خد و خال ايهين نروار فرمايا. جيئن ڪو هن ئي زماني جو عالي دماغ مبصر زمانئه حال جا موجوده حالات ڏسي وائسي بيان ڪري رهيو هجي. زمانئه قرب قيامت بابت سندن ارشاد فرمايل حديثون ڏسي ۽ پڙهي لجئه حيرت

(۱) گهڻ نظر وارن

۾ مستغرق ٿيڻون پوي ٿو ۽ مجلو بوي ٿو ته مي اچوکو دور
يعني وبهين صدي عيسوي جو بوبون اڌ ڪنزبل جوڙهن سو سال
جي فاصلي تان ابهين ڏسي رهيا هئا جيئن اج اسين پيا ڏسون.
بلڪ وبهين صدي جو رهيل چوٿون حصو ۽ ايڪهين
صدي سڄي يا اڃان به پوءِ يعني دنيا جي هن هلندڙ رفتار جي
آخري منزل تائين سڀ ڪجهه ڄڻ ڪويا هٿ جي تري وانگر ڏسي
مفصل ۽ مشرح سڻائي ۽ سمجهائي رهيا آهن.
ڪاش اڄوڪو ترقي پسند ضد حسد عناد ۽ عداوت جا
ڪرا ڪٽ لاهي پٽ تي هٽي سياڪ جي بيڙي تي سوار ٿي علوم
اسلاميه جي بحرنا پيد ڪنار جو سير ڪرڻ نڪري ۽ سير ڪرڻ
بعد باهر اچي پنهنجي خود انهي انڪار واري زبان سان اقرارن جا
ڳران مايه موتي پوئي ۽ اوهي عجائبات بيان ڪري، جي نه
ڪنهن اک ڏنا نه ڪنهن ڪن ٻڌا ۽ انهي زعم باطل کان بڪسر
آزاد ٿي وڃي ته ڪل علمن جو مرڪز يورپ شريف آهي ۽
تصديق ڪري يورپ وٽ ڪجهه آهي سو به علوم اسلاميه جي
ڪل جو هڪ جزو آهي ۽ جنهنڪي علم چئجي ٿو، سو يورپ
اسلام جي اڳيان ڪيسبون ڪري نالا پري اسلام کان ڏي بئي
منڳي ورتو آهي. ڪو پيتار پن جي پنج ڪٽي تي پاڻ پڌائي،
پنج ڪٽي ڏيندڙ بادشاه سان برابري جو دم هٽي ته ايها هن جي
ڪوته نظري دنائت رذالت خساست ۽ ترڙپائي چئبي. ايهين ڪونه
چئبو ته هن جو ڪشتو يا بگري (زنبيل) ۾ واقعي بادشاه جي
پرپور پانڊن جيترونئي ان اوتجي چڪو آهي. دبو درياه سان ڪيئن
ٿو سينون ساهي سگهي.

## اسلام

اسلام به حضرت هوت حبيب صلي الله عليه وسلم جي حقانيت
۽ صداقت جو تابان ۽ روشن دليل آهي. اسلام جا اصولي ۽ فروعي
لڪين مسئلا انهن مان هرهڪ تي ڪن منصف مزاج ۽ ماهرين
قانون ججن جي ريسرچ ڪاميٽي مقرر ڪري پوري آزادي سان
بحث ۽ تمحيص جو دروازو ڪولي انهي جي هر پهلو کي به نظر
غائر جانچيو ۽ پرکيو وڃي ته يقين آهي ته اهو انساني فڪر جي

انتهائي بلندي ۽ بي نهايت پاڪيزگي ۽ ڪمال ۽ عروج جي چاڙهي جي آخري ڏاڪي واري عقل جي معيار تي سو فيصد پورو ثابت ٿيندو. ايهو ناممڪن آهي ته هڪ انسان سچو مذهب مرتب فرمائي جنهن جا جزئيات ۽ فروعي مسائل لکين هجن ۽ انهن لکن مان هڪ هڪ سچ وانگر چمڪندڙ ۽ ڪنهن به عيب ۽ ڪنهن به انصاف پسند عقلمند جي اعتراض کان پاڪ ۽ مبرا هجي. هڪ انسان جي پسند سڄي دنيا جي منصف مزاج ۽ عقلمند سوسائٽي جي پسند ڪيئن ٿي سگهي ٿي.

اهل اسلام جي طرفان دنيا جي دانشورن کي هميشه کان ايهو چيلنج ملندو رهيو آهي ته ثابت ڪن ته اسلام جو ڪوبه هڪ حڪم يا مسئلو عقل جي خلاف ۽ بيشمار فائدن جو حامل نه آهي ۽ اڄ تائين ڪوبه مخالف ايهو چيلنج قبول ڪري ڇاتي تي هٿ هڻي ميدان تي نه اچي سگهيو آهي. انساني پهچ وس قدرت ۽ طاقت کان ايها ڳالهه تمام متاهين آهي ته هڪ انسان. انسان ذات کي عبادات معاملات خانگي ۽ بيروني در پيش ايندڙ لکين مسئلن مان هرهڪ بابت پيشاز وقت اهڙو فيصلو صادر ۽ موجود ڪري ڏي. جنهنکي عقل ۽ فڪر جي ڪرڻ تي جيترقدر به مليو ۽ مهٽيو وڃي. اوترقدر وڌيڪ چمڪي ۽ جهرڪي ۽ دنيا جي ارباب دانش و بينش کي پوءِ اوهي ڪهڙي به مذهب سان تعلق رکندڙ هجن. هڪ هڪ لاءِ چيلنج ڪري سگهجي. جڏهن ته ڪنهن هڪڙي معمولي ڳالهه تي به ماڻهون ڪلاڪن جا ڪلاڪ مغز کپايو پوءِ به متفق نٿا ٿين. ۽ جي بالاتفاق ڪنهن به مسئله بابت ڪو فيصلو صادر ڪن ته به اهو فيصلو آخري ۽ هر ڪنهن جي رائي تي سو فيصد پورو يقيناً نه هوندو آهي. ايهو اسلام جوئي شان آهي جو اسلام لکن مسئلن مان هرهڪ هرهڪ انسان جي ڪسوٽي تي بشرطيڪ اوهو انسان عقلمند ۽ منصف مزاج هجي سچو سون ثابت ٿئي ٿو. ۽ مسئلن جي ڪثرت انهي حد کي پهتل جو صرف نماز بابت هڪ عالم ڪل مسئلا ڳڏ ڪيا ته ٻه هزار ٿيا ۽ انهي ڪتاب جو نالو هن (الفين) (ٻه هزار) مقرر ڪيو.

ناممڪن آهي ته ڪو انساني دماغ پوري علوم اسلاميه جا ڪل ڪتاب جي يڪجا ڪجن ته ڪي ڪوليون پرجن. سي سڀ پاڻان ايجاد ڪري سگهي. انساني عقل کي سواءِ انهيءَ جي ڪوبه واه با وسيلو باقي نٿو رهي ته هو مجبور ٿي قبول ڪري ته ايهو سڀ ڪجهه عالم الغيب والشهادة رب جي طرفان ڏسيل ۽ هدايل آهي. جي ـ ايس عرف جي ـ ايم پنهنجي گند شڪل (۱) ڪتاب......۾ اول کان آخر تائين سوين ڀيرا ايها ڳالهه وري وري ورجائي آهي ته اسلام جا قوانين اڳوڻي زماني لاءِ ڀورو گهڻو قابل قبول ڪٿي هوندا ته هوندا. پر هن زماني سان بلڪل غير منطبق اڻ ٺهڪندڙ ۽ ناقابل قبول آهن. هو چوي ٿو ته ايهي قوانين هن زماني سان لاڳو ڪرڻ سراسر بي انصافي ۽ اره زوراڻي ۽ ظلم آهي.

جاڻڻ گهرجي ته هن دنيا ۾ چڱائي ۽ بڇڙائي ايهي ٻه شيون روز اول کان بالمقابل ۽ نبرد آزما رهنديون اچن ٿيون. انسان جيڪڏهن فطرتا نيڪ ۽ صالح آهي پوءِ هو ڪهڙي به مذهب سان منسلڪ ڇونه هجي. ته هو چڱائي جو همتائيندڙ چڱائي جو حامي چڱائي جو مداح ۽ ثنا خوان هوندو آهي. پر جيڪڏهن ڪو انسان فطرتاً حرامي ۽ لوفر ۽ طبعاً خونخوار درندو ۽ ظالم ۽ مزاجاً بگهڙ رڇ اجان به وڌيڪ ته راڪاس يا انهي جو به ڏاڏو يعني ٻڙل باڪاس يا ٻڙل باڪاس جو به ڏاڏو خناس آهي ته پوءِ هنجو پسنديده مذهب هنجو مرغوب الطبع مسلڪ بڇڙائي ظلم درندگي ۽ تخريب هوندو آهي. نيڪي ۽ چڱائي جي اڄائي هن جي ڏنڊ وارين اکين ۾ ڪارائي نظر ايندي آهي ۽ بڇڙائي جي ڪارڻ ۽ ڪني ڏپ کي هو سفيد براق ۽ معطر ۽ معنبر مخصوس ڪندو آهي. دنيا ۾ بڇڙائي جي نلائي ۽ ڪوار (۲) کي هو دنيا وارن جي بد ذوقي ۽ ناقدر شناسي سمجهندو آهي. چور رات جاڳي ڪنهن انسان ڀاءُ جو جهڳو جهڻ ڪري اچي. يا ڏاڙيل ڪنهنجي پيڙي ٻوڙي اچي. يا خوني ڪن ماڻهن جي اکين جي ٺار ۽ دل جي قرار ۽ ساهه جي سينگار کي بيگناه قتل ڪري هن جي حبدار،

(۱) بدصورت (۲) سٺ

حوالي ڪري ھنن جي
کي ھميشہ لاءِ ھجر ۽ فراق جي باھ جي
زندگي زھر بڻائي اڇي. يا ڪو نڪ ڪٽون فريب ۽ فراڊ سان
ڪنھن جو خانو خراب ڪري. ھن جي عمر جي اندوختہ کي برباد
ڪري. ھن جي اميدن تي ڪاري واري ورائي ڇڏي. ياڪو لچ
لوفر ڪنھن غريب جي لڄ لٽي اچي تہ انھيءَ قسم جا انسان نما
درندا دل سان چاھين ٿا تہ اسان کي انھي بھادري جا صلا ملڻ
گھرجن. اسان کي رات جي اوجاڳن جا اجورا حاصل ٿيڻ کپن.
اسان کي ڏڀي جھڙي عقلمندي ۽ ڏاھپ تي دنيا وارن کان خراج
تحسين ملڻ گھرجي. اسانجي بھادري شجاعت ھمت عقل تي دنيا
کي واہ واہ جون صدائون بلند ڪرڻ گھرجن. ملڪ ۾ اسانجوئي
چرچو ھجي. صدر مملڪت پنھنجي ھٿ ۽ زبان سان اسان جن
اھڙن عجائب افعالن جي عزت افزائي ڪري اسانکي انعامون ڏي.
۽ انھيءَ سان گڏ اسانجا اخبارن ۾ فوٽو شايع ٿين (يعني پوليس
سان گڏ نہ) قومي اسيمبلي انھن ڳالھين کي ڏوہ نہ بلڪ انساني
عروج ۽ ڪمال جي نشان ۽ دليل ھٿ جو قانون پاس ڪري.
الحاصل تہ بڇڙائي بہ ھڪ مذھب آھي ۽ انھي جا پيروڪار ۽
پوئلڳ ۽ پوڄاري ابتدائي آفرينش کان ٿيندا آيا آھن ۽ اھڙا فطرتاً
حرامي ماڻھون حضور شارع عليہ الصلوات والسلام جي وقت ۾ بہ
ھئا ۽ تمام گھڻا ھئا ۽ انھن جي فطري حرامپڻ وانگر تمام
گھٽيون رڙيون ڪيون ٿي تہ ھي کھڙو رڻ ٿو ٿئي. ھي کھڙي
آفت ٿي اچي. ھي کھڙو مذھب ٿو پيدا ٿئي. جنھن ۾ سندن
محبوب خصالتون يعني بي پھچ غريب کي مارڻ ۽ ھيسائڻ ۽ ڦرڻ
۽ لٽڻ فخر ۽ عزت جي بجاءِ عظيم ڏوھہ ۽ سخت سزا جي لائق گناہ
آھي. جنھن ۾ شراب جوا چوري ڪوڙ ننگي لچون لٽڻ ڦرمار
قتل ۽ غارت وغيرہ وغيرہ بجائي تعريف ۽ تحسين جي ناقابل عفو
جرم ۽ مستوجب عقوبت گناہ آھي. جي-ايس عرف جي-ايم ايھو
بلڪل غلط ٿو چوي تہ اسلام پاڪ جو بڇڙاين کي ھڪدم روڪڻ
۽ چڱاين کي فوراً جاري ڪرڻ وارو انقلابي عمل اڳوڻي زمانہ
جي مزاج مطابق ھو ۽ ھاڻوڪي زماني جي خلاف طبع آھي.

ٻچڙن ۽ حرامين اڳين زماني ۾ به اسلام پاڪ تي اعتراض ڪيا آهن ۽ اڄڪلھ به ٻچڙا ۽ حرامي اسلام کي پنهنجي لاءِ وبال جان تصور ڪن ٿا. باقي رهيا چڱا ۽ چڱائي کي پسند ڪندڙ نيڪ دل انسان انهن اڳي به اسلام کي دل جان سان چاهيو آهي ۽ اڄ به اسلامي قانون جي اجرا کي هن ڌرتي واري دنيا جو بهشت جي روپ ۾ مبدل ٿي وڃڻ ڄاڻن ٿا. ٻچڙن جي انسداد جو مؤثر ترين نظام جيڪو اسلام پيش ڪيو آهي سو اڄ تائين دنيا جي ڪا به مهذب سوسائٽي ڪنهن به سڌريل قوم جو قانون ووه اوهو ڪيترو قدر به سائنٽيفڪ ڇو نه هجي پيش نه ڪري سگهيو آهي. اسلامي قانون جاري ٿئي ته ڪر ڪو ڏوهه ٿئي ئي ڪونه. دنيا سک جو ساهه ٻٽي. جهان راحتن ۽ رحمتن جو گهوارو بڻجي وڃي. عالم مان ارهائي اٿلي هجي. ۽ عالم ۾ سرتا سر آرام ئي آرام ۽ اطمينان ئي اطمينان نظر اچي. سڀ کان وڏي ڳالهه هيءَ ته رب راضي هجي ۽ پنهنجي ڪيل قرآني قول مطابق آسمانن ۽ زمينن جا برڪتن جا دروازا اسان کي کولي ڏي. سماوي آفتن جي ٽــ ڪر. ٽالي لاءِ به ماٿهون سڪندا رهن. سج چنڊ، مينهن ڪڪر هوائون اسانجي مرضي مطابق هلن ۽ ٿهلن. رزق ۽ دنيا جون ڪل نعمتون اسين گهرندي ۽ وٺندي وٺندي ٿڪي پئون. پر رب پاڪ ڏيندي ڏيندي نه ٿڪي. جيئن خلفائي راشدين جي عهد سعادت ۾ خيرات ڏيڻ وارا رلي پيهندا هئا. پر وٺڻ وارو ڪين هٿ نه ايندو هو. مسڪين ڪو هوندو ئي ڪونه هو. اڄ به سعودي عرب ۾ اسلامي قانون جي جاري هئڻ جي برڪت سان ساري ملڪ ۾ مسڪين تقريبا رهيوئي ڪونهي. ايهوئي فرق آهي اسلام ۽ سوشلزم جي سڌارن ۾.

اسلام چاهي ٿو ته ڪو به مسڪين نه رهي ڪل جا ڪل انسان دولتمند ۽ خوشحال بڻجي وڃن. سوشلزم جو ڪافرانه نظام چاهي ٿو ته ڪو به دولتمند ۽ خوشحال نه رهي. سڀني کي ڦري ماري ڪنگال سڀون پينگيو ۽ ٻک جي مصيبتن ۾ گرفتار بڻايو وڃي. به الفاظ ديگر اسلام چاهي ٿو ته انڌن جون اکيون سجيون

تي وڃن. منڊن جي منڊي ٽنگ کي درست ڪري سڄي بڻايو وڃي. انڊو ۽ منڊو ڪوبہ نہ رهي. سڀڪو تندرست ۽ توانو هجي. سوشلزم چاهي ٿي تہ انڌا تہ انڌا پر سڄن کي بہ انڌو ۽ تندرستن جي بہ هڪڙي ٽنگ کي مروٽي ڀڃي منڊو بڻايو وڃي. ايها ڳالهہ اوچتي وچ ۾ اچي وئي- ڳالهہ ٿي ڪئي سين تہ ڀلا عظيم ۽ اعظم رب جي اٿاهہ خزانن کي عاجز انسانڙو ڇا ڪٿائي سگهندو. جتي ذوالجلال والاڪرام رب ڏيڻ تي اچي. سکن ۽ راحتن جون ڀالوٽون ڪرڻ چاهي. اتي بندو ڇا وئي ٻوري ٻوي. هي تہ فقط روهہ رلين رهزنن رب ۽ انسان ذات جي وچ ۾ روسامي جون ريٽيون (١) وهائي ڇڏيون آهن. انهي جو ئي نحس نتيجو آهي. سڀڪنهن شيءِ جو نہ هئڻ سڀڪنهن هنڌان ناهي ناهي جو آواز اچڻ. رب راضي هجي تہ نئدي وڏي اوي سوي جي واتان الحمدالله ثم الحمد الله جو انبساط انگيز ۽ طرب خيز نغمون گوش گذار ٿيندو رهي. الحاصل تہ اسلام پاڪ جي لکن لکن قانونن مان هرهڪ اوهو املهہ مائڪ آهي. جنهن جو ملهہ آمريڪا پنهنجا ڪل خزانان اوڳاري ميدان تي رکي تہ بہ ادا تي نہ سگهي. جنهنجي قيمت جو ڪاٿو ڪهڙا بہ حسابدان ڪنا ٿين پر ڪري نہ سگهن.

اهڙو ڪامل مڪمل مذهب. ايڏو عظيم ۽ اٿاهہ مذهب. اهڙو دنيا جي هر نقير و قطمير ۽ ننڍين کان ننڍين ڳالهين ۽ وڏن کان وڏن معاملن کي پاڻ ۾ سميٽيندڙ ۽ سهيڙيندڙ دين دنيا جي ٿي ارب انسان ناممڪن آهي تہ پنهنجا عقل ڊوڙائي ڪوبہ اهڙو سوال پيدا ڪري سگهن. جنهن جو اسلام ۾ جواب ۽ هنيين ٺار حل نہ هجي. جواب ۽ حل بہ اهڙو جنهن تي سڄي دنيا جا دانشمند سالن جا سال ويهي ويچارين تہ نيٺا نيٺ اوهوئي جواب حق ۽ انصاف جي افق اعليٰ تي چمڪندڙ سج سراسر برصواب ۽ برحق ۽ نهايت مناسب ۽ موزون ثابت ٿئي. محال آهي تہ ڪو ماڻهون پنهنجي عقل جي زور تي ايڏو ۽ اهڙو مذهب مرتب

(١) وڏا واهہ

ڪري سگهي. انساني عقل ڪيڏيون بہ ڪهڙيون ۽ ڪوهيون ڏي. پر نيٺ انهيءَ ڳالهه کي مجبوراً تسليم ڪندو تہ اسلام پاڪ انهي الله جو موڪليل مذهب آهي جو انسانن جي ظاهري ضرورتن ۽ گهرجن جو تہ دانا ۽ بينا آهي. پر انسان ذات ۽ سڀي مخلوق جي دلين جي وسوسن ۽ دماغ ۾ پيدا ٿيندڙ خيالن کي بہ ڄاڻي ٿو. ڀلا جيڪو انهن وسوسن ۽ خيالن جو پاڻ خالق ۽ پيدا ڪندڙ آهي. اوهو انهن کي ڪيئن نہ ڄاڻي ۽ ڄاڻڻ کان پوءِ انساني وسوسن ۽ تخيلات مان هر هڪ بابت مفصلا ۽ مشرحا احڪامات ڪيئن نہ صادر فرمائي ۽ مذهب کي هر حيثيت سان مڪمل ڪري ڇڏي. جنهن سندس محبوب ڪريم ﷺ ايهو مڪمل ۽ سدا ملوڪ ۽ سدا سهڻون ۽ سڀني پرين سارا هيل ۽ هر طرح سان حمد ۽ ستايش جو مستوجب مذهب ۽ بلند ۽ بالادين متين آندو آهي. تنهنڪري اي انساني عقل ضد حسد ۽ رڌي ڇڏي سئين راهه تي اچي مڃ ۽ قبول ڪر تہ ايهو پيغامبر برحق رسول سچو نبي ۽ رهبر آهي رب رحمان جو. حبيب آهي هادي حنان جو. محبوب آهي مالڪ مهربان جو. انهيءَ ۾ شڪ ڪرڻ محض شقاوت. ۽ ايمان نہ آڻڻ اڀاڳ. ۽ نہ وسهڻ نحوست جي نشاني آهي. ايئين چوڻ بلڪل برحق ۽ بجا ٿيندو تہ دنيا ۾ آهي ئي هڪ مذهب اسلام ٻيو ڪل ڪوڙ. قصو ڪوتاهه. جيڪڏهن ڪو چوي تہ اڳيان الله سائين جا موڪليل مذهب ڀلا ڪيئن ها. تہ چونداسين تہ اوهي اسلام پاڪ جي ئي مواج مهراڻ جون ڇاڙون (۱) ۽ ڇڇ (۲) آهن. اوهي تہ اسلام پاڪ کان جدا ڪينهي. اوهي سڀ مذهب اسلام جي دريا مان نڪتل شاخون آهن. ۽ اوهي سڀ اڳيان پيغمبر صلوات الله عليهم اجمعين مدني محبوب جي نور مان منور ۽ سندن فيض مان تربيت يافتہ ۽ سندن خوان نعمت تي هم نشين همدم ۽ هم نواله آهن. جيئن ڪا هڪ پارٽي پنهنجو ڪو جلسو ڪوٺائي ۽ هڪ موضوع تي هن جا مقرر ۽ ليڪچرار پهرين ننڍا پوءِ وڏا پوءِ سڀ کان وڏا نوبت بہ نوبت اچي ڳالهائي.

(۱) ننڍا واهہ (۲) ننڍيو تلاءُ

عالم الله سائين جو ڪـوبه هڪ
بلڪل اهڙي طرح سان هي ڪانفرنس آهي جنهن جي اسٽيج تي بهترين
ڪونابل جلسو يا عالمي واعظن رب جي طرفان اسلام
بلحاظ علم جي نسبتاً تندين عالمن ۽ سڀ ڪران پهاڙي ۾ سيني ڪان
جي دعوت پيش ڪئي آهي. ۽ محترم يعني اسان جي پاڪ
وڏي ۽ سيني ڪان وڏيڪ معظم و دعوت پوري تشريح ۽ تفصيل سان
رسول سائي اسٽيج تان سائي من موهيندڙ آواز ۽ پنهنجي پيار پري
۽ مڪمل دليلن سان پنهنجي برحق مذهبن ڪان سواء ڪوڙ
پاپوهه (١) سان پيش فرمائي آهي. نڪتل مشرڪن ۽ ملحدن جي جملہ مذهبن
جي ڪوڙاري مان پچي هاڪاري لامذهبيت واري مذهب
مان انهي هڪڙي اجڪلهه جي اجڪلهه جا الحاد پرست مربو
يعني ڪميونزم ڪي ونو جنهن تي
تا سالھ ڏين سو آهي ڇا؟
ڪارل مارڪس ٽراسڪي لينن وغيره مـدبرن ۽
مدمغن جي دماغن جو نچوڙ ۽ سندن ذهني ڪاوشن جـو آخري
نتيجو ۽ حاصل زيست، لٽي پٽي ايهو آهي ته ڦريو ماريو. ماڻهن
ڪان زمينون ڦريو. دڪان ڦريو. مٺي (٤) مايا ڦريو. زالون ڦريو.
اولاد ڦريو. ماڻهن ڪي زمينن لاء اولاد لاء دڪان لاء ساني لاء
مال لاء آسائش ۽ آرام لاء پيسي ڏوڪڙ لاء زالن لاء آزادي ۽
اطميئان لاء سڪائي ماردو. سڄي ملڪ ڪي سينٽر جيل يا ناراجيل
بنايو. جنهنجا وڏا آفيسر ۽ حڪومت جا پرزا ۽ ڪلون ته خوب
عيش ۽ الوليون ڪن. باقي عام رعايا يا عوام پلاڻن جـي گڏهه
وانگر ڪاڙهن ۽ لڪن ۾ بار به ڍوهين ۽ ڪمائين به. ۽ سسٽسل
ڪتبا ۽ موچڙا کائيندا رهن. پانٽون (٢) هڪڙو پڇي ته پو اڳي
ٿي گهڙيو رکيو هجي. ڪميونزم جي بانين مبانين جو متاع علم
۽ سرمايه عقل و فهم ۽ دماغي توازن هڪ انتهائي بيرحم خونخوار
۽ سفاڪ ڏاڙيل ڪان وڌيڪ پيو ڪجهه به ناهي. ڏاڙيلي ذهنيت
ڪان سواء هنن جي بي ڍولي بگري ۾ ڏوڙ جا ۾ ڪٺان به ڪينهي،
هنن وٽ ظلم ستم ڪان سواء بي سنيج پٽي واڪـا ڪري. هنن

---

(١) ڳالهه (٢) لڪو يا چهبڪ

وٽ ڇا جو قاعدو. ڪتان آيو قانون. هنن جو آئين اوهو جنهنجي شرم کان انسانيت جو بهيميت جي اڳيان ڪنڌ پڪل، هنن جو قانون درندن جانورن جي قاعدن کان به درندگي ۾ ڪثين ڪوهه اڳتي اڪتل. هنن جو ڪيش ٻچڙائي جي آخري سرحد کان به ڪهڻون پنڌ پري پهتل. ۽ مجسم ٺڪار ۽ سراپا ڦتڪار بڻيل. هنن جي ڳچي ۾ طوق لعنت پيل. هو دين ۽ دنيا ٻنهي کان ويل. هنن جو اخلاق هر طرح سان ڪريل. هنن جو ڪيريڪٽر هر قوم جو ڪواريل ۽ ٺڪاريل.

اسين ٻوڙ جا ٻڪ پريو ٿا وجهون اهڙن ساعدن ملعونن جي منهن ۾. ڇڏ انهن کي. اسين اچو ته گلستان عالم انسانيت جي عطر ۽ بوستان ادميت جي هڪ بي مثل بينظير ۽ ماکي ۽ مصري کان وڌيڪ حلاوت بخشش ثمر ۽ جهان. بشريت جي اک جي نور ۽ ڪائنات جي ذي روح مخلوق جي روح و روان ۽ جمله جاندارن جي جان جان جا گيت ڳايون. جنهن کان دنيا نور پرايو. جنهنکان انسان ذات انسانيت سکي. جنهنجي ڪري آدم زاد اشرف المخلوق جو اعزاز ماڻيو. جنهن جو ثنا خوان خود خالق دوجهان انهي جي ثنا ۾ ستائش مون جهڙو عاجز ابوجهه اڻ ڄاڻ ۽ ڏيهه جو ڏڏ ڪهڙي ڪري سگهندو. سو سيڪو سمجهي سگهي ٿو. آئون ڪهڙي باغ جي موري آهيان جو سندس ثنا ۽ صفت جو حق ادا ڪري سگهان. غالب ويچارڙو موالي هو پر اقليم شعر و سخن جو تاجدار هو. انهي به اعتراف ڪيو ته.

غالب ثنائي خواجه به يزدان گذاشتيم

کان ذات پاڪ مرتبه دان محمد ست

حضرت مرزا مظهر جان جانان رضي الله تعالي عنه جيڪو مملڪت معرفت و طريقت جو بادشاه هو ۽ دنيائي شعر و شاعري جو به سلطان السلاطين انهي ڪهڙو نه سٺو فيصلو فرمايو فرمائين ٿا ته.

محمد حامد حمد خدا بس
خدا خود مدح خوان مصطفا بس.

جنهنجو مداح خود رب پاڻ. انهيءَ جي عاجز انسان ڇا ڪري سگهندو واکاڻ. خاص ڪري مون جهڙو اڄاڻ. جنهنجي علم سان نہ ڄاڻ نہ سڃاڻ. جنهن ۾ علم ادب ۽ صحافت جو ذري جيترو بہ ڪونهي امڪان. اڄايل لاءِ دريا جو بيان ڪرڻ اگرچه ناممڪن ۽ محال. پر پاڻي ڍڪ پيري پاڻ پنهنجي اڃ جي آتش اجهائي. پاڻ پنهنجي تونس ۽ اماڻ جهڪي ڪري. ذرو سج جي سڄي روشني کي ظاهر آهي تہ پنهنجي پيٽ ۾ سمائي نٿو سگهي. پر ڪجهہ ذرڙي چمڪاٽ سان پاڻ پنهنجا پنا چمڪائي. اهڙي طرح مان هن عاجز ۽ اڻ ڄاڻ ابراهيمڙي بہ ثنا ۽ صفت چاهي. محض پنهنجي عقيدت جي اظهار لاءِ ڪنهن وقت کي پاڻي پيتڙا لکيا هئاسي پيش ڪري مضمون کي ختم ڪجي ٿو.

تنهنجي قدمن تان قربان سڄڻ
تو تان صدقي منهنجي جان سڄڻ

هڪ جان سندم اي جان جهان
ڇا آهي جو گهوريان تنهنجي مٿان
تو تان گهوري ڇانيون سارو جهان
تو تان قربان ٿئي جي ڪون و مڪان
تہ بہ تنهنجو اڃان وڌ شان سڄڻ

تنهنجي خاڪ قدم سڀ روئي زمين
تو کي پيرين پوندل عرش برين
ٿيا نو فلڪ تنهنجي زير نگين
تنهنجي راهہ جو چاڪر روح امين
تنهنجو ساٿي خود سبحان سڄڻ

توکي عالم جنهن ڪل اسم
تنهنجي علم ۾ قطري جيئن قلزم
تنهنجي علم اڳيان ڇا لوح و قلم
توتي آهي عيان ڪل ڪتم عدم
توکي پڌرو ڪل پنهان سڄو

توکي رب سڏي سوغات ڏني
جيڪا توتي ڪهڙي ات سا تہ ڏني
ہر ہي ۾ اڄان ان ذات ڏني
توکي ڏاتر هرڪا ڏات ڏني
توکي داور بخشيو دان سڄو

توکي آڳي جا انعام ڏني
سا تہ مولي اپنهنجي مان ڏني
ڪل ڪنهنکي انهيءَ ڪام ڏني
سڀ خلق خدا تنهنجي سام ڏني
تنهنجي جهوليءَ منجهہ جهان سڄو

تنهنجي جهوليءَ ۾ پئي جملہ جهان
لهذا هر دو جهان ۾ امن امان
تنهنجي سام جا ٻيڙا پاڪ سنوان
لئا اونان ابراهيم چوان
سڙيو عالم اطمينان سڄو

هي مناجات هڪ انتهائي غم جي وقت ۾ بيساختہ چيل
۽ قلب مضطر مان اپريل آه آهي. جيڪا من کو پڙهي تہ شايد
مستجاب ٿي جانب رحمت ايزدي جو باعث ۽ ڪشف سوءَ يعني
دفع مضرت آلام جو موجب بنجي.

# مناجات بدرگاهہ قاضي الحاجات

ڪين سڳايم (۱) ڪڏهن ڪيا مون سدائين ڪم ڪڏا
بار بدن جا ڀيڙي مون سدا سر تي کنيا
نفس سان ياريم هميشه پرت جي هر ڪائي پسر
عمر سڀ ابليس سان ناتا نباهيم نينهن جا
حق پڇيا مون حق آڏو هڏ نہ ڇڏيم هوڏ ڪي
سر نوائي ڪوڙ سان ڪاهيو سون ناحق ڏي سدا
هاڻي پلجي پڻ نہ پاڻ رند رحمت جي تي بر
بر ونگيءَ جي وک وجهڻ ري ڪانہ ڇڏيم واٽ ڪا
هاڻي ٿيس ويم حال هيڙا هاڻ بيو ڪو هٿ نہ ڏي
سان مڪر ڪو هٿ اچي ڏي تنهنجي رحمت ربنا
رحم ڪر ري رحم تنهنجي ناهي راحم راهہ ٻي
روح رلي ليل ڏر ٿٿي پيو توڙ ۾ ڪائي ڏٺا
ڪهل ڪنهنکي ڪانہ پئي تون ڪهل ڪر قادر ڪريم
ڪيا ڪنڌي ڪانهي ڪرم ري ڪر ڪرم مالڪ مٺا
پنهنجي هٿ سان پاڻ ڪيم هي پنهنجا هيڻان حال هينئن
حال ويس احوال وير هٿ سان ڪيم سر تي هيجا
شامت اعمال ڏيکاري تي ڏاڍي جهيڙا ڏند
هاڻي جي تو هٿ اچان ڪرتي ڇڏيندم هيڙہ هڏا
ساهہ منهنجو وڃو سڪي اي منهنجا سائين منجهہ سراف
هٿ اچي رک نہ تہ هنيون هي تو وجي منهنجي هٿا
سنڌ سڪا سائان ٿيا سکهہ وڃي سڙ جي پٽ پيس
وڃي مٺيان منهن مان وڃي پڻ ڏيل جي ساري ڏيا
ڏک سوري ڏيهہ جا پلٽي پيا منهنجي ڏيل ۾
سور سڀ سسار جا سيني ۾ منهنجي سرجيا
درد دنيا جا نيا درپيا تي منهنجي دل اندر
هئي سجو ساوڻ غمن جا وڏ ڦڙا موتي وٺا

---

(۱) مخصوص ڪيم